| | |
|---|---|
| ڪتاب: | ڏکڙيءَ جي تاريخ |
| ليکڪ: | اڪرم قمبراڻي |
| پروف چيڪ ڪندڙ: | محمد صابر ملڪاڻي |
| ڇاپو: | پهريون سال 2015ع |
| ڪمپوزنگ: | اشفاق احمد ملڪاڻي<br>(ماهين ڪمپوزنگ سينٽر ملڪاڻي شريف)<br>0300_3343773 |
| ڇپائيندڙ: | ڪارونجهر پبليڪيشن، جهڏو |
| ڇپيندڙ: | ساحل پرنٽرز اينڊ پبلشرز حيدرآباد 03332634650 |
| تعداد: | 500 |
| قيمت: | 500 |
| رابطي لاءِ: | اقبال جت _ موبائل نمبر : 03013855172 |

# ارپنا

هي ڪتاب ارپيان ٿو

**شهيد عبدالمالڪ نوحاڻي**

کي جنهن جي جدوجهد جا رنگ

هن ڪيترن گلابن جيان

هنڌين ماڳين وکريا پيا آهن

# فهرست

صفحو نمبر


- اداري پاران 07
- پنهنجي پاران 08
- مهاڳ 10
- سنڌ ملڪ /سُنهري / ٻچل چانگ 23
- فقير بشير لغاري 49
- خاناڻي ٽالپر / مير زاهد / MPA مير حاجي محمد حيات ٽالپر/ 56
  ماستر لائق چوٽلاڻي 70
- عمرڪوٽ ياترا 73
- ڏاڙيل مير خان ڪوسو 77
- مدد خان پٺاڻ 88
- سرفراز واهه جي حقيقت 92
- محمد شاهه جيلاني 103
- روڄي ڪولهي 104
- سيد فداحسين شاهه 105
- عورت 107
- سوامي ڪيمنات 111
- گوو ميگهواڙ 118
- ڪامريڊ سومار شالماڻي 122
- شيدي، سنڌ، ممبيءَ ۽ ڏگهڙي ۾ 125
- گهنشام داس / تارا چند تارا 127
- حاجي محمد ابراهيم مڪراني (جدگال) 129
- مڪراني بلوچ 131
- مامون شفيع محمد سومرو / خاصخيلي برادري 134

- مالهي 136
- مستري رامچند ڪاريو 138
- محمد اسلم سينهڙو / صالح سينهڙو 139
- قائمخاني 141
- حڪيم شريف حسين جٽ 143
- چوڌري خالد محمود گِل 145
- سيٺ محمد اڪرم آرائين 146

148
- ڏاؤ ڀڳت 149
- ڪامريڊ مصطفيٰ "راضا" 153
- ڪامريڊ شمشاد راڻا 154
- لال محمد غوري 155
- روشنا ڪپري / وسايو ڪپري 157
- لڪياري سيد / عبدالواحد آريسر
- حيدر بخش جتوئي 163
- ميرن واري مسجد / ڏگهڙيءَ شوگر مل 164
- ڏگهڙيءَ ۾ صحافت / مصري مڱڻهار / اسحاق ڪارو 177
- عجيب سياٽپ / تعلقہ اسپتال
- ڏگهڙيءَ ۾ بجلي / ڏگهڙيءَ ۾ ريلوي
- ڏگهڙيءَ ۾ لائبريريون / شاعر
- ڏگهڙيءَ ۾ قتل / سهتا ڪيچي قمبراڻي
- ڏگهڙيءَ ۾ ذاتيون / محمد صادق اوٺو
- رپ / لاڙ پٽ جا خاصخيلي
- پنجابي ۽ اردو ڳالهائيندڙ
- ڏگهڙيءَ ۾ همال گاڏو
- ڏگهڙيءَ ۾ رانديون
- ڏگهڙيءَ ۾ ٽرانسپورٽ
- ڏگهڙيءَ ۾ ڳاڙهي بازار

- سپ رنگ سانول
- الهہ بخش نوحاڻي
- نوحاڻي قبيلو
- جهان خان پرڳڙي
- ماستر خير محمد چانڊيو
- دنبالو
- ڳوٺ صوفن شاهہ / حفيظ الرحمن آرائين
- ڪنڊو پنهور
- ڳوٺ اسماعيل جوٽيجو / ڪارو دڙو
- ڪارياڻو
- ڪارياڻي جا پرڳڙي / لغاري
- وڏيرو محمد هاشم رمداڻ
- آبڙينگ / خاڪو مهر / ماستر عيسيٰ ڪوري
- ماه پارو
- ٽنڊو جان محمد / ڪرهل / بکو چانڊيو
- سيد منظور حسين شاهہ
- جهڏو شهر
- ڪامريڊ غلام محمد لغاري
- ڳوٺ علي محمد پنهي
- چاند ماڙي
- ڳوٺ خير محمد پرڳڙي
- پراڻ درياءَ
- ڳوٺ راڻو رمداڻ
- ڏگهڙيءَ ٽائون ڪميٽي جا چيئرمين ،لسٽ
- اولڊ ٿر پارڪر
- ڏگهڙيءَ ۾ آباديءِ دڪانن جي لسٽ

## اداري پاران

محترم اڪرم قمبراڻي ڏگهڙيءَ شهر جي تاريخ لکي تاريخ جي هڪ باب ۾ اضافو ڪيو آهي. جيڪڏهن ماڻهو پنهنجي علائقي جي تاريخ سيڪيولر سوچ سان تاريخ جي ڪتابن مان چنڊڇاڻ ڪري علائقي جا پراڻا پاڻي وهڪرا ۽ علائقي جا مڪام قلوري ته سنڌ جي هڪ مستند تاريخ ٺهي سگهي ٿي. ۽ اسان درباري تاريخ جي وچڙ مان آزاد ٿي سگهون ٿا.

اسان هن دوست کي جس ٿا ڏيون ته هن مسلسل ڪجهه سالن جي محنت سان ڏگهڙي جي تاريخ جو هي ڪتاب ڏنو آهي.

**محمد صابر ملڪاڻي**

# پنهنجي پاران

ڏگهڙيءَ شهر شروع ۾ ڪولهي ذات جي ماڻهن جيءَ ننڍڙي بستيءَ جي صورت ۾ هو. پوءِ محمد شاهه جيلاني ۽ ميرن / ٽالپرن جي وجهه سان هِن کي وسعت ملي. اڄ تعلقي جو صدر مقام آهي. هئين سمجهڻ گهرجي تہ ڪولهين هن ڳوٺ (شهر) جو بنياد رکيو هي شهر اصل ڪولهي ذات جي ماڻهن جي نالي سان جڙڻ جو ڪارڻ سمجهڻ گهرجي 1800ع ڌاري هت صرف ڪولهي ذات جا ماڻهو ويٺل هوندا هئا. مسجد جو وجود بہ ميرن جي اچڻ کانپوءِ پيو آهي.

هن ڪتاب جي لکڻ جو مقصد ئي اتم تہ هن علائقي جا ڪافي اهڃا پاسا هئا، جنهن تي وقت جي ڌَڙ چڙهي ويئي هئي. ان حصن کي ڇَنڊيءِ ڦُوڪي اونڌهہ کان ٻاهر ڪڍي عوام اڳيان پڌرو ڪجي جيئن اڻڄاڻائي جو بيابان ختم ٿي سگهي.

پاڻ وٽ تاريخ هڪ اهڙو سبجيڪٽ بڻجي ويو آهي جنهن ۾ پاڻ پرستي انتهاپسندي، فضول روايتن ۽ مفروضن جي پرمار رهندي اچي. پر اسان هن ڪتاب کي ان آپٽار کان آجو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

هن تحريري پنڌ ۾ اقبال جت رڳن ۾ دوڙندڙ رت وانگيان منهنجو ساٿ ڏنو آهي. هن جي تبصرن، تجويزن واقعن ۽ حالتن کي هڪ سهڻي شڪل

ڏني آهي. ۽ هُن جي ساٿ نہ ملڻ جي صورت ۾ آئون هي ڪتاب ڪڏهن بہ مڪمل نہ ڪري سگهان ها. فقير بشير لغاري، ڊاڪٽر صغير احمد قائمخاني، محمد يعقوب آريسر، محمد رمضان نوحاڻي. محمد خان ملڪاڻي ۽ سندس خوبصورت لائبريري جي ريفرينسن ۽ ياءُ صابر ملڪاڻي جن جو دلي طور تي ٿورائتو آهيان جن جي آڌت هي ڪاوش مڪمل ڪرڻ لاءِ اُڪسايو ۽ آئون ياءُ اشفاق احمد ملڪاڻي جو بہ ٿورائتو آهيان جنهن هن ڪتاب کي ڪمپوز ڪري ڏنو.

محمد رمضان قمبراڻي، ايڊووڪيٽ حبيب الرحمن ميمڻ، ماستر نثار احمد خاصخيلي، هريش ڪرماڻي، محمد جوڻيجو الطاف خاصخيلي ايڊووڪيٽ اصغر مرراڻي ۽ حبيب ٽالپر وارن جو نالو نہ ڪٽان جڻ پنهنجي قلم سان ويڙن ڪريان.

منهنجي هن بي ترتيب تحرير کي ڏانءُ جو نِڪار شاعر ايوب کوسو جن ڏنو سندن اِن وڏجو آڀياري آهيان ۽ ٻين تمام دوستن جو ممنون آهيان جن هن سفر ۾ ساٿ ڏنو.

هن ڪتاب تي راين ۽ فيصلن جو حق، پڙهندڙن کي آهي ۽ انهن جي هر راءِ اکين تي سمجهندي اُن جي اوسيڙي ۾ رهندس.

**اڪرم قمبراڻي**

وارڊ نمبر هڪ (1) ڏگهڙيءَ

مُهاڳ

# گُمناميءَ جي دز کان بچايل تاريخ جا ورق!

جديد عالمي تحقيق اسان کي ٻُڌائي ٿي تہ "ڌرتيءَ تي زندگيءَ جي شروعات لڳ ڀڳ ٽي ارب آسي ڪروڙ سال پُراڻي آهي".

جديد علم جا ذريعا اهو بہ ڄاڻائين ٿا تہ "گهٽ ويجهڙائيءَ جو زمانو جنهن ۾ انسان جو ڌرتيءَ تي ظهور ٿيو اهو زمانو بہ ڪروڙ پنجاهہ لک سالن کان وٺي هڪ ڪروڙ ويهہ لک سال آهي". مٿيون رايو نامياري بيباڪ محقق يحيٰ امجد جي تاريخي ڪتاب "تاريخ پاڪستان" ۾ بہ ڄاڻايل آهي. اهو سائنسي مستند حوالو بہ آهي.

ناليوارو محقق ۽ تاريخ نويس هينرڪ وليم وان پنهنجي شاهڪار ڪتاب "انسانذات جي ڪهاڻي" ۾ لکي ٿو: "انسان جي سڀ کان وڏي خيرخواهہ کي مُٺي پنج لک سال ٿيا آهن، اُهو انسان ، انسان جو استاد هو ،جنهن بيرم ۾ هٿوڙو ايجاد ڪيو هو جن جي مدد سان انسانن ٻين جانورن تي برتري حاصل ڪئي هئي!" عالمي شهرت يافتہ محقق، دانشور ۽ تاريخدان ول ڊيورنٽ پنهنجي ڪتاب " نشاط فلسفہ " ۾ لکي ٿو تہ: ترقيءَ جي هِن دور تائين پهچندي پهچندي انسان هيٺيون منزلون طئي ڪيون آهن.

زبان سان ڳالهائڻ ــ ٻوليءَ جي ايجاد (2) باهہ (3) جانورن تي فتح (4) زراعت (5) گڏجي رهڻ (6) اخلاق (7) اوزارن جي ايجاد (8) سائنس (9) تعليم (10) تحرير، تقرير ۽ تحقيق.

مٿيان جيڪي مرحلا ول ڊيورانٽ بيان ڪيا آهن، انهن مان هر موضوع ۽ هر شعبي تي صدين ۾ مرحليوار تحقيق ٿي آهي. اُن کوجنا کي تاريخ سڏجي ٿو! وڌيڪ چٽائي جواهر لال نهرو جي هنن لفظن سان هيئنئن ٿيندي تہ : "وحشت کان تهذيب تائين انسان جي ترقيءَ جو نالو آهي!." "تاريخ عالم تي مختصر نظر" نهرو جو ڪتاب پڙهڻ جهڙو آهي.

تاريخ کي ڪن ماهرن ٻن حصن ۾ ورهايو آهي، هڪ تاريخ کان اڳ، ٻيو تاريخ لکجڻ جو زمانو! تاريخ کان اڳ جو دؤر اندازن ۽ گمانن جي نظر رهيو آهي. جڏهن تہ تاريخ لکجڻ واري دؤر کي نئين نظر سان پيٽيو ۽ مستند سمجهيو ويو آهي.سچ اهو آهي تہ انساني تاريخ گهڻو دير سان لکي وئي آهي. ڇو جو لکتون محفوظ ڪرڻ جو علم انسان دير سان سکيو آهي.سڀ کان آڳاٽو انساني فن،پٿرن تي لڪيرون يا شڪليون ڪيڻ آهي. جڏهن تہ لکڻ پڙهڻ جو علم ساڍا ست هزار ورهيہ اڳ قديم عراق جي شهر سُمير ۾ شروع ٿيو جيڪو مٽيءَ جي سِرن تي لکيو ويو پوءِ اُنهن سِرن کي باهہ ۾ پچائي پختو ڪيو ويو. لنڊن يونيورسٽيءَ جي برٽش ميوزيم ۾ اُهي سِرون محفوظ ۽ موجود آهن. انهيءَ ڪوشش جي تسلسل ۾ ٿي قديم زماني جي هڪ دور ۾ نيل نديءَ جي ڀرپاسي پيدا ٿيندڙ خوبصورت ٻوٽي پائيپرس جي پنن تي بہ لکڻ جوعمل شروع ٿيو. ڪاغذ تہ گهڻو پوءِ چينين ايجاد ڪيو هو. منظم تاريخ لکڻ جو رواج يونان کان شروع ٿيو پراهو ضرور چئي سگهجي ٿو تہ غير منظم تاريخ شاعريءَ ذريعي محفوظ ڪرڻ جي روايت ڪافي آڳاٽي آهي. اهو بہ اسان کي سمجهڻ گهرجي تہ رگويد جهڙا ڌرميءَ پُستڪ بہ آڳاٽي تاريخ جو حصو آهن. منظم تاريخ لکڻ جي حوالي سان يوناني ڏاهي ۽ تاريخ نويس هيرودوٽس کي تاريخ جو ابو سڏيو

ويو آهي. هن جي ڪتابن کي دنيا عزت جي نظر سان ڏسي ٿي.

تاريخ جو شعور، تاريخ جي ڄاڻ ۽ تاريخ نويسيءَ، ٽيئي جُدا حقيقتون آهن. تاريخ هڪ سنجيده ۽ ذميواريءَ جو علم آهي، جنهن لاءِ جذباتي پٽي ۽ تعصب جي ڪا گنجائش موجود ناهي. تاريخ عالمي موضوع آهي. هر موضوع جي تاريخ ترتيب هيٺ آئي آهي، پر اڄ ڏينهن تائين هن اُڄ جو انت اڃي ناهي سگهيو. ان جو سبب رڳو اهو ئي آهي ته دنيا قديم آهي،انسان قديم آهي، ان جو سرگرميون قديم آهن. ان ڪري ان جي تاريخ کي يڪدم مڪمل ڪرڻ ممڪن ئي ناهي. احساساتي حوالي سان ڏٺو وڃي ته هر ڏينهن، هر رات ۽ هر پل نئين تاريخ گهڙيندڙ آهن. ان ڪري تاريخ ته وهندڙ درياهہ آهي. اها ختم ناهي ٿيڻي . اُها تڏهن ختم ٿيندي جڏهن انسان ختم ٿيندو! وقت جو هر پل نئين تاريخ کي جنمي رهيو آهي.

وڏو الميو اهو آهي ته پوري دنيا ۾ جيڪڏهن ڪنهن تاريخ سان جبر ٿيو آهي تہ اها ذيادتي سنڌ جي تاريخ سان ٿيل آهي! سنڌ جي اصل تاريخ گم رهي آهي. ان جا ڪيئي سبب آهن. قديم سنڌ جو لکت جو علم گمنام هئڻ سبب حقيقتون گم ٿي ويون آهن.

سنڌ تي ڌارين قومن ايترا ته حملا ڪيا آهن، جو ڌرتيءَ ڌٽي ياڄ جو شڪار ۽ دربدر ٿيا آهن، اهي غلاميءَ ۾ دٻجي لاوارث ٿيا آهن. ٽڙجي وڃي سڄي دنيا ۾ پکڙيا آهن. ٻاهران آيل قومن جي حڪمرانيءَ سبب تاريخ جي لکجڻ جو سلسلو غائب رهيو آهي.

ايتري تائين جو صورتخطي جي به سُڌ ناهي پئجي سگهي. شاعريءَ ۾ ڪي چند تاريخي حوالا ملن ٿا، اهي به پري جي تاريخ جا ناهن. ست سئو سالن کان مٿي سنڌي شاعريءَ جي تاريخ به نٿي ملي، جڏهن ته سنسڪرت جي شاعريءَ جي ساڍا ٽن هزار سالن جي تاريخ موجود آهي. اسان جي تاريخ جا ماخذ عرب، ايراني، يا انگريز آهن. جڏهن ته مقامي ماڻهن ڪافي دير سان تاريخ سان رجوع ڪيو آهي. انگريزن جي دؤر ۾ اسان تاريخ جو

وڏو ڪم شروع ڪيو آهي. سنڌ جي تاريخ تي لکيل مستند ڪتابن جو تعداد بہ ڪو گهڻو ناهي. پوءِ بہ چچ نامي، جنت السنڌ، تاريخ معصومي، تاريخ بکر، تحفتہ الڪرام جهڙا ڪافي اهم ڪتاب بنهہ ٿورڙا آهن. ايچ ٽي سورلي جي لکيل شاهہ لطيف جي پس منظر ۾ ڪيل سنڌ جي تاريخ تي وڌل روشنيءَ جهڙي معتبر تحقيق ورلي نظر اچي ٿي. سنڌ ۾ علاقائي تاريخ تي بہ ڪو گهڻو ڪم ناهي ٿيو پر جيڪو بہ ٿيو آهي اهو شاندار چئي ۽ مڃي سگهجي ٿو. ان سلسلي ۾ ايم ايچ پنهور، سومار شيخ، پيرو مل مهر چند آڏواڻي، تيج سنگهہ سولنڪي، بدر ابڙو راڻيچند رهريجن، معمور يوسفاڻي، مهر ڪاڇيلوي، گل حسن ڪلمتي، حسام الدين راشدي، ۽ ٻيا ڪيئي معتبر نالا شامل آهن. جن ٿرپارڪر، ٺٽو، بدين، لاڙ عمرڪوٽ، ماتلي، ديبل، رني ڪوٽ، ڪڇ، حيدرآباد، وغيره تي اتهاسڪ ڪم جاندار نموني سهيڙيو آهي.

اسان جي نوجوان باشعور نئين محقق دوست اڪرم قمبراڻي جو ڪيل هي تحقيقي مواد ۽ پورهيو بہ علاقائي تحقيق تي ٿيل ڪم جو بهترين تسلسل آهي. جنهن تي تفصيلي روشنيءَ وجهڻ کان اڳ ۾ علائقائي تحقيق جي تاريخ جي حوالي سان ڪجهہ ڳالهيون ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. ڇو جو سنڌ جي علاقائي جاگرافي حدن کي وڏي حسناڪي رهي آهي. غضب جي ڪشش سنڌ جي هر علائقي ۾ محسوس ٿيندي آهي. هر علائقو پنهنجي دفن ٿيل تاريخ جو ماتم ڪندو ۽ سڏڪو محسوس ٿيندو آهي!

سنڌ جي عظيم عوامي شاعر استاد بخاري هڪ نظم ۾ لکيو آهي تہ:

منهنجي تاريخ نہ شل تباهہ ٿئي!

تاريخ جي تباهي يقينن وڏو الميو آهي. استاد بخاري ڇاتو پئي تہ سنڌ جي اڳاڻي تاريخ تہ تباهہ ٿيل ٿي آهي. شل هاڻ ان کان وڌيڪ ٻي تاريخ تباهہ نہ ٿئي! وري ڪو خوارم شاهہ نہ اچي، جيڪو ڪتابن کي

تندورن حوالي ڪري ڇڏيا وري ڪنهن خلجيءَ جي جرئت نہ ٿي. جو ريپارين کي سوڳ ۾ ستم ۾ مبتلا ڪري! وري ڪو مرزا شاهہ حسن نہ اچي، سنڌياڻين جي متن جون سينڌون تاراج ڪريا وري ڪن پورچوگيزن کي اهڙي مُهلت نہ ملي جو اجرڪن کي سنڌيءَ سمنڊ ۾ اڇلائي ٺهڪ ڏين!.

اڪرم قمبراڻي نئين دور ۾ تحقيق سان عشق ڪيو آهي، ۽ اهو عشق ايڊو سولو بہ ناهي جو ان سفر ۾ پير نہ سڙن، ۽ دل آزمائشن جي بليدن تان نہ گذري!.

هڪ محقق جي وڏي خواهش اها هوندي آهي تہ هو آزاديءَ سان پنهنجو ڪم ڪري پنهنجي وطن ۾ جتي بہ وڃي تحقيق ڪري، اتي جي ماڻهن کان کيس تعاون ملي. تحقيق لاءِ آساني مهيا ٿئي. جنهن بہ جاءِ تي هو پير رکي هن کي اُتي سنڌي وطن جو احساس ٿئي! هتي صورتحال بلڪل مختلف آهي. قومي ورثا ۽ آثارلاوارثي جو شڪار آهن. تحفظ رکڻ وارا ادارا هنن شين جا ڌڻي ٿيڻ لاءِ تيار ناهن.

اڪرم تحقيق جي هن پنڌ ۾ اهو ڄاڻي چُڪو هوندو تہ ماڳن،مڪانن جو ڪهڙو حال ٿي چڪو آهي يا ٿي رهيو آهي! حد تہ اها آهي جو قومي ورثي وارا هنڌ ماڻهن کي زمينن سان گڏ الاٽ ٿي چڪا آهن! عام زميندار ورثن کي پنهنجي ملڪيتن ۾ تبديل ڪرائي چُڪا آهن! جهڙو حشر ٻرڙائي ڪوٽ ۽ پراڻ جي قديم آثارن جو ٿيو آهي، باقي سنڌ ۾ بہ صورتحال ساڳي آهي.

اسان جا اڪثر ايرندڙ محقق پنهنجي معلومات مقامي ماڻهن کان حاصل ڪن ٿا. پوءِ ائين بہ ٿئي ٿو جو هٿ نوڪي ۽ جڙتو ڄاڻ بہ مهيا ڪئي وڃي ٿي. ڪيئي محقق اهڙي غلطي ڪن بہ ٿا جو تاريخ بلڪل تباهہ ٿي وڃي ٿي.

اڪرم قمبراڻي جي هن تحقيق جو بہ گهڻو حصو ماڻهن کان حاصل ڪيل معلومات تي مشتمل آهي ان جي باوجود اها حقيقت نظر اچي ٿي تہ

هُن چند چاڻ جي ساهميءَ جي هڪ پُڙ ۾ اها معلومات ۽ ٻي پُڙ ۾ پنهنجو دماغ رکيو آهي، ته جيئن ڪنهن وڏائي، غلطيءَ ۽ پرتيءَ جي گنجائش باقي نه رهي. اڪرم جن ڪتابن جو سهارو ورتو آهي، اُهي ساک رکندڙ ڪتاب آهن.

هُن ڏند ڪٿائن تي ڌيان رکڻ بجاءِ عقل کي ڪسوٽيءَ بڻايو آهي، ۽ اها ضروري شيءِ به آهي! هڪ اهم تاريخي وطن جي تحقيق جذباتي ڪيفيت ۾ ڪرڻ ممڪن ئي ناهي. جتي تاريخ هيٺ مٿي ٿيل هجي، اتي محقق کي بيحد خبردار رهڻو پوندو آهي، ڇو جو تاريخ انصاف چاهي ٿي.

تاريخي سانحو اهو آهي ته، سنڌ جيڪا هڪ فطري ۽ تاريخي تهذيبيءَ محبوب وطن جي حيثيت ۾ رهي آهي، جنهن کي پنهنجو جدا ٻوليءَ، ڌرتيءَ، تهذيب، ثقافت، تمدن، سمنڊ، درياهه ۽ پنهنجا معدني وسيلا حاصل رهيا آهن. ايتري تائين جو قديم سنڌو ڌرم به هڪ حيثيت طور تسليم ٿيل رهيو آهي. افسوس جو ان سنڌ جي صدين جي سفر ۾ ان جي حدن ۽ علائقن جي تاريخ به مڪمل طور پڌري ناهي ٿي سگهي. اسان جي محققن اڪثر علائقن جي جيڪڏهن ڪا چند چاڻ ڪئي به آهي ته اها تحقيق ڇڪي تاٽي اڍائي هزار سالن کان اڳتي اُڪري ناهي سگهي. ڪن علائقن جي ته پوري تحقيق اڃا به ناهي ڪئي وئي. موئن جي دڙي جي تاريخ سوڙهيءَ ڪري پنج هزار سالن تي بيهاري وئي آهي، جڏهن ته اها تهذيب ڪنهن به ريت پندرهن هزار سالن کان گهٽ جي ناهي! سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته ڇا ڏهه هزار سال اڳ سنڌ ۾ ٻين جاين تي انسان نه رهندا هئا؟ ڇا انسان ۽ انساني وسنديون سنڌ جو حصو نه رهيو آهن؟ سنڌ سان تاريخي تبديلي جو هڪ واضح سبب هيءَ آهي ته سنڌ ۾ هن وقت موجود اڪثر ماڻهو يا قبيلا ٻاهران آيل آهن. انهن جي نسلن کي سنڌ ۾ آئي ٻارنهن سئو سالن کان مٿي جو عرصو ناهي ٿيو. سنڌ جو اصل سنڌي يا وارث گم ٿيندو رهيو آهي. اهو يا ته سنڌ ڇڏي دربدر ٿيو آهي، يا

ناانصافين، جنگين، آفتن ۽ استحصال جيَ ڪري پنتي ڏڪجي غلام بڻجي سيڪجهہ وساري چڪو آهي. يا مُنڍ کان ئي ڪاروباري ذهنيت جي ڪري تاريخ جي علم کي پُٺيءَ ڏئي ڏن جوڙڻ جي جستجو ۾ مشغول رهيو آهي.

ڇا بہ آهي، پر حقيقت اها آهي تہ سنڌ ان ماٺ جيَ ڪري قومي نقصان برداشت ڪيو آهي ٻاهران آيل قبيلن کي هزارين سال اڳ جي تاريخ جي ڪيئن سُڌ پوندي؟ انهن کي مڪمل ڄاڻ هئڻ ممڪن ئي ناهي .پر جيئن تہ سنڌ عظيم ڌرتيءَ رهي آهي، ان ٻاهران آيل قبيلن کي جيڪو مان بخشيو آهي ان جي موٽ ۾ اهي قبيلا بہ سنڌ سان عشق ۾ رڱجي ويا آهن. انهن قبيلن جي انيڪ فردن سنڌ جي تاريخ سهيڙڻ ۾ دل سان حصو ورتو آهي. ڪجهہ عرصو اڳ مون ۽ صحافي سڄڻ، وسيم يوسف راهمون گڏجي ڪارونجهر رسالو شروع ڪيو هو. اسان جو بنيادي مقصد ته، لاڙ ۽ ميرپورخاص جي علائقن جي پراڻي تاريخ، گم ٿيل ورقن، ۽ لڪل اتهاس کي ظاهر ڪري منظر عام تي آڻڻ هو ان حوالي سان تاريخ جي موضوع سان دلچسپي رکندڙ دوستن کي اسان گڏ ڪيو. ۽ مضمون لکرائي رسالي ۾ ڇاپيا. ان سٽ ۾ اسان کي اقبال جت، نورحسن هوت، عمراحمداڻي ۽ اڪرم قمبراڻي جهڙا باشعور تاريخ سان عشق ڪندڙ دوست مليا.اڪرم قمبراڻي کي پهريون ڀيرو اسان نئين باشعور محقق جي روپ ۾ڏٺو. هُن جي لکڻين ۾ مضمونن ۾ وڏي ڄاڻ نظر آئي .ڪيئي خاصيتون سامهون آيون. هر سچي ، تعصب کان آجي محقق جيان هُن ۾ سچائي نظر آئي. تاريخ لاءِ تڙپ مون کي واضع محسوس ٿي. قوم دوستيءَ جو عنصر هُن ۾ نمايان نظر آيو.

ان سان گڏ مطالعي جي مهڪ بہ هُن مان محسوس ٿي. اهي خوبصورتيون ئي آهن جن گڏجي هي تحقيقي خوبصورت ڪتاب تخليق ڪرايو آهي، جيڪو "ڏگهڙيءَ جي تاريخ" جي عنوان سان سامهون آهي.

سچ اِهو آهي تہ ڍگهڙيءَ جي آس پاس کان ويندي نئون ڪوٽ جي قلعي تائين جي هِن سڄي علائقي ۾ ڪا پُراسراريت جي جهلڪ محسوس ٿئي ٿي. ان علائقي کي پراڻ نديءَ يا پراڻ ڍوري جو آشيرواد رهيو آهي. اهو وهڪرو ارڙهين صديءَ ۾ بند ٿيو هو. ان پوري علائقي ۾ پٽڻ هئا. هتي انساني وسنديون آباد هُيون. مهاڻن جا ويڙها آباد هئا تاريخي ۽ جاگرافيائي حوالي سان هي علائقو ڪڇ رياست جو حصو هو. هن علائقي جي قديم دورن بابت تاريخ چُپ آهي! پاڻي جي موجودگيءَ جي هوندي ڪير چوندو تہ هتي پوئين زمانن ۾ ڪجهہ بہ نہ هو؟ دل چوي ٿي ،هتي صديون اڳ انساني حُسناڪين جا جوين جرڪندا هئا.هتي وسندين ۾ باهہ ٻرندي هئي. مٽيءَ جا ڏيئا ٻرندا هئا. هوليون ۽ ڏياريون جاڳنديون هيون. ڪاچ ٿيندا هئا. فصل اپرندا هئا. راتين ۾ دنيا کي سُتل ڇڏي جواڻيون اوجاڳا ڪنديون هيون! ڪوڏرن جا شپڪا هوا ۾ راسوڙا ٿي اُپرندا هئا! مَيتن تي ماتم ٿيندا هئا. قديم واٽون جيڪي ڪڇ جي نگرين ۽ ننگر پارڪر ڏي نڪرنديون هُيون. اُنهن واٽن تي اُٺن جي لوڏ لمڪندي هئي.گهوڙن جون ٽاپوليون گونجنديون هيون.! چانڊوڪين ۾ چوڙا آلاپ ڪندا هئا! ٻيل گاڏين جا ڦيٿا چيڪن جا نشان ڇڏيندا ڪي ڪهاڻيون سٽائيندا هئا. جوڳيءَ، ساميءَ، سنياسي، ڪاپڙي ۽ گوتم ٻُڌ جا پيروڪار هتي نظر ايندا هئا. صوفي ازم جو سج هتي اپريل هو. افسوس اج تائين اهو سڀ ڪجهہ گمناميءَ جي گهٽين ۾ گم ٿيل آهي، فقط ڪجهہ ويجهڙ وارين صدين جا ڪجهہ آثار اهو ٻڌائين ٿا تہ هيءَ اهم علائقو ڪڇ جي سدا بهار حاڪم ٻڌاماڻي ڀُنري جي رياست جو حصو هو.

جنهن جي رياست ۾ پکيءَ کي مارڻ جي بہ پابندي هئي! هُن جو اهم راڄواڙو جهڏي ويجهو ٻرڙائي ڪوٽ جي نانءَ سان آباد هو. جنهن کي شاهہ بيگ ارغون لُٽيو هو. قديم وقت جي ڪتاب جا تہ پنا هٿ ناهن آيا، نہ ڪنهن ڳوليا بہ آهن، پر اها بہ وڏي ڳالهہ آهي جو نوجوان محقق اڪرم

قمبراڻي ڍگھڙي جي ڪجھ پراڻن ۽ ڪجھ نئين ورقن کي سهيڙي اهم تاريخ طور محفوظ ڪرڻ ۾ سوڀارو ٿيو آهي. اڪرم ڍگھڙيءَ جي اُنهن پيچرن کي قلمبند ڪيو آهي، جن جو هيلتائين ڪو وارث ئي نہ ٿيو هو. سچ اهو آهي تہ ميرپورخاص کان ننگر پارڪر تائين اڄ جيڪي رستا وجن ٿا، اهي ئي آهن، جيڪي پراڻي دؤر جي انسان سفري سهوليت لاءِ استعمال ڪيا هئا. اڪرم هتي جيڪا تاريخ سهيڙي آهي تہ اها ويجھڙ جي پنج صدين جي اندر جي آهي. اِها تاريخ مستند محسوس ٿئي ٿي. ان ڪري هِي ڪوشش بنا شڪ جي داد لائق آهي. اڪرم جڻ تہ ان لڪل تاريخ کي گمناميءَ کان بچائي ورتو آهي.

ڍگھڙيءَ کي احساس جي اک سان ڏسجي ٿو تہ محسوس ائين ٿئي ٿو تہ ڍگھڙيءَ جي ويجھڙ واري دور جي سڃاڻپ طور ٻہ ٽي حقيقتون نظر اچن ٿيون. انهن مان هڪ سچ پري کان پڌرو اهو آهي تہ هتي ڪيترن ئي ماڻهن جون ٻانهُون ڦريل نظر اچن ٿيون.

اهو ڪارنامو هتي جي ڊاڪٽر صاحب جو ڪيل هو.جيڪو ٻارن کي ڪچي وهيءَ ۾ ٻانهن ۾ انجيڪشن هڻندو تہ ان جون ٻانهون ايئن ٽي يا ڦري ويندبون هيون اهڙي ئي هڪ همراھ کي يورپ جي ڪنهن ملڪ ۾ ڏسي سفرنامن جي بادشاھ الطاف شيخ ان کان ٻي ڏڙڪ پڇي ورتو هو تہ "ياڻو ڍگھڙي جو آهين ڇا؟"...

ڍگھڙي جا ڪافي ماڻهو يورپ جي ملڪن ۾ رهندا رهيا آهن. ڍگھڙيءَ جي ٻي سڃاڻپ ان جو شاهڪار انساني عورتاڻو حُسن آهي. اهو حُسن سراپا شاعريءَ آهي. هڪ ڀيري اهڙي عظيم حُسن کي بارش وسندي مهل ڏسي، اهو غزل سرجي پيو هو تہ:

نهاريو تو تہ پنڇيءَ هو ورڻ جي واٽ ڀُلجي ويا،
هنيلو ٿهڪ ڇا نڪتو ڪنڊ سپ ڳاٽ ڀُلجي ويا.

ڍگھڙيءَ جي سچائپ اُھي ڦُبا بہ رھيا آھن، جن کي ڪُٽن ٿي ڦُبا جو نالو ڏئي مُلڪان ملڪ مشھور ڪيو ويو ھو. پر نوجوان ليکڪ رمضان نوحاڻي ڪارونجھر رسالي ۾ بيحد اِھم ۽ وضاحتي ليک لکي پڌرو ڪيو ھو تہ ھي ڪُٽن تي نہ پر نوحاڻي شھيدن جي مٿان اڏيل ڦُبا آھن، جن بابت ھرويرو ابھام پيدا ڪيو ويو آھي.

اڪرم قمبراڻي جي ھن خوبصورت پورھئي جي تفصيلي جائزي مان ڪيئي بيحد اھم ۽ خوبصورت راز ۽ حقيقتون نروار ٿين ٿيون. انيڪ ڏوڙ ۾ لڪل، مٽيءَ ۾ پُوريل سچائيون چٽيون ٿي سامھون اچن ٿيون. چاڻ جو نئون خزانو ذھنن جي ملڪيت بڻجي ٿو. اڳ نامعلوم ڳالھيون معلوم ٿي وڃن ٿيون. رازن جي جسم تان لباس لھي ٿو تہ حقيقتن جون جواڻيون اپري نروار ٿين ٿيون. بناشڪ جي ھن ڪتاب ۾ پيش ڪيل معلومات ۽ ڳالھيون اڳ ۾ ڪٿي بہ پيش ناھن ٿيون. پھريون ڀيرو اُنھن کي قلم جي زبان ملي آھي. اھي واقعا تاريخ ۾ ضرور اھميت جوڳا آھن. ڍگھڙيءَ جي قائم ٿيڻ ۽ آباد ٿيڻ کان وٺي ان سان لاڳاپيل اھم مستند واقعن، ڳالھين ۽ ڪردارن کي، قبيلن کي جنھن ريت روشنيءَ ۾ آندو ويو آھي. اھو بيمثال تحقيقي ڪم آھي. اُن جي اھميت کان انڪار ممڪن ئي ناھي، اڪرم لڪل حقيقتن جي روح تائين رسڻ جي ڪوشش ڪئي آھي. اھو ذميواراڻو تحقيقي رويو آھي.

ھڪ باشعور فرد ۽ محقق جي حيثيت ۾ اڪرم جو اھو ترقي پسند نظريو بيحد شانائتو آھي تہ: علائقا بد دعائن جي ذريعي سان ڪڏھن بہ ڪونہ اجڙندا آھن. علائقا مختلف جاگرافيائي حالتن، آفتن، جنگين، تباھين ۽ معيشيت جي مسئلن جي ڪارڻ ئي برباد ٿيندا آھن. پراڻي شھر سُنھريءَ تي ڪيل تحقيق شاندار آھي. اِن تحقيق سان اڪرم مڪمل انصاف ڪيو آھي.ھن تحقيق جي خصوصيت اھا آھي جو ھُن مختلف زمانن جي اھم واقعن جي چند چاڻ ذريعي معلومات کي ڇاڻي مان ڇاڻيو

آهي جنهن سان اها چٽائي ٿي وڃي ٿي ته واقعو ڪهڙي دؤر جو آهي ۽ ڪهڙن ڪردارن جي اثر اندازيءَ اصل سبب بڻي آهي. هُن ڪڙيءَ کي ڪڙيءَ کان ڌار تيڻ ناهي ڏنو. ڊاڙيل ميرخان ڪوسي جي حوالي سان ڏنل ڄاڻ تي ڪجهه روشنيءَ وجهڻ چاهيندس. اُها هيءَ ته مير خان ۽ اسان جو قبيلو ساڳيو آهي، خانداني طور به ويجهڙائي آهي ان تناظر ۾ اهو چوڻ چاهيندس ته: ميرخان ڪوسي جون تي شاديون هيون. مضمون ۾ ڄاڻايل آهي ته مهميد خان، ميرخان ڪوسي جو سئوٽ هو. حقيقت ۾ ائين ناهي، مهميد خان صرف ذات وارو ۽ گهرو دوست هو. مهميد خان جي زال زهري لنڊ رائيفل سان 15 سپاهي ماريا هئا، اهو درست ناهي. اصل ۾ اها واردات ميرخان ڪوسي جي زال گلابي خاصخيليڻ ۽ پيڻ سميءَ ڪئي هئي. جنهن ۾ 13 سپاهي ماريا ويا هئا.

اڪرم قمبراڻي جي هن بيحد خوبصورت ۽ منفرد ڪتاب ۾ جيڪو ادبي رس ۽ سفرنامي وارو چس آهي، اهو ڪتاب کي دلفريب بڻائي ٿو. دلچسپي پيدا ڪري ٿو. فقير بشير سان رهاڻ هجي، يا خاناڻي ٽالپرن تي تحقيق هجي سرفراز واهه بابت حقيقتون هجن، يا پراڻ درياهه تي دستاويزي ڪم هجي. محمد شاهه جيلاني بابت مضمون هجي يا ڪامريڊ سومار شالماڻيءَ بابت ڄاڻ هجي. ڪامريڊ غلام محمد لغاري کان ويندي گوو ميگهواڙ تائين، روشنا ڪپريءَ کان اقبال جت تائين، ڊگهڙي جي مالهين کان حيات ٽالپر تائين جي شخصي خاڪن کي اڪرم جنهن ريت نئين تاريخ جو حصو بڻايو آهي، اهو تعريف لائق آهي خاص ڪري ڪارياڻي جي علائقائي ڄاڻ، نوحاڻي قبيلي بابت تفيصلي معلومات، سوامي ڪيمنات جوگيسر بابت دلفريب ڄاڻ، اهم ڳوٺن بابت دستاويزي ڪم، روينيو رڪارڊ تائين اهم رازن جي ڄاڻ بابت اُجاگر ڪيل تحقيق هن ڪتاب جا دلچسپ ورق آهن، جن جي نه رڳو هاڻ پر ايندڙ وقت ۾ به اهميت رهندي هن ڪتاب ۾ آيل عمرڪوٽ ياترا مان هڪ اهم شڏ نروار ٿي اسان کي حيران

ڪيو ڇڏي تہ جوڌپور ۾ ڪوسن پاران هنيل ڌاڙي تي مذهبي فتوائون جاري ٿيون هيون. هڪ عالم جي فتويٰ موجب اهو ڌاڙو جهاد جو حصو هو ۽ جائز هو. ان ساڳئي واقعي خلاف سنڌ جي اهم عالم ۽ بابا پٺائي جي دوست مخدوم معين عرف مخدوم ٺارو جي سيڪيولر روايت واري فتويٰ ڏنل هئي. ان فتويٰ جو تت هو تہ "ڌاڙو جائز نہ هو" اهڙيون اهم ڳاليهون هن ڪتاب جو حصو بڻيل آهن. هن تحقيقي ڪتاب مان اها بہ سُڌ پوي ٿي تہ هڪ دؤر ۾ هن علائقي اندر اهڙي پراسرار بيماري پکڙجي وئي هئي جنهن لاشن جا ڍير لڳائي ڇڏيا هئا ،الميو اهو ايريو هو جو اڇو ڪفن اڻلڀ ٿيو هو تہ رنگين ڪپڙن سان لاش دفنايا ويا هئا. هِن ڪتاب ۾ لطيف جي سُر رپ جي شهزاديءَ رپ جو بہ ذڪر آهي تہ ،ڪارو دڙو جو ورق بہ چٽو ڪيل آهي، جنهن کي چچ نامي جي اک سان ڏٺو ويو آهي. اهي اهم موضوع آهن جيڪي اڃان بہ تحقيق جا گهرجائو آهن.

اڪرم ذميوار محقق وارو ڪردار ادا ڪرڻ کان وسان ناهي گهٽايو. بهترين ڳالهہ اها آهي تہ هُن مهر ڪاڇيلوي جهڙي روشن خيال محقق جي ڪيل تحقيقي ڪم ۾ ڇاڻ ڪي بہ پنهنجي هن ڪتاب ۾ دل سان جاءِ ڏني آهي. مهر ڪاڇيلوي جي پورهئي ۽ روشن خياليءَ کي ڪڏهن بہ نٿو وساري سگهجي. مهر ڪاڇيلوي راجہ ڏاهر کي قوم پرست سمجهندو ۽ لکندو هو. مهر ڪاڇيلوي تاريخ تي اهم ڪم ڪيو آهي. هڪ دور هو جو ڍگهڙيءَ شهر جو پراسرار ڪردار بُولو فقير هِن شهر مان آخري ريل گذاري پوءِ سمهندو هو ان خيال سان۔ تہ متان ڪنهن کي منهنجي ضرورت پوي. ان بولي فقير جي روح کي هن ڪتاب ۾ جاءِ ملي وئي آهي. ويجهڙ ۾ هن شهر ڍگهڙيءَ کي سنڌين جو شهر بڻائڻ جو خواب ڏسڻ وارو محبوب قوم دوست اڳواڻ مالڪ نوحاڻي هن شهر ۾ شهيد ڪيو ويو هو ڪمال جو دلربا انسان هو مالڪ نوحاڻي جو وهيل رت هن شهر جي

نئين تاريخ آهي. اڪرم قمبراڻي جو هي ياد رکڻ جهڙو ڪتاب هن شهر ڏگهڙيءَ جي نئين نسل لاءِ تحفي کان گهٽ ناهي.

ان سان گڏ پيار جي لکيل ڊائريءَ جو تاثر پيش ڪندڙ هي ڪتاب سنڌ جي سجاڳ ذهنن کي بہ ضرور متاثر ڪندو. هن ڪتاب جو هڪ باب "سپ رنگ سانول" سنڌ سان عشق جو خوبصورت داستان آهي، جنهن مان اسان شهيد بشير خان قريشيءَ جهڙي ارڏي رهنما ۽ عبدالواحد آريسر جهڙي مدبر انسان جي مهڪ محسوس ڪريون ٿا. مجموعي طور تي هن ڪتاب کي هڪ بهترين ڪاوش چئون تہ وڌاءُ نہ ٿيندو.

**ايوب ڪوسو**

جون 2015ع

# سنڌ ملڪ

سنڌ ملڪ جي ڪنهن بہ شهر جي تاريخ سمجهڻ کان پهرين سنڌ جي تاريخ تي ويچارڻ ضروري آهي. ڇو سڀاجهي سنڌ جي تاريخ سان ڪجهہ اهڙو ظلم ٿيل آهي جو ڇا ڇنجي! پر ڏرتي جو درد رکندڙ ڪجهہ حقيقت پسند محققن هن سر زمين جي تاريخ کي ڇنڊڇاڻ ڪري صحيح معنيٰ ۾ اڀو اجرو ڪرڻ لاءِ ڪوشش پئي ورتي آهي. پر اڃا بہ گهڻو ڪم رهيل آهي جيڪو ايندڙ مورخ کي ڪرڻو آهي.

ڪاڪو ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي پنهنجي ڪتاب "قديم سنڌ" جي ديباچي ۾ ڄاڻايو آهي تہ سنڌ جو پرڳڻو جهڙو آهي پاڻ قديم تهڙو ئي آهي سندس نالو قديم. رگ ويد جهڙي جهوني پستڪ ۾ بہ اهو ئي نالو ڄاڻايل اٿس. جنهنڪري چئبو تہ سڄي دنيا جي ساهت ۾ انهي کان آڳاٽو نالو ٻيو آهي ئي ڪونہ اها اسان جي سنڌ آهي جنهن ۾ سڀيتا جو سج بہ آڳاٽي سمي ۾ اڀريو هو جنهن سمي ۾ دنيا جون ڪيتريون قومون اڃا سياري جي سوڙ تاڻي سمهيون پيون هيون ۽ سجاڳ ٿيون تہ بہ ڪيترو وقت سنڌ جي ململ سان پنهنجو بت ڍڪينديون هيون. اهو رواج الهندي ايشيا، مصر ملڪ، يونچ سمنڊ وارن ڪنارن،بلڪ يورپ ۾ ڪيترن هنڌن تي هو.

ڪاڪو ڀيرو مل وڌيڪ ڄاڻائي ٿو تہ سنڌ ازل کان سکيءَ ستابي هئي انڪري دنيا جي ڦورو لٽيرن حملا آورن هن ملڪ تي ڪاهيو ۽ هت انسانيت جو قتل عام ڪيو 515 ق۔م دارا، 325 ق۔م ۾ سڪندر اعظم کان وٺندي عربن،ترخانن، مغلن، پٺاڻن وغيره سنڌ تي صرف لالچ ۽ ڦرلٽ لاءِ چڙهايون ڪيون آهن. ان کانسواءِ ٻيو ڪو بہ مقصد نہ هئن. سنڌ لٽيرن

جي حملن ڪانسواءِ فطرت جي بہ وڏي آب تاب سان ٿيندڙ تبديلين مان بہ گذري آهي رگ ويد ۾ جيڪو ”سپت سنڌو“ (سنڌو ماٿر جي ستن دريائن وارو ملڪ) جو ذڪر آهي تنهن مان بہ سنڌ جو نقشوجوڙڻ ڏکيو آهي. جو ان ۾ سنڌ جي حدن جو ذڪر آهي ئي ڪونہ. وڏي ڳالهہ تہ خود رگ ويد جي منڊل 2 سوڪت 17 ۾ خوفناڪ زلزلن جو ذڪر آهي، جن انهيءَ وقت ۾ ئي ملڪ جي طبعي صورت ۾ ڦيرو پيئي آندو. رگ ويد ڪان پوءِ جي احوالن مان بہ ائين ظاهر آهي تہ وقت بہ وقت زلزلن ۽ سنڌو ندي جي ڦيرن گيرن ڪيئن سآوا پاسا سجا ۽ سجا پاسا ساوا ڪيا آهن.

سنڌ ۾ 962ع ۾ اهڙو خوفناڪ زلزلو ٿيو جنهن بکر وارا ٽڪر بہ ٽوڙي ڇڏيا ۽ الور ۽ ٻيا ڪيترا شهر ويران ٿي ويا. سنڌو نديءَ جا الور وادي ٽڪري جي بنهہ هيٺيان وهندي هئي تنهن پنهنجو رخ ئي ڦيرائي ڇڏيو. پڇاڙي وارو خوفناڪ زلزلو 1819ع ۾ ٿيو جنهن سنڌ جي سڄي لاڙ واري ڀاڱي جي طبعي صورت ڦيرائي ڇڏي ۽ ڪڇ جو رڻ جنهن مان اڳي دريا وهندو هو ۽ راحمڪي بازار سنڌڙي ۽ ٻيا بندر بہ اتي هئا، تن بہ پنهنجي سهڻي صورت ڦيرائي ۽ برپٽ ٿي پيو. سنڌ جي هاڻوڪي طبعي صورت انهي وقت کان وٺي پيدا ٿي.

(ڏسو ڪتاب ”قديم سنڌ“ ڀيرومل مهر چند آڏاڻي ديباچو سال 2004)

اهي ڳالهيون ذهن ۾ رکي پوءِ ئي هتي جي تاريخ يعني (ڏگھڙيءَ جي تاريخ) تي ويچاريو ويندو. ڇاڪاڻ جوْ جاگريافي بدلاءُ انساني رهڻي ڪهڻي تي سڌو اثرانداز ٿئي ٿو جنهن سان تهذيبون ۽ تمدن جڙن يا اجڙن ٿا.

زلزلہ سبب هاڪڙو بہ سڪي ويو ۽ سنڌو درياءَ جي رخ ڦيرائڻ سان ان مان پاڻي ڪٽندڙ پراڻ، ريڻي وغيره بہ خشڪ ٿي ويون تنهن سبب انهن جي ڪنڌين تي آباد تهذيبون بہ اجڙي ويون ڪئين ڳوٺ ويران ٿي ميسارجي ويا، ماڻهن لڏي ٻيا واهڙ وسايا، اهڙي ريت انسان فطرت سان جهيڙيندو هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ آباد ٿيندو رهيو آهي ۽ نوان ڳوٺ ۽ شهر ٻڌندو رهيو آهي.

ڍگھڙي شهر جي تاريخ جي حوالي سان تعلقي ڪائونسل ڍگھڙي جي ڪاروائي جي مينٽس بڪ جي صفحي 4 ۽ 5 تي تاريخ 2003_12_08 ۾ هيٺين ريت ڄاڻايل آهي ته:

## ڍگھي جو پتڻ، ڍگھي، ڍگھڙيءَ، ڍگري

جناب فقير بشير احمد لغاري جو چوڻ آهي ته ڍگھڙيءَ شهر جو بنياد ڪلهوڙن جي آخري دؤر 1783ع ۾ پيو شروع ۾ هتي هڪ گھاٽ مائي ڍگھي جي نالي سان هو. سرفراز واهه جي ڪناري هڪ وڏي قد جي پوڙهيءَ عورت جيڪا مير بحر نسل سان تعلق رکندي هئي انهي ٺاهيو هو جيڪا هر گذرندڙ ماڻهو کان معاوضو وٺي گھاٽ پار ڪرائيندي هئي. جيئن ته ان جو قد وڏو هو انهيءَ ڪري ان تي نالو ڍگھي جو پتڻ پيو. ان وقت سرفراز واهه جي ڪناري اُچ شريف مان هڪ سيد محمد شاهه جيلاني اچي پنهنجو ٺڪاڻو ٺاهيو. انهي جڳهه تي هو الله جي عبادت ۾ چلو ڪيئندا هئا. حضرت محمد شاهه جيلاني جي حضرت بلي شاهه سان تعلق ۽ مائٽي هئي. سرفراز واهه حيدرآباد جي ويجهو ڄامشورو کان نڪرندو هوجيڪو ٽنڊوالهيار کان ٿيندو چمبڙ گلاب لغاري جي پاسي مان ٿيندو ڍگھڙي شهر سان گڏ وهندو هو ۽ ڳوٺ فقير غلام علي لغاري جي پرسان پراڻ ۾ وڃي ڪري ٿو. ان وقت ماڻهن جي آمد رفت حيدرآباد سرفراز واهه ذريعي ٿيندي هئي. ان جو هڪ پتڻ ڍگھڙيءَ ۾ به هو. حضرت محمد شاهه جيلاني جي جيڪي زائرين زيارت ڪرڻ ايندا هئا انهن کي مائي ڍگھي بنا اجوري جي پتڻ پار ڪرائيندي هئي انهن زيارتين کان ڪوبه پيسو وغيره نه وٺندي هئي. انهيءَ خدمت جي ڪري جيلاني بادشاهه دعا ڏيندي چيو ته تنهنجو نالو هميشه قائم رهندو.

جيلاني جي دعا قبول ٿي ۽ ڍگھي جو پتڻ ڍگھڙي شهر ۾ تبديل ٿي ويو. انهي طرح ڍگھڙيءَ جو بنياد پيو ان وقت ڍگھڙي جي ويجهو وڏو ڪاروباري مرڪز سونهري شهر هو جنهن جا کنڊرات موجوده ڍگھڙي ميرواهه روڊ تي

ڏگهڙي شهر کان 2 ڪلوميٽر پري اڄ بہ موجود آهن. سونهري جي شهر ۾ سون (Gold) جو ڪاروبار جام ٿيندو هو اڪثريت هندو ڪاروباري ماڻهن جي هئي. هڪ دفعي درگاهہ صوفي فقير جو سجاد نشين رات جو 15 مريدن سميت سونهري ۾ اچي رڪيو انهن مريدن مان ڪنهن وٽ پيسا هئا جن مان ڪنهن سونارن جي دڪان تان زيور ۽ پيون شيون خريدڻ جي ڪوشش ڪئي هندو دڪاندر فقير جي ظاهري حالت ڏسي چيو تہ مفلس فقير زيور نٿو خريد ڪري سگهي هتان هليا وڃو يا آئون توهان جي بي عزتي ڪندس ان وقت صوفي فقير انهي دڪان جي ويجهو هو جنهن اهي لفظ ٻڌا جيڪو پنهنجي فقير جي بي عزتي برداشت نہ ڪري سگهيو صوفي فقير اتان پنهنجي ڳوٺ وڃي پنهنجي مريدن ۽ مارواڙ علائقي جي ماڻهن جن کي مارواڙيا گجراتي زبان ۾ "باره دنيہ" چيو وڃي ٿو اهي مارواڙي ماڻهو بهادر ۽ همت وارا هئا. انهن جي هر هڪ سردار وٽ پنهنجو ٽولو هو انهن کي سونهري موڪليو ويو جن اچي سونهري شهر کي مڪمل طور ڦرلٽ ڪري ستياناس ڪري ڇڏيو تنهن کانپوءِ سونهري شهر جون رونقون مڪمل ختم ٿي ويون ان کان پوءِ هندو ڪاروباري ماڻهو ميرپورخاص، حيدرآباد ۽ ڪجهہ ڏگهڙيءَ ۾ اچي آباد ٿيا. انهن واٽين مان شروع ۾ لونگ واٽيون اچي ڏگهڙيءَ شهر ۾ رهيو انهي کانپوءِ سومري خاندان جا ماڻهو ڏڳاڻو، اويايو ۽ اسماعيل اچي رهيا انهن سيني کان پهرين اچي مسجد ٺاهي جيڪا حاجي اسماعيل جي نالي سان سڏبي هئي. هينئر "غوثيہ مهاجر مسجد" جي نالي سان مشهور آهي ان کانپوءِ شيدين مان ڪنڊو شيدي جيڪو سونهري شهر ۾ رهندو هو جيڪو اتي پاڻي پرڻ جو ڪم ڪندو هو اهو بہ سونهري مان اچي هتي آباد ٿيو. انهي اچي ڏاڙيلن جي ڳالهہ محمد شاهہ جيلاني کي ٻڌائي. پاڻ حقو پيئڻ جي ڪِرت ڪندا هئا. يڪدم حقي جو پاڻي سرفراز واهہ جي ڪناري ڪرائي هڪ لڪير ڪڍي فرمايائين هاڻي ڏاڙيل نہ ايندا نہ ئي هي لڪير پار ڪري سگهندا. اهي لفظ هُن سرائيڪي زبان ۾ چيا هئا جيئن تہ حضرت محمد شاهہ جيلاني اُچ شريف جا رهڻ وارا هئا ان ڪري

ان جي مادري زبان سرائيڪي هئي. انهي وقت انهن ٽالپرن جيڪي ان وقت رام جاڳو جي پرسان ديهه لنگڙي جي ڳوٺ مان لڏي اچي ڏکڻ طرف پوڙڻ جي ويجهو آباد ٿيا هئا انهن کي پيغام موڪليائون ته اچي هتي رهو ان ۾ مير بمبو خان جنهن کي ان وقت مير بمبئي خان چيو ويندو هو اچي آباد ٿيو. ان طريقي سان ڪجهه سيد جڙيل شاهه، جاني شاهه ڏتل شاهه بخاري اچي آباد ٿيا انهي طريقي سان شهر جو بنياد پيو انهي جڳهه جو نالو ڊگهي جو پٽڻ مان ڊگهي جي پٽڻ ٿيو ۽ بعد ۾ ڊگهڙي ٿيو ان کانپوءِ انگريز دؤر ۾ ڊگري ٿيو جيڪا سراسر تاريخ سان زيادتي آهي. (Digri) انگريزي ۾ لکڻ جي وجه سان ڊگهڙي مان ڊگري ٿي ويو. ريوينيو جي رڪارڊ ۾ اڄ به ڊگهڙي ئي آهي. تعلقو ڊگهڙي پهرين ديرو محبت سان شامل هو جيڪو اڄ به ماتلي ۽ ٽنڊو غلام علي جي وچ ۾ ڳوٺ آهي. پوءِ حيدرآباد جي ٽالپر حڪمرانن ۽ ميرپورخاص جي حڪمرانن جي وچ ۾ ٽنڊوالهيار جي پرسان ول تي جنگ ٿي جنهن کان پوءِ اهو علائقو مير پورخاص جي ٽالپر حڪمرانن جي هٿ هيٺ آيو ميرپورخاص جي ٽالپرن ڊگهڙي جي موجوده جانورن جي اسپتال جي ويجهو سرفراز واهه جي ڪناري تي هڪ فوجي چوڪي قائم ڪئي. جنهن ۾ ڪجهه سپاهي ۽ هڪ آفيسر رهندو هو. انگريز دؤر ۾ انهي چوڪي کي پهرين پوليس اسٽيشن ۾ تبديل ڪيو ويو.

(تعلقي ڪائونسل ڊگهڙي جي ڪاروائي بڪ تان ورتل "اردو")

سائين فقير بشير لغاري جو خيال ڏاڍو بهتر آهي پر ان ۾ ڪنهن ڪتاب جو حوالو يا ڪو بحث ٿيل نه آهي، ان ڪري ان ڳالهه جي شديد کوٽ محسوس ٿي ته ڊگهڙي شهر جي تاريخ جوڙڻ جي حوالي سان تحقيقي ڪم ٿيڻ گهرجي.

محمد حنيف عرف مهر ڪاڇيلوي بوٽا ڳوٺ وارو جنهن پنهنجي ڪتاب "تاريخ ٿرپارڪر" ۾ ڊگهڙي جو ذڪر ڪجهه هن ريت ڪيو آهي ته ڊگهڙي شهر ڊگهي نالي مهاڻڻ جو ڳوٺ هو جتي ٽالپر امير اچي آباد ٿيا. اهڙي طرح شهر ترقي ڪندو ويو اڄ ضلعي جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي

ڏگهڙي شهر 9_25 اُتر ويڪر ۽ 9_69 اُڀر ڊيگهہ جي وچ ۾ واقع تعلقي جو صدر مقام آهي انگريزن جي رپورٽ موجب 1911ع ۾ هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو جنهن ۾ 1097 ماڻهون رهائش پذير هئا. سرڪاري آفيس کان علاوه هتي ڪوبہ اسڪول ڪونہ هو 1948ع ۾ نوٽيفائيڊ ايريا ڪميٽي ٺهي، پوءِ 1958ع ۾ ٽائون ڪميٽي وجود ۾ آئي جنهن جو پهريون چيئرمين مير غلام حيدر خان ٽالپر ٿيو (۽ مير غلام حيدر نوٽيفائيڊ ايريا ڪميٽي جو چيئرمين بيٺو هو) ڏگهڙي جي آدمشماري 1972ع جي مطابق 11556 ۽ 1981ع جي مطابق 16516 ماڻهن تي مشتمل هئي 92_1991ع ۾ ٽائون ڪميٽي جي آمدني 7422334 روپيہ ۽ خرچ 7157317 روپيہ هو."

( "تاريخ ٿرپارڪر" صفحو 256_257 مهر ڪاڇيلوي "اردو")

مهر ڪاڇيلوي وڌيڪ ڄاڻائي ٿو تہ "ڏگهڙي شهر آباد ٿيڻ کان پهرين ٻہ ميلن جي مفاصلي تي "سونهري" ڳوٺ نيڪ ناڪ آباد هو جتي جا سونارا وڏا دولتمند هئا جن کي وسند ڌاڙيل ۽ مير خان کوسي ڦريو هو مير خان گرفتار ٿي سزاياب ٿيو جنهن کي ڪاري پاڻي جزيره انڊيمان تي جلا وطن ڪيو ويو جتي اڄ ڪلهہ هن جي اولاد رهي ٿي، اهڙي طرح کوسہ ٻروچ ٿرپارڪر مان نڪري انڊيمان جي جزيرن تي پهتا (صفحو 257) مهر ڪاڇيلوي جي ان خيال جي تصديق فقير بشير لغاري بہ ڪئي، تاريخ 2011_11_20 تي فقير بشير سان منهنجي ۽ اقبال جت جي تفصيلي ڪچهري ٿي هئي، ان ۾ هن نہ صرف مهر ڪاڇيلوي جي راءِ جي تصديق ڪئي پر اهو بہ چيو هئس تہ "ڪاري پاڻي جي سزا، انڊونيشيا ۽ برمان جي وچ ۾ انڊيمان جو جزيرو جيڪو انڊيا جي هٺ هيٺ آهي، انگريز هتان جي ماڻهن کي سزا ڏئي اوڏانهن اماڻيندا هئا. بشير لغاري صاحب جو اهو بہ چوڻ هو تہ فقير صوفي صديق جيڪو سجاده نشين هو جهوڪ شريف جو جنهن سونهري جي واڻين کي پٽيو تڏهن شهر لٽجي ڦٽي ويو. لغاري صاحب جو وڌيڪ اهو بہ چوڻ آهي تہ سرفراز واهہ، سرفراز ڪلهوڙي نهرايو جيڪو چمبڙ تائين پهتو هو ان جو بقايا ڪم پراڻ تائين مير نصير خان ٽالپر

ڪرايو“ (ڪافي شيون تضادن جي رخ ۾ اڳتي وڌن پيون جنهن ڪي آهستي آهستي پاڻ آڇيريندا سين جئين پڙهندڙن کي خبر پئجي سگهي).

ذڪر نڪتو آهي صوفي صديق سجاده نشين جو جيڪو صادق به سڏرائيندو هو. حسين بادشاهه جي ڪتاب ”صوفي شاهه عنايت شهيد“ جي صفحي نمبر 292 تي حڪيم عبدالمجيد ”ماجد“ جو مضمون ”صادق فقير“ جي حوالي سان شايع ٿيل آهي ان ۾ سندس سوانح عمري تي روشني ڪجهه هن ريت وڌل آهي ”فقير محمد صديق صاحب تخلص صادق ذات سومرو علوي، سنڌ جي مشهور حاڪم گهراڻي دودي ۽ همير سومرو جي نسل مان آهي سندن درگاهه مبارڪ ڳوٺ صوفي (تعلقو عمرڪوٽ) ۾ آهي جنهن کي اڳ ”اهرشريف“ سڏيندا هئا. سندن ولادت سومر ڏينهن سانجهي جي ساعت، شوال جي مهيني ۾ 1170 هجري ۾ ٿي. ۽ سندن وفات وچين مهل خميس ڏينهن 11 رمضان 1265 هجري ۾ ٿي ان موجب سندن عمر پنجانوي ورهيه هئي.

عيسوي سال مطابق سندن ولادت 1762ع ۾ ۽ رحلت 1847ع ۾ ٿي پاڻ انگريزن جي حڪومت ۾ چار سال حيات هئا“ ڪتاب آهيان اڳ ازل جي“ مرتب صوفي بيدل ستاري ۾ ڄاڻايل آهي ته ”فقير صادق سومرو جيڪو پاڻ ڏاڙيل هو اصل ۾ عمرڪوٽ جا هئا پنهنجي سوٽ ڏاڙيل جميل سومرو جو پلاند ڪري پوءِ لڏي لاڙ آيا هئا.“

صوفي صديق فقير لاءِ اهو به مشهور آهي ته پاڻ داتا پير قلندر جو طالب ٿيو مرشد فرمايو” درياءَ ٻيڙي ۾ پلتجي ٿو“ان اثر ۾ 30 سال درگاهه تي رهيو. مرشد ڪيس ”صادق“ سڏيندو هئس. هن فقير ٽالپرن لاءِ بددعا گهري ۽ انگريز آيا.

ان ڳالهه مان اهو وچور ڪڍي سگهجي ٿو ته صوفي صادق فقير جيڪو اصل وينل ڏاڏي آدم جي ٻني نالي ڳوٺ لڳ عمرڪوٽ جو هو سو پنهنجي سئوٽ جميل سومري سان گڏ ڏاڙا هڻندو هو ۽ جميل سومري جي ڏاڍ مڙسي ۽ ڏاڙيلائي جوڙ جو تنهن دور ۾ ڪڇ ۽ لاڙ ۾ ڌهڪاءُ هو. چون ٿا ته راجا

محمد نومڙئي فقير صاحب جن جي ڳوٺ مان سومرن جو مال چوري ڪرايو تہ جواب ۾ جميل سومري بہ نومڙين جو مال چوري ڪيو. نومڙين پيرا کڻي رستي ۾ اچي جميل سومري کي قتل ڪيو جنهن جو پلاند فقير صادق ورتو ۽ پوءِ پاڻ لڏي اچي لاڙ جي طرف رهيا. ڪِرت ساڳي هُين پر هڪ ڏينهن اتفاق سان جهوڪ شريف ۾ داتا پير قلندر جي ڪچهري جو رنگ فقير تي اهڙو چڙهيو جو پيون سڀ ڳالهيون وساري مرشد جي پيروي ۾ لڳي ويا. پوءِ ٽيهارو (30) سالہ اتي رهيا. نيٺ هڪ ڏينهن فقير صاحب جي اولاد جي مرشد جي اولاد سان اٽبت ٿي پئي، جنهن تي فقير صادق احترام کي قائم رکڻ لاءِ لڏي اچي موجوده ڳوٺ صوفي اڳوٺي (اهر شريف) لڳ عمرڪوٽ ۾ رهيا جتان بارهوئي مرشد جي حاضري تي جهوڪ شريف ويندا هئا. اهڙا حوالہ مختلف ڪتابن ۾ ملن ٿا ۽ ڳوٺ سونهري وارو واقعو بہ جهوڪ شريف ڏانهن سفر دوران پيش ايندڙ ٿو ڏسجي. فقير صاحب ڳوٺ صوفي مان نڪتا هوندا ۽ ڳوٺ سونهري ۾ اچي ڪجهہ وقت لاءِ ترسيا هوندا. جتي هڪ سوناري دڪاندار فقير صاحب جي مريد سان بدتميزي ڪئي، جيڪا فقير پڌي ورتي، جنهن تي فقير بددعا ڏني تہ سڄو سُونهري ڳوٺ برباد ٿي ويو سونهري جي تباهہ ٿيڻ جا بيا ڪهڙا بہ ڪارڻ هجن پر مکيا واقعو فقير صادق جي بددعا پڌائي وڃي ٿي. هاڻ اچون ٿا ان ڳالهہ تي تہ فقير صادق ڏاڙا بہ 20، 25 سالن جي عمر ۾ هنيا هوندا. ان کانپوءِ سوٽ جميل سومرو جو پلاند ڪري لاڙ اچڻ ۽ پوءِ داتا پير قلندر جي مريدي ۾ 30 سال رهڻ کانپوءِ واپس ڳوٺ صوفي ۾ رهائش اختيار ڪرڻ ۽ پوءِ سال پر سال مرشد جي حاضري تي صوفي کان جهوڪ وڃڻ دَوران ڳوٺ سونهري ۾ ترسڻ وقت سندس عمر تقريبن 50 يا 55 سال رهي هوندي، ڇاڪاڻ جو سندس پيدا ٿيڻ جو سال 1762ع آهي، ان حساب سان ڳوٺ سونهري جي بربادي جو سال تقريبن 1812ع کان 1817ع جو ٿي سگهي ٿو ان وقت سنڌ ۾ ميرن جي صاحبي جو دؤر هو ڇا ڏکڙي جي وجود ۾ اچڻ جو اهو سال آهي؟ ان سوال جو جواب ڳولڻ کان پهرين ڳوٺ سونهري تي ويچاريندا سين.

## ڳوٺ سونهري

ڏگهڙي شهر جي ٻه ڪلو ميٽر کن اتر ۾ ميرواهه گورچاڻي روڊ جي اولهندي پاسي هڪ پراڻو پڊ ملي ٿو جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هي آڳاٽو ڳوٺ سونهري هو. هاڻوڪو ڳوٺ ولي محمد شاهه عرف سونهري انگريز دؤر جو آهي، آڳاٽو ڳوٺ سونهري موجوده ڳوٺ ولي محمد شاهه کان بلاڪ ڏيڍ ڏگهڙي جي طرف ٿيو سونهري ديهه 165 ڍوري جي ڪنڌيءَ تي هو آڳاٽو سونهري ڳوٺ ڪڏهن وجود ۾ آيو ان لاءِ ڪا پختي شاهدي نٿي ملي، بس سندس بربادي کي صوفي صادق فقير سجاد نشين جي بددعا سان منسوب ڪيو ويو آهي، سونهري لاءِ چيو ويو آهي ته هي چڱو خاصو واپاري مرڪز هو ۽ هتي سونارا سون جو ڪاروبار ڪندا هئا، پر تاريخ ڳوٺ سونهري جي شادابي جي ڪا شاهدي نٿي ڏي، مثلن مهر ڪاچيلوي تاريخ ٿرپارڪر ۾ لکي ٿو ته ميان غلام نبي ڪلهوڙي جي قتل ڪانپوءِ هن جي والده جوڌپور جي راجه کي لکيو ته مير بجار خان باغي ٿي ويو آهي، ان کان نجات ڏياري وڃي، راجه ٻه راجپوت موڪلي مير بجار خان ٽالپر کي قتل ڪرائي ڇڏيو جنهن تي ٽالپرن ميان عبدالنبي ڪلهوڙي تي حملو ڪيو، هو راتو رات ڀڄي ويو پوءِ قنڌهار مان مدد خان پٺاڻ کي سنڌ تي حملي لاءِ دعوت ڏيئي وٺي آيو جنهن سنڌ جي تمام گهڻن ڳوٺن کي ڦري ويران ڪري ڇڏيو.

(تاريخ ٿرپارڪر مهر ڪاچيلو صفحو 97 اردو)

ڀاڻ ڏسجي ته مدد خان پٺاڻ 1782ع ۾ سنڌ تي ڪاهي آيو هو. ڇو جو اهو ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جو دؤر آهي، جنهن ٽالپرن کان بدلي لاءِ مدد خان پٺاڻ کي سنڌ آندو مدد خان پٺاڻ هڪ رهزن لٽيرو هو جنهن سنڌ جا ڀريا ترپا شهر لٽي ساڙي راک ڪري ڇڏيا هئا. مدد خان پٺاڻ اڳوٺي نبي سر ڳوٺ کي ٻه بخش ڪونه ڪيو هو پوءِ سونهري جتي سون جو واپار ٿيندو هو سو مدد خان جي قهر کان ڪيئن بچي ويو؟ اتي هڪڙو اهو امڪان به موجود آهي ته ڳوٺ سونهري مدد خان جي حملي کانپوءِ وجود ۾ آيو هجي!

جيڪڏهن سونهري سون جي واپارين جو هاڪ وارو شهر رهيو آهي ته باقي جي عام ننڍڙو ڳوٺ هو ته ان جي چمار وڏيڪ به ٿي سگهي ٿي، جنهن تي مدد خان پٺاڻ جي نظر نه پئي هجي.

فقير بشير لغاري جن جو چوڻ آهي ته سونهري ڳوٺ ٻه دفعا لٽيو ويو هو هڪ دفع ٻارنهن وٽن يعني هر هڪ ماڻهو وٽ 12 ماڻهن جو ٽولو جن صوفي صادق فقير جي بددعا جي صورت ۾ ڦريو ۽ ٻي دفعي ڏاڙيل مير خان کوسي ۽ سندس ساٿين جي هٿان ڦريو ۽ اهڙي شاهدي مهر ڪاڇيلوي کان به پاڻ اڳ ذڪر ۾ آڻي چڪا آهيون، هاڻ ڏسڻو اهو آهي ته ڪاري پاڻي جي سزا ته صرف انگريز دؤر ۾ ڏني ويندي هئي، ان جو مطلب ته مير خان کوسي وارن جڏهن سونهري کي لٽيو ته انهن کي ڪاري پاڻي جي سزا ملي، جيڪا انگريز دؤر ۾ يعني 1843ع کانپوءِ ملي هوندي، ان حساب سان سونهري ڳوٺ جي طبي چمار 60 سالن جي لڳ ڀڳ وڃي بيهندي، هت جيڪا ڳالهه وڌيڪ وزن رکي ٿي سا فقير بشير لغاري صاحب جو اهو چوڻ ته" سرفراز واهه ميان سرفراز چمبڙ تائين کوٽايو پوءِ اتان ڏکڙي لڳ پراڻ تائين ٽالپر دؤر جي آخري حڪمران مير نصير خان پهچايو" .(جڏهن ته ٻي طرف اهو خيال به موجود آهي ته سرفراز واهه ڏکڙي آيو ئي ڪونهي جنهن جو ڏکڙي مان گذر هو سو اڳوڻو ڍورو هو جيڪو ڇهه ماهي يا برساتن جي صورت ۾ وهندو هو. فصلن جو گهڻو دارومدار هُرلن تي هو. جمڙاو واهه جي تعمير کان پوءِ اُن ڍوري جي اهميت به ختم ٿي ويئي. سرفراز واهه جي ٽيل ڏکڙي ۾ قطعي ڪونه رهي آهي.)

## ڏکڙيءَ

مولائي شيدائي لکي ٿو ته مير نور محمد جي وفات 1256هه 1840ع ۾ ٿي جنهن کانپوءِ سندس پاءُ مير نصير خان گادي تي ويٺو

(صفحو 576 جنت السنڌ)

ميرن جي دؤر جو آخري حڪمران مير نصير خان ٽالپر جيئن ته 1840ع ۾ سنڌ جي تخت تي ويٺو ۽(فرض ڪريو) ان کان پوءِ هن سرفراز واهه کي ڇمبڙ کان ڏگهڙي لڳ پراڻ ٽائين پهچايو ان مان اهو واضح ٿو ٿئي ته ڏگهڙي شهر جووجود ان کان پوءِ پيو هوندو مير نصير خان جي حڪومت 1843ع ۾ انگريزن جي سنڌ تي قبضي ڪرڻ سان ختم ٿي ويئي ۽ سنڌ انگريزن جي غلامي ۾ هلي وئي، اهڙي ريت ڏگهڙي شهر جو وجود ميرن جي آخري دؤر ۾ انگريزن جي شروعاتي دؤر ۾ پوندو ٿو ڏسجي، ڇاڪاڻ جو ان حساب سان سرفراز واهه کان بغير ڏگهي مير بحر مائي ۽ ڏگهي جو پتڻ نظر نٿو اچي ۽ نه ئي سرفراز واهه جي ڪنڌي تي محمد شاهه جيلاني جو آستان تي سگهي ٿو.

ڏگهڙي جي نالي جي حوالي سان هڪ نئون بحث سيد فدا حسين شاهه ڇيڙي ٿو هُن جا وڏا اصل ڪوئيٽه جا رهواسي هئا، پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سندن وڏا سنڌ لڏي آيا هئا، ۽ پاڻ سنڌي جا پلوڙ شاعر به آهن. جڏهن ته سندن مادري زبان پنجابي آهي، سيد فدا حسين شاهه جو چوڻ آهي ته "ڏگهڙي تي اهو نالو درڳڙي تان پيو آهي، درڳڙي اصل ۾ هڪ ڪولهڻ عورت هئي، جنهن جي نالي سان ڳوٺ پيو جيڪو اڄ وڏي ويجهي هڪ شهر ۾ تعلقي جو صدر مقام بڻجي پيو آهي" سيد فدا حسين شاهه جڏهن ته پنهنجي ان ڳالهه جي حق ۾ ڪو دليل نٿو پيش ڪري پر اسان ان رخ ۾ اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪئي ته خبر پئي ته ڪولهي برادري ۾ اهو اُچار (درڳڙي) عورتون وٺن ٿيون ۽ بقول اقبال جت جي ته درڳڙي نالي ڪولهين جو هڪڙو ڳوٺ نئون ڪوٽ جي ويجهو مون اخبار ۾ پڙهيو آهي نه رڳو ايترو پر ڏگهڙي شهر جي اتر ۾ ڳوٺ ڊاڪٽر مدد قائمخاني جي لڳ ڪولهي برادري جا ٽي قبرستان آهن جن مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته هي برادري هت آڳاٽي وينل آهي. سيد فداحسين شاهه جي خيال کي رد نٿو ڪري سگهجي ۽ نه وري پوري ريت اپنائي ٿو سگهجي، ان رخ ۾ وسيع تحقيق جي ضرورت آهي . ماستر قربان جسڪاڻي جو چوڻ آهي ته سونهري شهر

1901ع کان 1908ع جي وچ ڌڌتويا اتي ڏاڙو لڳو آهي، ماستر قربان وڏيڪ چئي ٿو تہ سونهري ۾ صوفي صادق فقير نہ بلڪ ان جو سجاده نشين آيو هو پاڻ گهوڙي تي هئا. سونهري لڳ ڪنهن وڻ جي ڇانوءَ ۾ ڪجهہ گهڙين لاءِ ترسيا هئا. ساڻن گڏ هڪ مريد بہ هو ۽ پاڻ جهوڪ شريف جي زيارت ڪري واپس صوفي فقير وٽي رهيا هئا. جنهن دوران سجاده نشين جو مريد بہ آنا کڻي سونهري بازار ۾ سوناري کان سون وٺڻ ويو جنهن تي سوناري دڪاندار مريد جي هٿ ۾ بہ آنا ڏسي اڻنگهو رويو استعمال ڪيو جيڪا وارتا مريد اچي سجاده نشين کي ٻڌائي جنهن تي سجاده نشين ڪاوڙ ۾ اچي ويا ۽ پاڻ وٽي ڏاڙيلن کي سونهري ڦرڻ لاءِ موڪليو جنهن سبب ڳوٺ سونهري ڦٽي ويران ٿي ويو. ماستر قربان ان سجاده نشين جو نالو ٻڌائڻ کان قاصر آهي. قربان جسڪاني اهو بہ چوي ٿو تہ محمد شاهہ جيلاني جي نالي اسان ٻڌو آهي تہ يلاني ٻارنهن سالن جي عمر جا هئا پنهنجي ڳوٺ کن کان ميرن سان گڏجي هت آيا، مير ڏگهڙي لڳ ڳوٺ ڀُوڻ تي آباد ٿيا ۽ جيلاني سرفراز واهہ جي ڪنڌيءَ تي جتي هاڻ سندن مزار آهي پنهنجو آستانو آباد ڪيو ۽ ڏگهي مير بحر مائي کي دعا ڏني تہ تنهنجو نالو هميشہ قائم رهندو.

ڊاڪٽر صغير قائمخاني هڪ سائينسي سوچ رکندڙ ماڻهو آهي پاڻ ڏگهڙي جي ٽنڊي غلام علي روڊ تي مهاجر مسجد لڳ ڪلنڪ کولي هئس ۽ ڪافي وقت پريڪٽس ڪندا رهيا پر بعد ۾ ڪراچي لڏي ويا. ڊاڪٽر صاحب هڪ دعوت ۾ ڏگهڙي آيا تہ ڪجهہ گهڙين لاءِ اسان سان بہ ڪچهري ڪئي هئن، جنهن ۾ ڊاڪٽر جو موقف هو تہ ڏگهڙي تي اهو نالو لفظ "ڏگر" تان پيو ڏگر معنيٰ رستو پيچرو يا گُذر گاهہ. ڊاڪٽر صاحب جي ان خيال کان انڪري اختلاف ڪري سگهجي ٿو تہ جڏهن ڏگهڙي وجود ۾ پئي آئي تڏهن ڏگر واري ٻوليءَ ڳالهائيندڙ "يائي لوڪ" اڃان هت ڪونہ آيا هئا. ۽ نہ ئي اردو ٻولي هت ڳالهائي ويندي هئي، جو ان تان اُچارجي اهو لفظ ڏگهڙي جو روپ وٺي سگهيو هوندو.

”هڪ پيو به رايو موجود آهي ته ان ڏگهي مائي جيڪا ذات جي ميربحر هئي، سندس نالو مائي سوني هو پر ان راءِ لاءِ ڪي دليل موجود ناهن. نياز جسڪاڻي چواڻي ته اها چاڻ عارب پان فقير مفتي عبدالرحيم شر ڪي ڏني هئي، بهرحال هن شهر جو هاڪاري نالو ڏگهڙي آهي، جنهن ڪي شعوري يا لاشعوري طور بگاڙڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، جنهن عمل خلاف ڏگهڙي جي پهرين تعلقي ناظم قاضي فيض الله ساند جي دؤر ۾ تعلقي ڪائونسل جي اجلاس ۾ ڪائونسل جي ميمبر سڪيند سومرو جي حوالي سان رٽ آندي ويئي ته ڏگهڙي کي آئنده ڏگهڙي ئي لکيو وڃي، پولي چاهي اردو هجي يا انگريزي اهڙي ريت اردو سان لکڻ لاءِ (هہ) انگريزي سان لکڻ لا (H) لڳائڻ لازمي قرار ڏنو وڃي ۽ اها قرار داد متفقہ طور منظور بہ ٿي

(تعلقي ڪائونسل ڏگهڙي جو ڪاروائي بڪ تاريخ: 20_12_08).

ان عمل جي روشني ۾ ڏگهڙيءَ شهر جي رهواسين کي اها گذارش ٿي ڪجي ته پنهنجو شهر پنهنجي سڃاڻپ آهي ان جي نالي کي بگاڙڻ واري سوچ جي نفي ڪندي اردو ۾ جي ڏگهڙي تا لکو ته ان کي هئين لکو ”ڈگھڑی“جي انگريزي ۾ لکو تا ته هئين لکو DIGH[redacted]RI يعني G کان پوءِ H لازمي لڳايو ته اُچار مڪمل ٿي سگهي.

ڏگهڙي شهر هئينر 14 وارڊن تي مشتمل آهي 2000ع جي سرڪاري گزٽ موجب ڏگهڙي جي آبادي 27027 ماڻهن تي آهي جيڪا پوءِ تيزي سان وڌي رهي آهي، شهر جي غريب آباد ڪالوني کانسواءِ باقي اڪثر علائقہ بغير رٿا بندي جي وڌي ويجهي رهيا آهن، وڌيڪ مسئلن جو ذڪر اڳين صفحن تي ڪنداسين.

## ڏگهڙيءَ جا ٽالپر

مير احمد خان عرف ڪامريڊ نصير خان ٽالپر ولد مير محمد خان ٽالپر تاريخ پيدائش 1928ع جن جو چوڻ هو ته ڏگهڙي ۾ ٽالپر مختلف وقتن تي مختلف هنڌن تان آيا آهن، سندن چوڻ هو ته اسين اصل پير

پاڳاري جا مريد هئاسين ۽ اسان جو اصل ڳوٺ گهوڙا ٻاڙي آهي، اتان کان هت آياسين، مير علي مراد خان ٽالپر وارا ٽنڊوجان محمد کان ڏگهڙي آيا، ڪامريڊ نصير خان جو وڏيڪ چوڻ هو تہ منهنجو اصل نالو مير احمد خان آهي جيڪو شناختي ڪارڊ ۾ پڻ چاڙهيل آهي اهو نالو منهنجي ڏاڏي جي نالي جي نسبت سان رکيو ويو باقي نصير خان جو نالو مون تي منهنجي نوجوانيءَ دوستن رکيو ڇاڪاڻ جو ٽالپرن ۾ ٻيا بہ احمد خان جي نالي سان موجود هئا، انڪري منهنجي دوستن منهنجي سڃاڻپ الڳ ڪئي، نصير خان وڏيڪ ٻڌايو تہ مير بهادر عرف ڦاڌو جيڪو مير عبدالستار ٽالپر جو ڏاڏو هو سو خيرپور کان هت آيو هو.

هڪ نوجوان حبيب ٽالپر (واپڊا) ٻڌايو تہ ان سلسلي ۾ منهنجون چند رهاڻيون پنهنجي ڏاڏي بزرگ محمد بخش ٽالپر ۽ خليفي محمد عمر خاصخيلي سان ٿيون هيون، جن جو چوڻ هو تہ ٽالپر مختلف هنڌن کان ڏگهڙي آيل آهن، ڍبهڙي کان مير حاجي نور محمد ٽالپر جنهن جو نالو موجوده سورهڌي ڳوٺ جي حاجي نورل تي رکيل آهي، اهو شروعاتي آيل ٿو ڏسجي، فقيري طبيعت رکندڙ هن شخص هت پاڻي جي اڻاٺ سبب خدا کان شاعرانہ انداز ۾ دعا گهري هئي تہ "آڻ سگهو سرفراز ڪي" انهن بزرگن جو وڏيڪ چوڻ هو تہ سائين محمد شاهہ جيلاني ڪي ڄت هاڻ ميرن جي قباءَ مسجد آهي ، اُت ڪچي مسجد هئي ان کي آباد ڪرڻ لاءِ گهرايو ويو هو ان دؤر جا ٽالپر مير محمود خان، مير نور محمد خان ليکيا وڃن ٿا، ان وقت جي بزرگن جو اهو خيال بہ هو تہ سائين محمد شاهہ جيلاني شريعت جا پابند ۽ تيز طبيعت هجڻ ڪري ڪنهن عورت کي ڏسڻ بہ پسند نہ ڪندا هئا، اهو بہ چيو ويندو هو تہ سائين نوجوان ۽ خوبصورت هئا، تنهنڪري هڪ عورت سائين جن تي فدا ٿي پئي، جيڪا ڳالهہ جيلاني بادشاهہ کي ناگزير لڳي، جنهن جلال ۾ اچي پنهنجي نفس کي ڪٽي ڇڏيو جنهن سبب بيمار ٿي پيا، آخر ان تڪليف جي ڪري هن دنيا مان رحلت ڪري ويا، نوجوان حبيب ٽالپر کي هي معلومات بزرگن کان ملي هئي، اهڙي طرح ٽنڊوڄام

ڪان اوپر طرف ڄام واهه جو رهواسي ڇوٽل خان ٽالپر جو اولاد جيڪو ڏگهڙي ۾ ڇوٽلاڻي سڏجي ٿو جن ۾ ذڪر هيٺ ھي آھن. الھڏنواسماعيل، محمد ابراھيم، احمد خان، محمد حسن، حافظ عطا محمد ۽ علي محمد سچو قبيلو ڇوٽلاڻي سڏجي ٿو (اهي به ٽنڊو ڄام ڪان آيل ٽالپرن جي اولاد ڇيا وڃن ٿا.)

## ڏگهڙيءَ شهر جو حڪمران ٽالپر طبقو

نوجوان صحافي مير محمد ٽالپر جي چوڻ موجب ته "مون ڪامريڊ مصطفيٰ "رضا" ۽ فقير بيشر لغاري ڪان مختلف وقتن تي معلومات ورتي هئي، ان مان خبر پئي ٿي ته ٽالپرن جو خاناڻي قبيلو تقريبن 1890ع ڌاري هن طرف آيل ٿو ڏسجي"

ڪامريڊ مصطفيٰ رضا جي قلمي نسخي ۾ هن ريت ڄاڻايل آهي ته "رام ڄاڳي جو قبرستان ڪوٽ غلام محمد ۽ سامارو جي وچ ۾ آهي، جتي علي شير شاهه لڪياري جي مزار آهي، ان قبرستان سان گڏ ئي ڏگهڙي جي خاناڻي ٽالپرن جو ڳوٺ ديهه لنگڙي ۾ خانپور يا ڪن هو جتي اڄ به ڏگهڙي جي ٽالپرن جي بزرگن جون قبرون جهريل حالت ۾ موجود آهن، اتان ڪان ٽالپر اچي ڏگهڙي ڪان 2 ميل پري ٽنڊوياگو روڊ تي موجود ڀُوڻ ۾ آباد ٿيا ۽ اتان ڪان حضرت بابا محمد شاهه جيلاني جي پيغام تي لڏي اچي سرفراز واهه جي ڪناري ڏگهي جي پٽڻ تي آباد ٿيا"

فقير بشير لغاري جو اهو چوڻ آهي ته ڏگهڙي جا خاناڻي ٽالپر اصل حيدرآباد جا آهن.

اها به هڪ دلچسپ حقيقت آهي ته ڏگهڙي ۾ مير حاجي محمد حيات ٽالپر جي اقتدار جي مسند تي ويهڻ سان ئي ٽالپرن جو هن شهر ۾ فيصلا ڪن اثر ٿيو ان ڪان اڳ ائين نه هو توڙي جو نوٽيفائيڊ اريا ڪميٽي جي وجود ۾اچڻ سان ان جو پهريون چيئرمين مير حاجي غلام حيدر ٽالپر ٿيو پر

ان جو فيصلا ڪن اثر نہ هو اهڙو اندازو هيئين حوالن مان پلي پٽ لڳائي سگهجي ٿو.

تاريخ 03 جنوري 2012ع تي پنهنجي دوست الطاف خاصخيلي سان گڏجي وڏيري مريد دل جي ڳوٺ صبح 11 وڳي پهتس، وڏيرو هلڪو سيءَ هجڻ ڪري اُس سيڪي رهيو هو اوطاق جي ٻاهر کٽون لڳل هنيون، اسان ڪجهہ معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ وڏيري وٽ اچڻ جو مقصد ڏسيو ۽ ڪجهہ سوال ڪياسين، جنهن جي جواب ۾ وڏيري مريد دل ڪجهہ هن ريت ورائيو تہ "ڊگهڙي جي بلوچ هوٽل جو مالڪ سيٺ عبدالرحيم بلوچ منهنجو بهترين دوست هو عبدالرحيم بلوچ بچل چانگ جي ٻنيءَ مکيءَ کان واپس وٺرائڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ورتي هئي، وڏيري وڌيڪ چيو ڇنڇر جي ڏينهن بچل چانگ جي ٻنيءَ جو ڪورٽ مان فيصلو اچڻو هو ۽ جمعي جي ڏينهن سيٺ عبدالرحيم بلوچ وڏيري مريد دل جي پاونجاهہ ماڊل جيپ ۾ مريد دل جي ڊرائيور مٺو چاڪي تنبو جان محمد واري سان گڏ حيدرآباد وڃي رهيو هو تہ ٽنڊوالهيار وٽ هن جي گاڏي جو ايڪسيڊنٽ ٿي پيو ان لاءِ چيو ويو تہ مٺو چاڪي ڊرائيور مکيءَ جي چوڻ تي گاڏي وڃي بيٺل ٽرڪ ۾ هنئين جنهن سبب عبدالرحيم بلوچ وفات ڪري ويو ۽ مٺو ڊرائيور گرفتار ٿيو هو جنهن کي بعد ۾ آزاد ڪرايو ويو هو اهو واقعو 1963ع جو آهي، تڏهن ڊگهڙي کان ميرپورخاص تائين ڪچو رستو هو عبدالرحيم بلوچ جي وفات جو ٻڌي ڊگهڙي شهر سوڳ ۾ بند ٿي ويو هو پنهنجي دوست جي موت جو ذڪر ڪندي، وڏيري مريد دل جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا، ۽ گلو بہ ڳرو ٿي پيس.

وڏيري مريد دل وڌيڪ چيو تہ هوت چند مکيءَ بچل چانگ جي ٻنيءَ جا کاتا بدلائڻ لاءِ ان وقت جي تپيدار غلام حيدر لغاري جيڪو ڊاڪٽر نواز بلوچ جو وڏو ڀاءُ هو تنهن کي چاليهہ هزار روپيہ ڏنا هئا جيڪا ان وقت هڪ وڏي رقم هئي.

ان سلسلي ۾ چاچي رستم جت جيڪو اقبال جت جو والد آهي ان جو چوڻ آهي تہ مکيءَ وٽ بچل چانگ جي والد ڪوڙي خان ٻنيءَ گروي رکي هئي، جنهن جا مکيءَ چالاڪي سان کاتا تبديل ڪرائڻ پئي چاهيا، کاتي تبديلي ٿيڻ جي صورت ۾ بچل چانگ ڏگهڙي چوڪ ۾ تپيدار غلام حيدر لغاري کي پريءَ کان ڏسندي هڪل ڪري گهٽ وڌ ڳالهايو هو جنهن تي تپيدار ڊوڙي وڃي ياءَ ڊاڪٽر نواز بلوچ جي گهر ۾ پناهہ ورتي هئي، جيڪو ان وقت ڏگهڙي ۾ ميڊيڪل آفيسر هو ۽ موجوده يونين ڪائونسل ڏگهڙي جي آفيس الڳ سندس سرڪاري ڪوارٽر هو. (سائين بخش لغاري چئي ٿو تہ آئون 1971ع ۾ ڏگهڙي آيو آهيان ان ڳالهہ جي مونکي ڄاڻ نہ آهي امام بخش ڪلوئي رٽائير روينيو ملازم چئي ٿو تہ آئون 1960ع ۾ ڪلارڪ پرتي ٿيس. اهڙا پڙلاهہ مون بہ ٻڌا هئا.

اصل ۾ ان رخ ۾ مون تڏهن سوچڻ شروع ڪيو هو جڏهن ڏگهڙي جي معروف ڪردار گاگو شيدي سان منهنجي هڪ معلوماتي رهاڻ ٿي هئي.

اها تاريخ پهرين جنوري 2012ع هئي، جڏهن گاگو شيدي سان منهنجي ڪچهري ٿي هئي، ڏگهڙي ۾ گاگو جي سڃاڻپ خوبصورت چوڪرن کي پسند ڪرڻ رهي، گاگو ڏگهڙي شهر ۾ ٽنڊو جان محمد روڊ تي هڪ هوٽل بہ ناهي هئي، هو اڪثر سنڌ جي لاڙ واري پاسي لڳندڙ ميلن ۾ هوٽلون لڳائيندو هو. گاگو شيدي جو ميلن ملاڪڙن ۽ سهڻن چوڪرن کي پسند ڪرڻ جي حوالي سان ڏگهڙي ۾ ان جي پسگردائي ۾ ٿيندڙ ڪچهرين ۾ طنز و مزاح سان ذڪر ڪيو ويندو هو. گاگو منهنجو تمام ويجهو عزيز هو ۽ منهنجي مٿي ڏاڏي هوش محمد شيدي جو نالو هجڻ ڪري هو مونکي نانو چوندو هو گاگو نائي يا حجام جي ڪرت بہ ڪندو هو اڪثر ميلن ۾ نائي جو دڪان بہ لڳائيندو هو ۽ پنهنجي زندگي جي آخري دم تائين حجام ڪو ڪم ڪندو رهيو هن کي پوڙهيي سان پيار هو گهري ڪاٺڻ کي عيب سمجهندو هو.

جڏهن گاگو سان هن ڪتاب جي سلسلي ۾ منهنجي ڪچهري ٿي ته هن مون سان عجيب ۽ حيرت ۾ وجهندڙ انڪشاف ڪيا، هن چيو ته منهنجي ڏاڏي تاجو جو والد خميسو ذات جو جمالي هو جيڪو ڦرڙدي جمالي جو ويٺل هو خميسي جمالي جي شادي شيدي قبيلي مان ٿي هئي، ان وقت خميسي جمالي جا سهريجا جن جو تعلق شيدي برادري سان هو سي ڳوٺ بکي چانڊيي ۾ ويٺل هئا، اهو ڳوٺ اڄ به ڏيئي شهر کان پنج ست ميلن تي موجود آهي، هن جو چوڻ هو ته خميسي جمالي جا پنج پٽ ٿيا ۽ نياڻي جو ڪو به اولاد نه ٿيس، خميسو جمالي شادي کانپوءِ پنهنجي شيدي برادري جي سهريجن ۾ رهي پيو ۽ پنهنجي پٽن جون شاديون به اتي ڪيائين، اتي ئي گاگو شيدي جي ڏاڏي تاجو کي اولاد ٿيو تاجو خميسي جمالي جو ٽيو نمبر پٽ هو تاجو کي به اولاد ۾ پنج پٽ، موريو الهورايو عرس جاڙو ۽ عارب ٿيا ۽ ٽن نياڻين سميت اٺ ٻارن جو والد بڻيو، اهڙي طرح تاجو جي پٽ عرس کي جڏهن پٽ جو اولاد ٿيو ته هن ان تي نالو خدابخش رکيو جيڪو مشهور ۽ معروف گاگو شيدي جي نالي سان سڃاڻ ۾ آيو.

خدا بخش عرف گاگو ٻڌائي ٿو ته اسان جڏهن لڏپلاڻ ڪري "بکي چانڊئي"ڳوٺ کان ڏکڙي آياسين ته ان وقت ڏکڙي جي اوير ۾ درسين سک جو ڳوٺ هو ان ۾ اچي رهياسين اُتان پوءِ گاگو جي ڏاڏي تاجو کي اڪبر عرف اُڪو ڪوسي جيڪو ٽپيدار عمر ۽ احمد ڪوسي جو والدَ هو تنهن سڏي پنهنجي پِر ۾ يعني (فرضي) سرفراز واهه جي اولهه ڪنڌي تي موجوده ڏکڙي جي وارڊ نمبر هڪ ۾ هاڪاري نالي بڪائي پاڙي ۾ ويهاريو جتي ان وقت پڌو ۽ پڌ هو ۽ پوءِ تاجي ڳوٺ بکي چانڊي مان هوشو شيدي کي به گهرايو هوش محمد شيدي، جو ڏکڙي اچي آباد ٿيڻ جو سال تقريبن 49_1948ع آهي، چاڪاڻ جو ڏکڙي اچڻ سان هوش محمد شيدي جي گهر ۾ چوٿين پٽ محبوب شيدي جو جنم ٿيو ان کان اڳ ڪيس هڪ نياڻي ۽ ٽي پٽ محمد يوسف عرف شير پيو نور محمد ۽ ٽيون محمد اڪبر جي نالي سان هئا، جڏهن ته محبوب شيدي جي تاريخ پيدائش جو سال 1949ع آهي، اهڙي

ريت ڏگهڙي جي وارڊ نمبر هڪ ۾ بکائي پاڙي جو وجود پيو بکائي هنن کي ان ڪري سڏيو ويو جو هي ڳوٺ بکيو چانديو مان لڏي ڏگهڙي آيا گاگو اهو به ٻڌائي ٿو ته جڏهن اسين ڏگهڙي آياسين ته ان وقت راڄ جو والي وارث مير حاجي غلام حيدر ٽالپر هو ۽ ميرن جون ان وقت ڏگهڙي ۾ ٽي اوطاقون هنيون، هڪ شهر جي مين بازار ۾ مير حاجي محمد حيات ٽالپر جي موجوده نئين مارڪيٽ وٽ ٻي موجوده ميرن جي مدرسي وٽ ۽ ٽي مير زاهد حسين ٽالپر جي بنگلي جي اڳيان ٽئي اوطاقون ڪچيون ۽ ڪکائو لانديءَ جي صورت ۾ هونديون هنيون. ان باوجود ڏگهڙي شهر جا اڪثر فيصلا مُکي (ڪجومل) جيڪو ڏيون مکي جو پيءُ هو سو ڪندو هو. گاگو اهو به ٻڌايو ته سرفراز واهه جي لڳ ڀڏا ۽ پٽ ته سرڪاري هئا پر باقي زمين ڏگهڙي شهر جي مختلف پاسن تي بچل چانگ جي هئي، گاگو جي چوڻ موجب بچل چانگ وٽ ان وقت سوين ايڪڙ زمين هئي، جنهن مان اڌ زمين بچل چانگ جي مُکي وٽ گروي پيل هئي، جيڪا پوءِ مُکي جي وارثن جي نالي سان مشهور ٿي پوءِ مُکي جي ٻنيءَ ان کان ميرن ۽ ٻين ماڻهن خريد ڪئي .ڊاڪٽر مدد قائمخاني جو ڳوٺ به مُکي جي زمين ۾ آهي مير بهادر عرف قادو رڍن وارو جيڪو اصل خيرپور جوهو رڍن جو ڌڻ ساڻ هئس، جنهن به رڍون ڪپائي ڏگهڙي شهر جي اُتر ۾ زمين ورتي هئي ۽ موجوده ڊاڪٽر مدد قائمخاني جي ڳوٺ جي مٿان مير قادي جو ڳوٺ سڏبو هو جتي هر هفتي خيرات ٿيندي هئي، هاڻ اها مير ستار جي ٻنيءَ سڏجي ٿي، مير قادو مير ستار جو ڏاڏو هو گاگو جو اهو به چوڻ هو ته بکائي پاڙي جي لڳ ويٺل ڪولهي برادري اسان کان اڳ هت آباد هئي. ڪولهين ۾ ڪيتو نالي همراهه ڏاڍو جوان مڙس هو جيڪو مشهور چورهو ۽ ڏاڍن ماڻهن جون چوريون ڪندو هو غريب مسڪينن جو نالو ڪونه وٺندو هو موجوده ديني شيخ ڪيتي جي اولاد مان آهي، جيڪو بعد ۾ مسلمان ٿي شيخ بڻيو.

## ڳوٺ ٻچل چانگ

اقبال جت سان گڏجي اسان 13 جنوري 2012ع تي ڳوٺ ٻچل چانگ ۾ پهتاسين ڏکڙي بابت معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ ته اسان کي هڪ بزرگ مير محمد چانگ ۽ ڪجهه نوجوان مليا، اسان پنهنجي اچڻ جو سبب ٻڌايو ۽ مير محمد چانگ سان ڪچهري شروع ڪئي سين.

مير محمد چانگ چواڻي ته سنجر چانگ ۽ هوت چانگ پاڻ ۾ سڳا ڀاءُ هئا ۽ رهندا به ڳوٺ سنجر چانگ ۾ گڏ هئا. جتي هوت ۽ سنجر چانگ جي وچ ۾ برادري تڪرار تي پيو ۽ هوت لڏي ڏکڙي آيو ۽ موجوده ڳوٺ ٻچل چانگ ٻڌائين.

هوت چانگ کي پنج پٽ هئا، 1.دوست علي خان چانگ 2. چاڪر چانگ،3. گهٽون چانگ، 4 حاجي چانگ ۽ 5. سوائي خان چانگ انهن پنجن مان دوست علي چانگ کي هڪ پٽ هو جنهن جو نالو ٻچل چانگ هو ۽ (پاڻ ان کي ٻچل چانگ "اول" چوندا سين.) ان ٻچل چانگ اول انگريز دؤر ۾ هت آروجون زمينون ورهائڻ لاءِ آيل وفد جي ڀرپور خدمت ڪئي هئي. جنهن عيوض انگريزن ٻچل چانگ اول کي نو سئو ايڪڙ زمين کاتو ڪري ڏني، ٻچل اول کي ڪوڙو خان چانگ نالي هڪ پٽ هو ٻچل اول جي وفات کانپوءِ زمين سندس پٽ ڪوڙو خان چانگ جي حوالي تي ويئي. ڪوڙو خان چانگ ٽي اڌ زمين مُکي هوت چند وٽ گروي رکي هئي، مُکي هوت چند هوشيار ماڻهو هو جنهن آهستي آهستي ڪوڙي خان چانگ جي پوري زمين تي قبضو ڪري ورتو ان دوران ڪوڙي خان چانگ کي به هڪ پٽ ڄائو هو جنهن جو نالو به ٻچل چانگ رکيو ويو هو سو ٽيو ٻچل چانگ ٻيو جڏهن ڪورو خان وفات ڪري ويو ته ٻچل چانگ جي حالت انتهائي غربت واري تي ويئي ، مُکي چانگن جي ڪُل ٻنيءَ تي قبضو ڪري چڪو هو ان ڪري ٻچل چانگ پيٽ گذر لاءِ روينيو کاتي ۾ ڪوٽاري جي نوڪري ڪرڻ لڳو.

هوت چند مُکي وڏي چالاڪي ۽ ٺڳي کان ڪم وٺندي چانگن جي زمين جا پنهنجي نالي کاتا ڪرائڻ لڳو زمين جي کاتن جي ڦير ڦار ڪجهه

هن طريقي سان ڪئي ويئي ته ڳوڙي خان چانگ جي ناليءَ کي ڳوڙو مل ۽ بچل خان چانگ جي ناليءَ کي بچو مل لکرائي کاتا مُکي هوت چند جي ناليءَ ۾ تبديل ڪيا ويا. جنهن لاءِ چيو ويو ته اهو ڪم تپيدار غلام حيدر لغاري پيسن عيوض ڪيو جيئن ته بچل چانگ پيو به روينيو کاتي ۾ ڪوٽار هو جنهن کي اها خبر پئجي ويئي، جنهن پنهنجي زمين مُکي کان واپس وٺڻ لاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس ڪيو هو ان ڪيس جو فيصلو اچڻ وارو هو ته بچل چانگ جي مدد ڪندڙ عبدالرحيم بلوچ جو ايڪسيڊنٽ ٿي ويو جنهن ۾ هو گذاري ويو عبدالرحيم جي حوالي سان اهو به چيو ويو ته اهو ايڪسيڊنٽ مُکي هوت چند هٿ وٺي ڪرايو هو ان ڳالهه جو خوف بچل چانگ تي گهرو ٿيو ڇاڪاڻ ته پوءِ جڏهن مُکي هوت چند زمين جي مالڪي لاءِ جهوڪ شريف جي ان وقت جي گادي نشين سائين غوث محمد (1963ع ۾ هي گادي نشين هو) کي دانهيو هو ته گادي نشين ڏگهڙي ۾ فيصلو رکيو هو چون ٿا ته ان فيصلي ۾ بچل چانگ جي نه اچڻ جي ڪري گادي نشين مُکي جي ماني به نه کاڌي هئي ۽ مُکي وارن کان زور ڏيئي پڇين ته توهان بچل چانگ کي ڌمڪيون ته نه ڏنيون آهن؟ مُکي چالاڪ هو جنهن چيو نه سائين اهڙي ڪا به ڳالهه ڪونهي، نيٺ مجبور ٿي سجاد نشين اهو چيو ته جيڪڏهن شام پنج وڳي تائين بچل چانگ فيصلي ۾ نه آيو ته پوءِ فيصلو مُکي جي حق ۾ ڏنو ويندو آخر شام جا پنج به ٿيا ۽ بچل چانگ ڊپ جي ڪري فيصلي ۾ نه ويو ته سجاد نشين اهو چئي فيصلو هوت چند جي حق ۾ ڏنو ته حق ۽ ناحق جي خبر خدا کي پر بچل چانگ جي، فيصلي ۾ نه اچڻ جي ڪري زمين جي مالڪي مُکي هوت چند جي ميڇي ويندي . وڌيڪ خدا بهتر ڄاڻندو بچل چانگ جو نسل ته ان ڏينهن پنهنجي ماڻهن جي ملڪيت کان محروم ٿي ويو پوءِ بچل چانگ به وفات ڪري ويو ۽ سندس پنجن پٽن مان ٿي پٽ فيض محمد چانگ، عبدالرحمن چانگ، بابو چانگ به وفات ڪري ويا ۽ سندس ٻه پٽ محمد خان چانگ ۽ محمد ايوب چانگ حال حيات آهن ۽ مزدوري تي گذر سفر اٿن.

وقت پنهنجي ڪروٽ بدلائي، اڄ هوت چند مُکي جو ڏهنو ڪڏهن ڪڏهن ڏگھڙي ۾ پنڌي نظر ايندو آهي، مُکي هوت چند جو سمورو غرور مٽيءَ ۾ دفن ٿي ويو.

هن ماجرا مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته ڏگھڙي جي زمين جي فيصلي لاءِ جهوڪ شريف مان سجاد نشين کي اچڻو پئي ٿو يا بچل چانگ جي ٻنيءَ جي ڪيس لاءِ عبدالرحيم بلوچ کي ڊوڙ ڊڪ ڪرڻي پئي ٿي ته ان مان سمجهڻ گهرجي ته ڏگھڙي ۾ ٽالپرن جو ان وقت فيصلا ڪن اثر ڪونه هو جيڪو پوءَ مير حاجي محمد حيات ٽالپر جي اقتدار ۾ اچڻ سان ٿيو.

ڏگھڙي جي حڪمران ٽالپرن جو هڪ دؤر اهڙو به رهيو آهي ته هو روايتي وڏيرن وانگر پنهنجي ديرن مان ووٽ نه ڏياريندا هئا.

صابرين طبيعت جي سچائپ رکندڙ مير حاجي جان محمد مرحوم جنهن لاءِ اڄ به ساقين جي صحرائين مان سيراب ٿيل رند آهه زاري ڪندي اهو چوڻ ٿا ته مير جان محمد مرحوم ڪير سڏائي، مير جان محمد جي شخيصت کان متاثر ماڻهو ميلن ملاڪڙن جا شوقين رهيا آهن ۽ ڳالهين جا ڪوڏيا طور سچائپ به رکن ٿا، اُهي ماڻهو اهو ٻڌائين ٿا ته جڏهن مير حاجي جان محمد ۽ مير حاجي محمد حيات ٽالپر هڪ ٻيڊي اليڪشن ۾ هڪٻئي جي سامهون بيٺا ته اليڪشن هلندي مير خان محمد سورهڏي واري جي گهر واري پنهنجي ورّ خان محمد سان گڏ سنڌن ٽوياڻا جيپ ۾ مير حاجي محمد حيات کي ووٽ ڏيڻ لاءِ آئي ته اهو ڏسي مير جان محمد وقت ڪان اڳ پنهنجي ساٿين کي اهو چيو ته "اٿو وڃي مير حاجي محمد حيات کي مبارڪون ڏيو پاڻ اليڪشن هاڻ ڪونه ٿا وڙهون" ڇاڪاڻ جو مير خان محمد ٽالپر جي گهر واري مير حاجي جان محمد ٽالپر جي پيڙهه هئي، ان وقت مير صاحبان پنهنجي ديرن مان ووٽ ڏيارڻ کي عيب سمجهندا هئا.

مير حاجي جان محمد ٽالپر ڏگھڙي جي اڳوڻي تعلقي ناظم مير زاهد حسين ٽالپر جو والد هو طبيعتن ڏاڍو سٺو انسان هو راڳ رنگ جو شوق رکندڙ ۽ مسڪينن سان ٻاجهاروءِ حال مست رهندڙ شخص هو محرم

الحرم جي ڏينهن ۾ ڏگهڙي جي محمد شاھ جيلاني واري پڙ ۾ نغارا وڄائڻ وارو عمل امامن جي ڊيوٽي سمجهي ادا ڪندو هو سندس وڏو فرزند مير غلام حيدر ٽالپر به سادگي پسند ماڻهو هو راڄ برادري ۾ مسڪين ماڻهن وٽ مرڻي پرڻي هڪدم پهچي ويندو هو ته آڪڙ نه شوبازي غريبن سان ياري، سندس ويجهن دوستن ۾ در محمد شالماڻي، مير احمد خان ٽالپر، محمد سليم قمبراڻي ۽ ابراهيم قمبراڻي هئا، پاڻ حج ڪرڻ لاءِ ويا اتي ئي وفات ڪيائين کيس اتي ئي دفنايو ويو.

## ٽالپر

ٽالپر بلوچن جي مشهور قبيلي هوت سان تعلق رکن ٿا. سندن مورث اعليٰ اسماعيل خان ملتاني جي گورنر سلطان شاھ حسين لانگاھ جو گهاٽو دوست هو جنهن کيس دعوت ڏيئي مڪران مان پاڻ وٽ گهرايو اسماعيل خان 1488ع ۾ پنجاب جي شهر ديري اسماعيل جو بنياد رکيو.

("ماٽڪاڻي ميرن جي تاريخ " مير حاجي، محمد بخش خاص صفحو 8 ۽ 11، 1976ع ) (جڏهن ته هوت سماٽ آهي)

مير اسماعيل خان جو پوٽو بجير بن بيزن سن هزار هجري مطابق 1592ع ۾ لڏي ياڳناڙي ۾ ويٺو، ڪجھ وقت ڪانپوءِ هو ديري غازي خان جي حد ۾ آيو ۽ چوٽي بالا جو ڳوٺ پڏي ويٺو.

("سنڌي يوسف زليخا" غلام مرتضيٰ شاھ سيد، مطبع جليل اڪليل ڪراچي 1892ع صفحو 592)

هن قبيلي تي ٽالپر لقب به چوٽي بالا ۾ پيو، هن ڳوٺ ۾ هڪ ٽاريءَ جو وڻ هو جنهن هيٺيان بجير بن بيزن ۽ سندس قبيلي وارا ويهي ڪچهري ڪندا هئا، ان ڪچهري ۾ ويهڻ وارن جو نالو ٽالهي پور يعني ٽالهي جا پٽ هڪ ال طور پئجي ويو سرائيڪي زبان ۾ ٽاريءَ کي ٽالهي سڏيندا آهن، اهو لفظ ٽالهي پور مان ڦري ٽالپر بڻجي ويو ان ڪانپوءِ هن خاندان ۾ زنگي بن بجار کي هڪ پٽ به ان ٽاريءَ جي وڻ جي هيٺيان ڄائو، جنهن جو نالو ئي

ٽالهو رکيائون، اهو ٽالهو سنڌ وارن ميرن جي وڏي مير سليمان عرف ڪڪي خان جي پيءُ شاهو خان جو چاچو هو مير ڪڪي خان جي رهائش به چوٽي بالا ۾ هئي، جتي سندس پٽن ۽ پوٽن جي نالي تي واهه قلعا ۽ انهن جا ويڙاهه اڄ به موجود آهن.

("سنڌي يوسف زليخا" صفحو 609).

## تخت گاهه ماٺڪاٽي سرڪار

"ٽالپر دؤر ۾ ٽي سرڪارون حيدرآباد، خيرپور ۽ ميرپورخاص هيون، ميرپورخاص واري سرڪار جو نالو ماٺڪاٽي سرڪار هو ڇو جو ميرپورخاص جي شهر بعد ۾ آباد ٿيو ان کان پهرين جڏهن "ماٺڪاٽي سرڪار" جو باني مير ٺارو خان ٽالپر پنهنجي سرڪار الڳ ٺاهي هئي، ان جو مرڪز ڪجهه وقت لاڙ خط ۾ فتح پور کي رکيو جيڪو هن جي والد آباد ڪيو هو ان کانپوءِ ونگو پرڳڻي ۾ قديم درياءَ پراڻ جي ڪناري تعلقي ٽنڊو باگي جي اوپري سرحد تي هڪ دريائي ڪيٽي تي قلعو تعمير ڪرايو.

هڪ زماني ۾ مير علي مراد خان ماٺڪاٽي جي پنهنجي عزيزن سان ناسازي ٿي پئي ته هن پنهنجي رهائش گاهه لاءِ نئون ڪوٽ جو قلعو تعمير ڪرايو جيڪو ٿر ۾ ميرن جي ٻين قلعن کان وڏو هو"

(مهر ڪاڇيلو، "تاريخ ٿرپارڪر" صفحو 119 اردو)

اشتياق انصاري پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا" ۾ نئون ڪوٽ جي قلعي لاءِ هن ريت ذڪر ڪري ٿو ته "نئين ڪوٽ لاءِ اهو چيو وڃي ٿو ته " "ٿر جو هي ڪوٽ 1814ع ڌاري تعمير ڪيو ويو، جيئن ته مير ڪرم علي خان پنهنجي ڀاءُ مير غلام علي جي وفات بعد 1812ع ۾ سنڌ جي تخت تي ويٺو ۽ 1928ع ۾ وفات ڪيائين، ان مان صاف ظاهر آهي ته نئون ڪوٽ سندس نظر داري هيٺ تيار ٿيو هوندو " اسان کي اهڙا اشارا سنڌ جي مختلف تاريخن ۾ ملن ٿا الله بخش عقيلي (الوحيد اسپيشل ايڊشن 1936ع ) ۾ لکي ٿو ته نئين ڪوٽ جو قلعو سال 1814ع ۾ اڏايو

ويو جنهن جي ڊيگهه 640 فٽ ۽ ويڪر 600 فٽ هئي، اهو سيني قلعن ۾ وڏو معلوم ٿئي ٿو . انهن قلعن جا ڪجهه آثار عبرت لاءِ هيئنر به موجود آهن“

رائيچند هريجن به ان ڳالهه جو حامي آهي ته ”نئين ڪوٽ جو قلعو مير ڪرم علي خان سال 1814ع ۾ ٺهرايو هن جي ڊيگهه 640 فٽ ۽ ويڪر 600 فٽ آهي، اهو سيني قلعن کان وڏو هو پٿيون اڃان بيٺيون آهن، انهن قلعن ۾ ساڳي قسم جي سر ڪم آندل آهي، جا هاٿوڪي چالو ڪشتي واري سر (3*6*12 انچ) کان ڊيگهه . ويڪر ۽ ٿولهه ۾ گهٽ آهي“

سروپچند اسير به انهي ڳالهه جو اظهار ڪندي نظر اچي ٿو ته ”مير ڪرم علي خان جي سادهه دل ٿرين ۽ سندن سادگي پسند ڳالهڙين سان خاص همدردي هئي، هو وقت بوقت ٿر جو گشت ڪندو رهيو ۽ ان جي قلعن فتح ڳڙهه. گڏيو سينگاريو وغيره جي مرمت به ڪرائيندو هو هن پنهنجي رهڻ لاءِ هڪ خاص قلعو ٿر ۾ نئون ڪوٽ نالي سان سن 1229هه (1814ع) ۾ اڏيو“.

محمد اسماعيل عرساڻي وري نئين ڪوٽ جو بيان هيئين طرح سير ريگستان ۾ ڏنو آهي، ”هي قلعو سن 1814ع ۾ مير ڪرم علي خان ٺهرايو جو ٿر جي سيني قلعن کان وڏو آهي، سندس ڊگهه 640 فٽ ۽ ويڪر 600 فٽ آهي، قلعي ۾ ميرن جو سپاهه پڻ رهندو هو وٽن بارود به هو. قلعو اڃا سالم حالت ۾ آهي“

## نئون ڪوٽ جو قلعو ۽ مير پور جا مير

سنڌ جي فتح بعد ميرن جون پاڻ ۾ خانداني رنجشون ٿي پيون، جن ٿوري ئي وقت ۾ سنڌ کي جداجدا حصن ۾ ورهائي ڇڏيو اعجازالحق قدوسي ميرن جي اختلافن ۽ سنڌ جي ورهاست جو احوال هن طرح ڪيو آهي، ته ڪجهه ڏينهن تائين مير فتح علي اطمينان ۽ سڪون سان حڪومت ڪندو رهيو هو چاهي پيو ته ملڪ جي وحدت ٽڪرا ٽڪرا نه

ٽئي ۽ ٽالپر پاڙ ۾ ڪير ڪنڌ ٽي رهن. ان ڪري هن آساني جي لحاظ کان ملڪ جا ست حصا ڪيا، چار حصا پاڙ ۾ پنهنجي ٽن ڀائرن لاءِ ۽ ٻه حصا مير سهراب خان کي ڏنا ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان کي ڏنو پر اها ورهاست مير سهراب ۽ ٺاري خان کي پسند نه آئي. اهو مير فتح علي خان جيڪو سيني جي اک جو تارو هوندو هو هاڻي انهن کي ان جي حڪمراني نه وڻندي هئي، ان ڪري مير سهراب خاموشي سان نڪري روهڙي پهتو اُتي هن قوت حاصل ڪري پنهنجي لاءِ مستقل اقتدار حاصل ڪري ورتو ائين خيرپور رياست جو بنياد پيو ٺارو خان اتان نڪري شاهه بندر پهچي اتي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. ان طرح ٽي مرڪز ٿي ويا ۽ هر هڪ طرفان علحيده علحيده خراج رقم دربار شاهي ۾ پيش ٿيندي هئي. "

**(اشتياق انصاري "سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا" صفحو 464، 465)**

اهڙي ريت مهر ڪاڇيلوي جو رايو آهي ته نئين ڪوٽ جو قلعو مير علي مراد خان ٺهرايو. پر سنڌ جي ٻين محققن جو رايو ان جي مختلف نظر آيو.

ماڻڪاڻي سرڪار لاءِ مهر ڪاڇيلوي جو وڌيڪ چوڻ آهي ته "1806ع ۾ مير مراد علي خان ميرپورخاص جو قلعو ۽ شهر تعمير ڪرائي هتي اچي ويٺو ان ڏينهن کان هي قلعو ماڻڪاڻي سرڪار جو دارالسلطنت قرار ٿيو جيڪو 1843ع تائين رهيو 1806ع کان هن حڪومت کي ماڻڪاڻي سرڪار جي بجاءِ ميرپورخاص سرڪار چيو ويو.

**(مهر ڪاڇيلوي "تاريخ ٿرپارڪر" صفحو 120 اردو)**

مير فتح خان جا پٽ، جيڪي وڏا بهادر ۽ مرد ميدان هئا، جن پنهنجي والد فتح خان جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ هالاڻي جي ميدان ۾ جنگ ۾ وڙهيا، جنهن ۾ چار ماڻڪاڻين ڪلهوڙن جي فوج جا ڌجيا اڏائي ڇڏيا. ان ۾ مير غلام علي خان (باني ٽنڊو غلام علي) مير الهيار ثاني (باني ٽنڊوالهيار) مير ٺارو خان (حاڪم اول ماڻڪاڻي سرڪار) ۽ مير باگو خان (باني ٽنڊوباگو) هئا.

**(ايضن صفحو 121).**



كامريڊ مصطفيٰ رضا، كامريڊ شمشاد ۽ ڊاڪٽر صغير قائمخاني



چوڌري حاجي محمد اسلم گِل



مير حاجي محمدحيات ٽالپر MPA ۽ فقير بشير لغاري



مير مُبارڪ خان ۽ مير مقصود خان جون مزارون



ڳُنب قبرستان (نوحاڻي)



جهان خان پُر ڳڙي

## فقير بشير لغاري سان رهاڻ

ڏگهڙي جي تاريخ تي ڪتاب لکڻ جي حوالي سان اسان جون فقير بشير لغاري سان ٻه جامع ڪچهريون ٿيون. پهرين ڪچهري تاريخ 2011_11_06ع ٻي ڪچهري 2011_11_20 تي سندس ڳوٺ فقير غلام علي ۾ ٿي.

"فقير بشير لغاري جي پيدائش، تاريخ 4 فيبروري 1944ع تي لاڙڪاڻي ۾ ٿي، سندن ناناڻا لاڙڪاڻي جا هئا، تعليم ايم اي تائين حاصل ڪيائين، سندن ڳوٺ فقير غلام علي کي 85/1880ع ۾ خود فقير غلام علي اچي آباد ڪيو سندن تعلق پير صاحب پاڳاري جي حُر جماعت سان هئڻ ڪري فقير چورائين ٿا، اها فقيري سندس پڙ ڏاڏي فقير خان محمد طرفان پير صاحب پاڳاري جي پوئلڳي ڪرڻ ڪري ملي."

فقير خان محمد انگريز دؤر ۾ ڪاردار جي عهدي تي فائز هو جيڪا پوسٽ مختيار ڪار جي درجي جي هئي، فقير خان محمد ديره غازي خان ڪانپوءِ دادو آيا ۽ دادو ڪانپوءِ اچي ڏگهڙي جي پرسان ڳوٺ ٻڌائي مستقل رهائش اختيار ڪئي.

فقير بشير چوي ٿو ته "ننڍي هوندي کان پڙهڻ سان چاهه رهيو، باباسائين لاءِ الوحيد اخبار ايندي هئي، ڳوٺ ۾ سا پڙهندو هئس، تڏهن شايد اخبار الوحيد جون ٻه ڪاپيون ڏگهڙي شهر ۾ ريل رستي ايندڙيون هيون، ان مان هڪ ڪاپي بابا لاءِ اسان جي ڳوٺ ايندي هئي."

ڏگهڙي جي باري ۾ فقير بشير لغاري جو چوڻ هو ته ڏگهي ميربحر مائي جي رهائش ان پٽڻ جي پر ۾ هئي. پٽڻ پار ڪرائڻ جو ڪرايو چٽانگ جانور وٺندي هئي، جنهن کي ان وقت "پٽڻ پاٽي" چيو ويندو هو.

فقير بشير جو وڏيڪ چوڻ هو ته هڪ روايت آهي ته "فقير صوفي صديق جيڪو سجاد نشين هو ، جنهن سونهري جي واٽين کي پٽيو تڏهن شهر لٽجي ويو"

فقير چوي ٿو ته سرفراز واهه سرفراز ڪلهوڙي کوٽرايو جيڪو ڇمبڙ تائين پهتو هو ان جو باقي ڪم ميرن جي آخري حڪمران مير نصير خان ڪرايو جيڪو ڏگهڙي کان ٿيندو ڳوٺ فقير غلام علي جي مٿان وڃي درياهه پراڻ ۾ پوي ٿو.

فقير بشير وڏيڪ ٻڌائي ٿو ته جرنل شالمين حيدرآباد جي قلعي ۾ توبون هلائيندو هو جنهن بعد ۾ ميرن جون زائيفائون حيدرآباد قلعي مان ڪڍي ٽنڊي نوڙي پهچايون.

فقير بشير جو شالمين جي باري ۾ خيال پنهنجي جاءِ تي پر رحيمداد خان مولائي شيدائي "جنت السنڌ" ۾ شالمين جو ذڪر ڪجهه هن ريت ڪيو آهي ته "حيدرآباد جي قلعي ۾ سرائي (ڪلهوڙو) ميان عبدالنبيءَ پاران شالمين حبشي قلعدار هو قلعي اندر مٽي پاڻي جا پنج کوهه هئا هر ڪنهن قسم جي اَن جا انبار ۽ گاهن جون دتيون هيون. بارود سان تجرون پريل هيون. قلعي وارن کي ٻاهرئين غنيم جي حملي کان ڪو خطرو نه هو مير فتح علي، حاجي احمد خان کي لشڪر ڏيئي قلعي ڏانهن روانو ڪيو ٻن ورهين (2سال) تائين ٽالپري لشڪر قلعي تي گهيرو ڪيو. مگر ڪڙتيل ڪو نه نڪتو آخر مرراٽين بارود کي باهه ڏني، جنهن جي ڌڪاءَ ڪري قلعي جي اويرندي واري ديوار جو ڪجهه حصو ڪري پيو حاجي احمد خان لشڪر سميت قلعي اندر ڪاهي پيو شالمين گرفتار ٿي، ميرن اڳيان پيش ٿيو فاتح مير سندس نمڪ حلاليءَ جي ساراهه ڪئي ۽ مٿس گهڻيون نوازشون ڪيون.

تنهن کانپوءِ شالمين سرائين جي حرم کي وٺي- جوڌ پور ڏانهن ويو.
(مولاي شيدائي "جنت السنڌ" صفحو 478)

اهو ذڪر شاهنامه سنڌ ۾ حيدرآباد جي قلعي جي حوالي ۾ پڻ ٿيل آهي، جڏهن شالمين جوڌپور کان واپس موٽيو هوندو ته اڇي آراڙو سامارو جيمس آباد ۽ ٽنڊوجان محمد ۾ رهيو هوندو ڇاڪاڻ جو ڏگهڙي ۾ شيدي برادري ۾ موجود شالماڻي ذات وارا به آهن. جئين ڪامريڊ سومار شالماڻي

جيڪو در محمد شالماڻي جو والد آهي، مرحوم حاجي خان شالماڻي جيڪو اياز حسين شالماڻي جو والد هو هي اصل ٽنڊوجان محمد جا آهن، اتان لڏي ڏگهڙي آيا آهن. ساماري جي طرف ڪجهه خاصخيلي برادري جا ماڻهو به شالماڻي سڏائين ٿا.

ڏگهڙي ۾ محمد هاشم شيدي نالي ملهه پهلوان هو جنهن جي اولاد آهي، محمد فضل، محمد حيات عرف حاجن، عبدالغفورؒ ۽ ماستر محمد حنيف ۽ اهڙي طرح عبدالستار به هو جنهن جي اولاد، احمد علي ڪوثر، اعجاز احمد، اشفاق علي ۽ سندن پاٽر آهن. محمد هاشم جي اولاد قمبراڻي سڏائي ته عبدالستار جي اولاد پنهنجي ڏاڏي ڦلو جي پويان ڦلاڻي سڏائي. پر پنهي لاءِ اهو به چيو ويندو آهي ته هنن جو شالمين جي نسل سان تعلق آهي.

اهڙي ريت فقير بشير لغاري اهو به چوي ٿو ته جڏهن اڱوٺو سونهري شهر ڏاڙيلن پاران لُٽيو ويو ته ڪنڊو شيدي جيڪو سونهري ۾ واڻين جو پاڻي پريندو هو. تنهن اچي ڏگهڙي جي پتڻ وٽ تڪيو ڪري ويٺل سيد محمد شاهه جيلاني کي ٻڌايو ته "سونهري کي ڏاڙيل لٽي رهيا آهن" جنهن تي سائين محمد شاهه مٽيءَ جي مُٺ پري سرفراز جي ڪنڌي تي ڇٽي ۽ اهو چيو ته "اسان ليڪو ڪڍي ڇڏيو آهي" ڏاڙيل هيڏانهن نه ايندا"

(اهو ڪنڊو شيدي لونگ شيدي جو والد هو ۽ لونگ وري حاجي ڪالو شيدي جو والد هو ۽ حاجي ڪالو منهنجو ناناڻو هو) فقير بشير لغاري پنهنجي ڪچهري کي اڳتي وڌائيندي چوي ٿو ته سيف الملوڪ ۽ بدي الجمالي، پٺي پراڻ ۾ ٻيڙي اونڌي ٿيڻ ڪري ٻڏي مئا، جن جون قبرون پراڻ جي ڪنڌي تي آهن. پراڻ جي ڪنڌي تي واقع ميندرن جون پٿون آهن، راڻو ميندرو هن ڳوٺ جو هو. توريي مان تيل ڪيڻ لاءِ تنهن وقت ان ڳوٺ ۾ 300 گهاڻا هئا. درس عثمان ڏاتار پراڻ ڪناري مدفون آهي، سڪريو فقير حضرت بابو سڪريو ملا ڪاتيار جي خانقاهه سان تعلق هئس، سندس آخري آرام گاهه پراڻ جي ڪنڌي تي آهي، ڳوٺ سڪرياري سندس نالي پويان آباد ٿيو آهي. فقير بشير لغاري جو وڏيڪ چوڻ هو ته نوحاڻي ذات

سندن وڏي نو هڪ خان جي پويان پئي آهي، اڳئين وقت ۾ نوحاڻي ۽ ناهيان ميرن جي بنگلن جا نوڪر هوندا هئا.

منڙائو واهه جو نالو فقير منثار جي نالي سان پيو آهي، فقير بشير منثار فقير جو هڪ بيت به پڌائي ٿو:

تالپر ڏانتا، ڪلهوڙا گاهه،
وڌيوس ڪريو ڍير فقير ڏي باهه.

فقير بشير جو اهو به چوڻ آهي ته ميندرا پهرين پراڻ ڪناري رهندا هئا، پوءِ لڏي لاڙ ويا. (راڻي مينڌري جي جيڪا مومل هئي ان لاءِ بدر ابڙي هئين لکيو آهي ته "اتر سنڌ تي راڄ ڪندڙ راجا گجر راجپوت کي نو (9) ڌيئرون هيون، مومل، سومل، ساجان، سوڍي، مرم، مردان، ڪوڏ، ڪنداهي ۽ مارکي، سومل سڀ کان سياڻي هئي ۽ مومل سڀ کان سهڻي هئي، باقي سڀ سنڌ، جوڌپور ۽ جيسلمير ۾ پرڻيل هيون، سومل گهڻو ڪري پنهنجي ذاتي محل شجرپور ۾ رهندي هئي ۽ مومل پنهنجي پيءُ سان")

(بدر ابڙو "سنڌوءَ جو سفر" 89ع صفحو 662)

ذڪر فقير بشير جي ڪچهري جو، فقير صاحب جو چوڻ هو ته مالابار سمنڊ جون لهرون جيڪي تسبي جي داڻن جيان هڪبئي جي پويان اچن ٿيون، انڪري هن کي مالابار سمنڊ چيو وڃي ٿو، ڪاري پاڻي جي سزا، انڊونيشاءَ ۽ برما جي وچ ۾ انڊيمان جو جزيرو جيڪو انڊيا جي هٿ هيٺ آهي، انگريز سنڌ جي ماڻهن کي "ڪاري پاڻي"جي سزا ڏيئي اوڏانهن اماڻيندا هئا.

لفظ ڪوس، ڪوهسار مان نڪتو آهي، ڪوهه + سار جبل سنڀاليندڙ يعني پهريدار يا چوڪيدار.

لغار۔ بندر عباس وٽ لغار ندي آهي، لغاري فوج جنگ تي وڃڻ لاءِ تيار ڪو نه ٿيا، ان ڪري لغاري، سڏيا ويا . لغاري معنيٰ سيني جي مر.

جاٽ معنيٰ جت مرميد معنيٰ مهاڻا.

رحيم خان نوتڪاڻي جي ڳوٺ وٽ (چام نندي جي دور ۾)

ٿيا،ور پتي جي رهائش هئي.
پاتي يا پتي ساڳي ڳالهه آهي.
جت سمات آهن.
. مدد خان پٺاڻ بسان سنڌ ۾ پروچ وڙهيا،
زرداري جت آهن ۽ جت پروچ نه آهي.

جيڪي قبيلا ملتان کان ٿي سنڌ موٽيا، انهن سرائيڪي زبان استعمال ڪئي، خاصخيلي به انهن مان آهن. ڄسڪاڻي، ملڪاڻي، ٻهراڻي ، برهماڻي، اُهي سمات آهن ڪلوئي معنيٰ ڏوئي.

شيدي ۽ خاصخيلي ايران کان آيا آهن.

ڪپر ندي بلوچستان ۾ آهي ڪپري اتان جان آهن. جدگال معنيٰ جدا ٻولي ڳالهائيندڙ ـ غير.

ٻي جنگ عظيم ۾ پنجاب انگريزن کي فوج ۾ ڀرتي لاءِ ڏهه لک ماڻهو ڏنا هئا.انگريز ٻي جنگ عظيم کان اڳ فوج ۾ صرف نڪر، خاصخيلي ۽ ٻروچ ذاتين جي ماڻهن کي ڀرتي ڪندا هئا. فقير بشير لغاري جو وڏيڪ چوڻ هو ته ڏگهڙي ۾ موجوده نيشنل بينڪ وٽ ڏگهڙي جو آڳاٽو پرائمري اسڪول هو. اڳوڻي چيئرمين شفيع محمد آرائين جي گهر وٽ به اسڪول هو جتي انگريزي ٽي درجي تائين پڙهائي ويندي هئي. محمدؐ سليم لغاري، ظهر الدين جو والد وڏو ڄاڻو ماڻهون هو. آصف جا ڪارواڻي ڀتائي جو وڏو ڄاڻو هو. ماستر عبدالواحد، ڀتائي ۽ احمد ملاح جو ڄاڻو هو.

محمد افضل آرائين ديهه 170 وارو، جنهن ڏگهڙي کان ٻهرين ديهه 170 ۾ اسڪول ٺهرايو. ڊاڪٽر فيروز الدين جي گهر پٺيان ٻن ڪمرن وارو اسڪول هوندو هو هڪڙي ڪمري ۾ ڇوڪريون ته ٻي ڪمري ۾ ڇوڪرا پڙهندا هئا.

فقير بشير تاريخ تي روشني وجهندي ٻڌايو ته "ساموئي نگر ونگي ۽ وجوٺي جي وچ ۾ نئون ڪوٽ لڳ هو"بمبيءَ ۾ ٽيهه لک ڪولهي رهن ٿا، بمبيءَ اصل شهر ئي ڪولهين جو آهي، انگريز هن خطي ۾ پهرين ريلوي

لائين تعمير ڪرائي ۽ اتي سامان مسافرن جو ڪولهي ڪٽي پهچائيندا هئا، جن کي انگريز سڏيندو تہ ڪولهي هو پر اُچار "قلعي " نڪرندو هو انهي قلعين جو اصل نالو "ڪولهي" آهي.

ڪولاپور ڪولهين جي اسٽيٽ آهي.

انڊين مشهور ايڪٽر پدمني ڪولاپري بہ ڪولهي آهي، ڪولهي مرائي آهن.

فقير بشير لغاري جن سان رهاڻ پڇاڻي تي پهتي، پر اسان کي اهو معلوم بہ ٿيو تہ فقير صاحب جي لائبريري ۾ پندرانهن هزارن جي قريب ڪتاب آهن. لائبريري جو افتتاح سن 1960ع ۾ پير سائين پاڳاري جن ڪيو هو. فقير صاحب سان گڏ ڪيل ڪچهرين ۾ مون سان گڏ ڪامريڊ سومار شالماڻي، چندي رام استام وينڊر، اقبال جت ۽ در محمد شالماڻي جو ڀرپور ساٿ رهيو.

## مريد جرورا "رول" سان ڳالهہ ٻولهہ

مريد جروار کي "رول" انڪري چيو ويندو آهي تہ هي اڪثر ڪنهن هڪ جاءِ تي نہ ملندو آهي، زندگي جو گهڻو عرصو پنڌ هلندي گذاريو اٿس، ڪنب جي نوحاڻين سان ياريُ هئس، مريد جروار جو چوڻ آهي تہ ڪنب جو جيڪو قبرستان آهي، ان ۾ هڪ قبو مٺو نوحاڻي جو آهي مٺو منهنجو دوست هو ۽ سخت طبعيت جو ماڻهو هو.ڏگهڙي ۾ موجوده ڪولهين جي پاڙي وٽ ڪولهين جو وڏو ڳوٺ هو. مير بتده علي جي والد جو نالو مير محمد حسن هو مير گهوڙي تي ايندو هو ۽ آڏي گلي وارو پهراڻ اڪثر پائيندو هو.

ڪريمداد جروار ملهہ پهلوان هو.

مريد جو وڏيڪ چوڻ هو تہ مون سمن سرڪار کي جيئري ڏٺو .

محمد هاشم شيدي بہ ڏاڍو سٺو ملهہ پهلوان هو.چوڌري محمد شريف جي پيءُ جو نالو محمد اسماعيل ۽ سندس ڏاڏي جو نالو علاؤالدين هو.ڏگهڙي

۾ مير غلام حيدر جي ڪڪاڻي اوطاق هوندي هئي. مير حاجي محمد حيات جو والد مير حاجي فتح خان سدائين اجرڪ جو پٽڪو ٻڌندو هو.

(هي ڳالهه ٻولهه تاريخ 30_11_2011 تي ڊاڪٽر غلام الله جروار جي ڪلينڪ ڏگهڙي ۾ ٿي، جتي ڊاڪٽر صاحب به موجود هئا.)

## رپ ۽ بروو

ڪي ٽي اين تان تاريخ 6_5_2012 تي پروگرام "تاريخ" نشر ٿيو جنهن ۾ محقق ڊاڪٽر اسد جمالي پلي ۽ فقير بشير لغاري جي گفتگو شامل هئي.

محققن جو چوڻ هو ته شهزاديءَ رپ ڪلياڻ بادشاهه جي نياڻيءَ هئي، جنهن تي بروو عاشق هو. ڏگهڙي جي ديهه ڳانيو ۽ تعلقي ڪوٽ غلام محمد جي حصن تي ڪلياڻ رياست قائم هئي. بروو عشق ۾ ان حد تائين محور رهيو جو ڪاسائي جي معرفت پنهنجي جسم جو گوشت ڪوري حويلي ۾ شهزادي رپ ڏانهن اماڻيندو هو ۽ شهزادي ڪاسائي کان مليل گوشت جانور جو سمجهي، کائيندي رهي، محققن جو وڌيڪ چوڻ هو ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ مولوي احمد ملاح ان قصي کي ڳايو آهي.

(شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلياڻ آڏواڻي واري سهيڙيل رسالي ۾ صفحي 367 تي سُر رپ جو مشهور بيت هيٺيون ڄاڻايل آهي،

نهائين ڪان نينهن، سک منهنجا سپرين!
سڙي سارو ڏينهن، ٻهر ٻاڦ نه نڪري

اهڙي ريت رسالي ۾ مڪمل "رپ" سر ڄاڻايل آهي ۽ هن عظيم عشق جي داستان جو تعلق به ڏگهڙي جي پسگردائي سان ملي ٿو.)

## خاناڻي ٽالپر ڏگهڙيءَ

سنڌ اسيمبلي جي ضلعي ميرپورخاص جي تڪ PS_66 يعني تعلقي ڏگهڙي ۽ تعلقي جهڏي تي ڏگهو عرصو ايم پي اي رهندو ايندڙ مير

حاجي محمد حيات خان ٽالپر جو تعلق خاناڻي ٽالپرن سان آهي سندس وڏا خانپور جا هئا. خانپور جا خاناڻي ٽالپر سکيا ستابا هئا. سندن خاندان ۾ مقصود خان ۽ علودو خان وڏي نالي وارا همراهه ٿي گذريا آهن

خانپور لاءِ مشهور تاريخدان معمور يوسفاڻي صاحب لکي ٿو ته "هن ئي هنڌ ٽالپرن جي دور جي شروع ۽ ڪلهوڙن جي دؤر جي آخر ۾ "خاناڻي" ميرن جو تاريخي شهر "خانپور يا کن " هو جيڪو ناري پٽ جي مشهور مجذوب فقير " عبن دهلڙي واري" جي پاراتي سان برباد ٿيو. هوهڪ دفعي ميرن ۽ لڪياري سادتن جي تڪرار ۾ ساداتن جو طرف وٺي ميرن کان سيدن جون مينهون ڇڏائڻ لاءِ ويو ميرن نه رڳو جواب ڏنو پر هنن ساداتن کي به ڪافي برو ڀڳالهايو جنهن تي فقير صاحب کي جوش اچي ويو ۽ هن دهلڙيءَ وڃائي هيٺيون بيت ڏنو.

"پلي" اڳي پڌرو ٻيو ٻيلي ٽيس "رام"
"علودي" ۽ "مقصودي" جي ڳُنڊي رهندي ڪان،
پئي هن پٽ ۾ ڪم ڪندي ڪا نه
"خانپور" جا خان لڏي لهنوارا ٿيا.

(ڪتاب اُنا مينهن ملير، معمور يوسفاڻي صفحو 158)

هڪ ته خانپور جو لهوارو پاسو ڏکڻ ۾ ساماري ڪنري وغيره. ڏگهڙي ته اولهه ۾ اٿس ۽ ٻيو مجذوبن لاءِ انتهائي احترام ۽ معمور يوسفاڻي (پلي) صاحب جي تاريخي ڪاوش کي سلام پر تاريخ ڪجهه ٻيو به ٻڌائي رهي آهي ڇاڪاڻ جو عبن فقير خاناڻي ميرن کي تڏهن پاراتو ڏنو هو جڏهن ميرن "ٽالپرن" جي حڪومت اڃان سنڌ ۾ ڪا نه هئي، پوءِ ميرَ سنڌ جا واڳ ڌڻي ٿيا، ۽ خاناڻي، ٽالپر خانپور مان ڪافي پوءِ لڏيا آهن ۽ ويرا وير وڏ آهن، ڏوليا ڪونه آهن.

ڪتاب "تاريخ ڳوٺ ڊينگاڻ پرڳڙي" ۾ ٻڌ پري گوسوامي ۽ ٻيا ساٿس گڏيل ليکڪ صفحي 11 ۽ 12 تي لکن ٿا ته "حمير سومري " جي دؤر جي ڳالهه ٿا ڪن ته "رندو واهه" شهر جي اولهه ڏکڻ وهندو اتر اوير ويندو هو "اهو

واهه پراڻ مان نڪري" چونري "لانڊي گل حسن" کان ٿيندو هت ايندو هو. ڊينگاڻ کانپوءِ مخدوم رام جاڳو تائين وهندو هو. خانپور (اهو پراڻو ڳوٺ مخدوم رام جاڳو جي ويجهو آهي) جو خاناڻي ميرن نئين سر ٻڌايو هو. جڏهن مير مبارڪ جو مقبرو ٺاهيو پئي ويو تڏهن انهي جا پٿر انهي رندي واهه جي رستي حيدرآباد جي طرفان ٻيڙين جي ذريعي آندا ويا. انهي واهه مان ٻيڙين رستي ماڻهو سفر ڪندا ۽ سامان آڻيندا هئا. خانپور جي ٿٽل شهر ۽ مخدوم رام جاڳو بابت جهونن کان حقيقتون مليون آهن، اهي ڏيکارين ٿيون ته اهو مقام توڙي اهي ڳوٺ ڪلهوڙن جي صاحبي کان گهڻو اڳ جا آهن ۽ مير صاحبن پوءِ نئين سر انهي کي خانپور نالو ڏيئي آباد ڪيو هو.

تنهن کانسواءِ اتان خان واهه به وهندو هو سو شايد رندي واهه جو نالو اتي خان واهه رکيل هجي يا رندي واهه جي خان واهه هڪ برانچ يا شاخ هجي".

جنت السنڌ ۾ لکيل آهي ته "هوتڪ جي پاءُ علي ٽالپر جنهن کي عالي به چون تنهن کي به پٽ هئا، مير دريا خان ۽ ٻيو مير مبارڪ خان، دريا خان جي اولاد خاناڻي ٽالپر سڏائي ٿي ۽ مير مبارڪ جي اولاد خاناڻي ٽالپر، مير مبارڪ خان کي ٽي پٽ ٿيا هئا، هڪ تاجو ٻيو علودو خان ۽ ٽيو مقصودو خان انهن مان وري مير مقصود خان کي به پٽ ٿيا، علي خان ۽ شاهه علي. ۽ مير شاهه علي ٽالپر کي اولاد ۾ ٽي پٽ ٿيا، حيدر علي، بهاول خان ۽ مير علي محمد ٽالپر (اول) ۽ انهي مير علي محمد ٽالپر کي وري پنج پٽ ٿيا هئا جن ۾ پهريون احمد علي ٻيو علي مراد ٽيو غلام الله، چوٿون مير غلام حيدر ٽالپر (اول) ۽ پنجون شاهه علي ان مير غلام حيدر ٽالپر (اول) کي اولاد ۾ به پٽ ٿيا هئا هڪ مير ولي محمد ٽالپر ۽ ٻيو جان محمد ٽالپر (اول). مير ولي محمد ٽالپر کي ڪو به اولاد نه ٿيو هو ۽ مير جان محمد ٽالپر (اول) کي اولاد ۾ ڏگهڙي وارا ٽي مشهور ٽالپر ٿي گذريا آهن، هڪ مير حاجي غلام حيدر خان ٽالپر (دوم) ٻيو مير حاجي احمد خان ٽالپر ۽ ٽيو مير حاجي فتح خان ٽالپر جي صورت ۾ ٿيا آهن. ان مير حاجي فتح خان ٽالپر جو وڏو پٽ

آهي مير حاجي محمد حيات خان ٽالپر ۽ سندس پٽ پٽائرن ۾ ٽي آهي مير علي محمد خان ٽالپر (پيو) جيڪو ڏگهڙي شهر جو سابق چيئرمين / ناظم رهي چڪو آهي اهو آهي ڏگهڙي جي خاناڻي ٽالپرن جو اختصار سان آندل شجري جو وچوڙ"

اهڙي طرح ڪتاب "سنڌ ۾ جاگيرن جي تاريخ" ۾ اچي ٿو "تہ مير غلام حيدر ٽالپر (اول) پنهنجي ٽن مٽي ڇاڙتايل پائرن مير غلام الله، مير احمد علي ۽ علي مراد سان گڏ مير صوبدار جو ملازم هو جنهن کان هن جاگيرن جون ٽي سندون ورتيون هيون، منجهائن پهرين سند تي 2 ڊسمبر 1837ع ٻيءَ سند تي 27 آڪٽومبر 1838ع ٽين سند تي 20 جون 1839ع جون تاريخون لکيل آهن، سنڌ جي فتح کان اڳ پنهنجي پائرن سميت وٽن انهن سندن هيٺ پاٽيلا، گجا،شهاب الدين ، ناهيڪي ۽ سپڪي ۾ جاگيرون هيون.......... غلام حيدر ٽالپر (اول) جولاءِ 1851ع ۾ وفات ڪري ويو هو".

(سنڌ ۾ جاگيرن جي تاريخ حسين بادشاهہ صفحو 386,385 سال 2005ع).

اهو مير غلام حيدر ٽالپر (اول) فاتح سنڌ مير فتح علي ٽالپر جي پٽ مير صوبدار ٽالپر. وٽ ملازم هو ۽ شهيد هوش محمد شيدي بہ ان مير صوبدار وٽ ملازم هو.

مير حاجي غلام حيدر ٽالپر (پيو) جيڪو شهر ڏگهڙي ۾ راڄ جي والي واريءَ حيثيت رکندو هو سندس وفات حيدرآباد ويجهو ريل جي ڦاٽڪ مٿي سندن جيپ ۽ ريل گاڏي جي ٽڪر سان 21 رجب 1372 هجري بمطابق 1953ع ۾ تقريبن 60 سالن جي ڄمار ۾ ٿي هئي، کيس هڪ ئي پٽ مير حاجي جان محمد ٽالپر (پيو) جي نالي سان هو تنهن حاجي جان محمد ٽالپر (پيو) کي چار پٽ ٿيا، هڪ مير غلام حيدر ٽالپر (پٽيل) (ٽيون) جنهن جي وفات مڪي مڪرمہ ۾ 6 ذوالحج 1430هجري بروز اڱارو 24 نومبر 2009ع تي بيماري سبب ٿي، ٻيو مير زاهد حسين ٽالپر جيڪو 2005ع ۾ ڏگهڙي

جو تعلقہ ناظم چونڊيو ويو هو. تيون مير محمد اڪرم ٽالپر ۽ چوٿون مير شهداد عرف مير ڪاشف ٽالپر آهي.

تاريخ ۾ اچي ٿو تہ ٽالپرن ۾ مير شهداد ٽالپر اهو پهريون ماڻهو هو جيڪو سنڌ اچي ڪلهوڙن جو سپهہ سالار ٿيو ۽ سنڌ جو شهر شهدادپور سندس نالي سان منسوب آهي ۽ شاهپور چاڪر جو شهر سندس پٽ چاڪر خان ٽالپر جي نالي پويان سڏجي ٿو جنهن جي اولاد خيرپور رياست جا سهراباڻي ٽالپر آهن. اهو مير شهداد خانپور واري مير مبارڪ خان خاناڻي جو سڳو سئوٽ هو. ميرپورخاص ۾ مير جي لانڊي وارا مانڪاڻي ٽالپر (مير) سندس چاچي مانڪ جي اولاد آهن. ۽ سنڌ جا فاتح حيدرآباد وارا شهداداڻي مير بہ سندس اولاد آهن انهن ميرن (ٽالپرن) ۾ پنهنجي وڏن جي نالن پويان سندن پاڙن جا نالا الڳ الڳ پيل ڏسجن ٿا پر بنيادي طرح پاڻ ۾ هڪ آهن، يعني اهي مير سليمان ڪڱي ٽالپرَ جو اولاد آهن، اهڙي طرح ٽالپرن ۾ وري چوٺلاڻي ٽالپرن جو وڏو تعداد آهي، جيڪي چوٺل خان جي نالي پٺيان چوٺلاڻي سڏائين ٿا، پر ٽالپرن جي گڏيل شجري ۾ مونکي ڪٿي بہ چوٺل خان جو نالو نظر نہ آيو آهي. البتہ چل جو نالو ملي ٿو جيڪو هليلاڻي هو ان کي خداداد نالي پٽ ٿيو هو جنهن کي وري بہ پٽ نالي مراد جنهن جو اولاد مراداڻي ۽ بهار جنهن جي اولاد بهاراڻي آهي ٿيا هئا. مير مبارڪ قبرستان کي سخي مبارڪ قبرستان بہ چون، سندس مزار تي هيئن لکيل آهي "مبارڪ خان ولد علي بن ڪڪو بلوچ (فقير) وفات 1157 هجري جيڪا صدي عيسوي ۾ ٿيندي 1744ع " تنهن وقت ۾ سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي صاحبي هئي ۽ حڪمران نور محمد ڪلهوڙي وارو دور هو.

خدا بخش خان مري پنهنجي ڪتاب "سرچ لائيٽ آن بلوچستان" جي صفحي 198 تي لکي ٿو تہ مير ڪڱي خان جي پوٽي "مير شهداد خان ولد مير هوتڪ خان ٽالپر پنهنجي فوجي اهليت سبب پروچن جي جداجدا گروهن کي پاڻ ۾ ملائي پنهنجو ڪيو هو ۽ مقامي بغاوتن کي بند ڪرڻ سبب سندس بهادري مشهور ٿي ويئي هئي، تنهن ڪري دهلي جي دربار مان

ڪيس ڀٽ باران جو علائقو (شهدادپور ۽ ان جي آس پاس وارو علائقو) جاگير ۾ مليو هو.ڪلهوڙن بہ ڪوشش ڪري ڪيس پنهنجو ٻڌايو ۽ لشڪر جو سالار مقرر ڪيو.

واضح ڪيان تہ مير مبارڪ خان خاناڻي جي وفات 1744ع ۾ ٿي آهي اهو سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي صاحبي جو وچ وارو دور آهي تڏهن بہ ان وقت خاناڻي ٽالپرن جو ڳوٺ "خانپور" موجود هو.

مير مبارڪ جي مزارجي اوير پاسي کان مير علودي جي قبر هئي جيڪا هاڻ ميساريل آهي ۽ مير مبارڪ جي مزار جي اولهہ طرف کان مير مقصودي جي قبر آهي، جنهن تي بہ وفات جي تاريخ ڏنل آهي، الهبچائي آريسر جي قلمي نسخي موجب " هي قبرستان رام جاڳي مقام کان اتر طرف صالح پنيري طرف کان رام جاڳي ڏانهن ويندڙ رستي جي ڏکڻ طرف رستي لڳ، رام جاڳي مقام کان فرلانگ ڏيڍ تي هڪ بلاڪ ڪن جي ايراضي ۾ پکڙيل آهي.

مقام جي اترئين ڇيڙي ۾ مير مبارڪ ۽ سندس ڪٽنب جي افرادن جون تربتون آهن، جيڪي سڀ چٽيل پٿر مان جوڙيل آهن، مير مبارڪ جي قبر مٿان ان ٽنين سان ڇٽيءَ ٺهيل هئي، مگر ٿورو وقت اڳ پنج ٽنب ڇٽيءَ سميت ڪري ويا، باقي ٽي ٽنب ٿوري اٽڪ تي اجا بيٺل آهن".

پر اهي ٽيئي ٽنب بہ هاڻ ميسارجي ويل آهن ۽ انهي قبرستان ۾ ڏونڪائي، ڪوسا، پرڳڙي خاصخيلي ۽ ٻيا ماڻهو پڻ دفنايا ويجن ٿا. اهو قبرستان ميرن جي قتل خانپور جي ڏکڻ ۾ واقع آهي، سيد منظور حسين شاهہ لڪياري ٽنڊوجان محمد (دونهانٺو شريف) وارو ٻڌائي ٿو تہ "سيد موليڏنو شاهہ لڪياري سيدن جو وڏو سو هن تر ۾ ايندڙ پهڙيون ماڻهو هو جيڪو پنهنجن کان ڪنهن ڳالهہ تان ناراض ٿي دادو جي لڪيءَ کان لڏي خاناڻي ميرن جي ڳوٺ خانپور ۾ آيو هو، جتي بيروزگاري سبب ميرن کان ڪم گهريو هئين، ميرن وراڻيو پيو تہ ڪو بہ ڪم ڪونهي البتہ اسان جون مينهون / ڍور آهن سي پلي وجي چار اهڙي طرح لڪياري سيدن جو سلسلو

هن تر ۾ وڏيون دونهانئو شريف جا سيد پڻ خانپور مان آيل آهن، ۽ نئون ڪوٽ لڳ سادات راضي شاهه لڪياري ڀير واري جو اصل ڳوٺ ميرن وارو خانپور هو سندس پهرين گهر واري به اتي وفات ڪري ويئي هئي. ڏگهڙي جي اڳوڻي تعلقي ناظم مير زاهد حسين ٽالپر جو چوڻ آهي ته "اسان جي وڏن جي خانپور ۾ 25 هزار ايڪڙ زمين هئي" ۽ جي مير زاهد حسين ٽالپر 25 هزار مير بيگهس چوي پيو ته پوءِ به اها ساڍا ٻارنهن هزار ايڪڙ ٿي ۽ آزاد ذريعا 5 کان 6 هزار ايڪڙ زمين خانپور ۾ خاناڻي ميرن جي هجڻ جو ڏسين ٿا.

مير جان محمد خان ٽالپر (اول) تقريبن 85_1880ع ڌاري ڏگهڙي جي طرف آيو هوندو مير زاهد ٽالپر جو وڌيڪ چوڻ آهي ته " اسان جا وڏا پهرين لڏي راڄو خاناڻي ويا پر پوءِ لڏي ڏگهڙي لڳ ڳوٺ ڀُوڻ تي اچي ويٺا هئا ساڻن گڏ آيل سيد محمد شاهه جيلاني جي چوڻ تي ڏگهڙي جي موجوده شهر بنجي ويل جي پِڊن تي اچي ويٺا هئا " مير جان محمد ٽالپر (اول) جو خانپور مان لڏڻ وارو وقت سنڌو درياءَ ۾ شديد پاڻي جي ڪوٽ اچڻ وارودؤر ٿي سگهي ٿو. ريڪارڊ ٻڌائي ٿو ته ڪجهه وقت پوءِ پاڻي جي اٽاٽ هئي، توڙي جو منڙائو واهه بان نالي انگريز جي اڳواڻي ۾ 1879 ع ۾ تعمير ٿي چڪو هو ۽ سندس نالي پٺيان هن کي بان واهه به چوندا آهن، منڙائو واهه تي اهو نالو مني فقير جي پوياں پيو آهي، ۽ ان کي سُنهين جي نالي سان به سڏين ٿا 1885ع کان 90 ع ڌاري امن امان ۽ پوءِ 93_1891ع ۽ 95_1894ع ۾ سنڌو درياءَ ۾ پاڻي جي ڪوٽ ۽ برساتن نه پوڻ ڪري ڏڪار جا اُهجاڻ نظر اچن ٿا. (ڏسو ڪتاب سنڌ جا پير ۽ برطانوي راڄ) ۽ ان وقت ۾ حر تحريڪ جي آمد هئي، جنهن جي انگريزن سان ٽڪر هجڻ ڪري عمر ڪوٽ جي انهي تر ۾ امن امان جي بگڙڻ جا اثر ٿي سگهن ٿا، عين ممڪن آهي ته پاڻي جي ڪوٽ ۽ خشڪي جي ڪري زمين مان وڏي تعداد ۾ ماڪوڙن جي ويا نڪتي هجي جنهن وڌيڪ عذاب ڪيو هجي، جنهن سبب لڏپلاڻ ٿي هجي ، باقي اهو چوڻ ته ميرن جو خانپور "ڪن پل" ۾ پاراتي

سان ختم ٿي ويو اهو صحيح نہ ٿو لڳي، ڇاڪاڻ تہ "ڪتاب راضيؐ شاهہ لڪياري جو رسالو" يا "مهراڻي جو مير" ۾ ڊيڪاريل آهي ابن فقير دهلڙيءَ واري جي ميرن کي پاراتي ڏيڻ وقت سيد راضي شاهہ جي عمر 8/7 سالن جي ٻڌائي وڃي ٿي ان کان پوءِ بہ پاڻ ڪافي عرصو اتي رهيو آهي خانپور بعد ۾ معروضي حالتن سبب اجڙيو آهي(ڪتاب مهراڻي جو مير جي صفحي 65 تي ڊاڪٽر اسد جمال پلي لکي ٿو تہ "سيد صالح محمد شاهہ عرف راضي شاهہ جي ولادت 1754 ع ۾ وفات 1844ع ۾ ٿي آهي".

بدين جو شهر هنڊالو ۾ راڄو خاناڻي بہ خاناڻي ميرن جي حوالي سان سڃاڻپ رکن ٿا. ٽنڊو ڄام ۾ پڻ خاناڻي ٽالپر رهن ٿا. ڪلهوڙن کان سنڌ فتح ڪندڙ مير فتح علي ٽالپر جي والده ماجده بہ خاناڻي ٽالپر هئي.

زاهد ڪنير جو چوڻ آهي تہ " ٽنڊو جان محمد لڳ ڳوٺ مير خدا آباد ٽالپر بہ خانپور کان آيل ٽالپرن جو ڳوٺ آهي، اهڙي طرح امن آباد لڳ ڳوٺ سورهڏي پڻ خاناڻي ٽالپرن جو آهي" ۾ سنڌ جي ٻين هنڌن تي بہ خاناڻي ٽالپر رهندا هوندا.

مير عبدالحسن ٽالپر سورهڏي واري جو چوڻ آهي تہ "مير مبارڪ قبرستان" اسان جي وڏن جو آهي انهي جي آئون مرمت ڪرائيندس تہ جيئن سنڌ جي هن تاريخي قبرستان جو وجود سالم رهي سگهي"

مير مبارڪ قبرستان ۾ هڪ قبر تي ياره بن جيوڻ لکيل آهي ان جي اولاد ياراڻي ٽالپر سڏائي ٿي ۽ هڪ قبر دريا خان ٽالپر جي آهي ان جي اولاد دريا خاناڻي ٽالپر سڏائي ٿي.

واضح رهي تہ ڏگهڙي ۽ سورهڏي جا خاناڻي ٽالپر هاڻ ميتن لاءِ ڏگهڙي جي "محمد شاهہ جيلاني " وارو قبرستان استعمال ڪندا آهن.

اهو بہ ذهن ۾ رکجي تہ ڪلهوڙن جي سنڌ ۾ حڪومت جو دؤر 1701ع کان شروع ٿئي ٿو ۽ 1782ع تائين هلي ٿو مير مبارڪ جي قبر جي تعمير 1744ع ۾ ٿي آهي يعني ڪلهوڙن جي حڪومت جي اڌ دور ۾ مطلب 43سال بعد تہ ان عرصي کي ڪلهوڙن جي دؤر جي پڇاڙي يا ميرن جي دؤر

جي شروعات نہ ٿو چئي سگھجي ڇوڻ جو مقصد تہ "کن پل" وارو پاراتو تقريبن اڌ صدي جي ڄمار کي نہ ٿو ڳڙڪائي سگھي. (جيئن ڇيو ويجي ٿو تہ ابن فقير پليءَ جي پاراتي سبب ميرن جو خانپور "کن پل" ۾ ڦٽي ويو) محض پنھنجي ڳالھہ کي هٿي ڏيڻ سان حقيقت کي مستقل لڪائي نٿو سگھجي حقيقت پسندي ضروري آهي.



# مير زاهد حسين ٽالپر (خاناڻي)

## اڳوڻو تعلقي ناظم ڏگهڙي

هي 28 جولاءِ 2013ع آچر جو ڏينهن هو رمضان شريف جو 18 (ارڙهون) روزو ۽ منجهند جا 12 لڳي 20 منٽ ٿيا هئا. اسان مير زاهد حسين ٽالپر جي بنگلي تي پهتاسين ڪمري ۾ اسان کان اڳ مير ياسين، مير فيصل، مير زاهد سان گڏ ويٺل هئا. ٽي وي هلي پئي ۽ ٽي وي تي گذريل رات جو 20-T سيرز جو پهريون ميچ جيڪو پاڪستان ويسٽ انڊيز کان کٽي ويو هو. ان جي هاءِ لائيٽ (رڪارڊنگ) اچڻ واري هئي.

مير زاهد حسين ٽالپر اسان جو آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ اسين ڪچهري لاءِ ويهي رهياسين . ڪجهه وقت ترسي اسان مير زاهد کي ٻڌايوسين ته اسان "ڏگهڙيءَ جي تاريخ" جي نالي سان ڪتاب لکون پيا. توهان خاناڻي ٽالپرن جي ڏگهڙي اچڻ واري واقعي تي روشني وجهو.

مير زاهد حسين ٽالپر ٻڌائڻ شروع ڪيو ته خاناڻي ٽالپر، خانپور کان ڏگهڙي آيا آهن. اسان جي وڏن جي خانپور ۾ 25 هزار ايڪڙ زمين هئي، هن وڏيڪ ڇيو ته مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جي وفات وقت عمر (ڄمار) تقريبن 60 سال هئي. هو 1953ع ۾ وفات ڪري ويو آهي. سندس وفات جو سبب سندن جيپ جو حيدرآباد لڳ ڦاٽڪ تي ريل گاڏي سان ايڪسيڊنيٽ هو. مير حاجي فتح خان جيڪو مير حاجي محمد حيات جو والد هو ان جي وفات وقت ڄمار تقريبن 73 سال هئي. هُن ڇيو ته اسان جي ڏاڏيءَ جنهن ڏگهڙي ۾ مسجد ٺهرائي هئي، جيڪا هينئر ميرن جي مسجد يا قباءَ مسجد سڏجي ٿي. اسان جي ڏاڏيءَ جي وفات 1961ع ڌاري ٿي آهي. مسجد جي ڪم جي پهرئين نگراني مير حاجي غلام حيدر ڪندو هو ان جي وفات ڪانپوءِ مسجد جو رهيل ڪم مير حاجي فتح خان پورو ڪرايو هو.

مير زاهد خان جو چوڻ تہ خانپور ۾ اچڻ ماڪوڙا نڪتا هئا جن ڪان تنگ ٿي اسان جا وڏا اتان لڏيا هئا. زاهد وڌيڪ چيئي ٿو تہ محمد شاهہ جيلاني جي ان وقت جمار بہ ننڍي هئي ۽ هو اسان جي وڏن سان گڏجي هت آيو هو. ۽ ڊگهڙي ۾ موجوده سندس مزار واري جاءِ تي رهي پيو هو. ۽ اسان جا مائٽ ڊگهڙي لڳ ڏکڻ ۾ ٽنڊوباگو روڊ لڳ ڳوٺ ڀُوڻ تي رهڻ پيا هئا پوءِ محمد شاهہ جيلاني هُنن کي سڏي ڊگهڙي ۾ موجوده هنڌ وهاريو هو. اسان جي مائٽن هن جاءِ کي ڏسي چيو هو تہ هتي جهڪاڻ آهي، پاڻ ٻوڏ جي صورت ۾ ٻڏي ويندا سين. جنهن تي جيلاني کين چيو هو تہ آئون دُعا ٿو ڪريان پاڻ ڪونہ ٻڏندا سين. زاهد جو اهو بہ چوڻ آهي تہ وڏي مير جان محمد کي پُٽن تي هڪ ڳوڙهي نڪتي هئي جنهن لاءِ هڪ انگريز ڊاڪٽر کي هت گهرايو ويو هو. مير زاهد پنهنجي بنگلي کان اولهہ طرف هٽ جو اشارو ڪندي چوي ٿو تہ 1901ع کان اڳ هرڻ جو شڪار بہ هت ٿيو هو. هُن جو اهو بہ چوڻ هو تہ خانپور کان ميرجان محمد ٽالپر سان گڏ سندس ياءُ ولي محمد بہ هت (ڊگهڙي) آيو هو. ولي محمد کي اولاد ڪونہ ٿيو هو. مير زاهد جو اهو بہ چوڻ آهي تہ ٽالپرن جو جيڪو شجرو مون ڏنو آهي ان ۾ چوئل خان (چولاڻي ٽالپر اولاد اٿس) جو ڪٿي بہ ذڪر نظر نٿو اچي، مير زاهد 2005ع ۾ ڊگهڙي تعلقي جو ناظم چونڊجي آيو هو. (ٻي طرف خبر پئي ٿي تہ خاناڻي ٽالپرن واري خانپور لاءِ ڪامران اعظم پنهنجي ڪتاب اقوام سنڌ "اردو" جي صفحي 141 تي لکي ٿو تہ "1734ع ۾ نور محمد ڪلهوڙي کان ميرن کي خانپور واري علائقي جي سَند ملي.) يعني خاناڻي ٽالپر خانپور واري هنڌ 1734ع ڌاري آيا هئا. ميان نور محمد ڪلهوڙي جو سنڌ تي حڪومت ڪرڻ جو وقت 1718ع کان 1755ع آهي مير مبارڪ جي وفات 1744ع ۾ ٿي آهي. مطلب خانپور ۾ اچڻ کان ڏهہ سال پوءِ ۽ خانپور مان لڏي سندن ڊگهڙي اچڻ وارو دؤر 85_1880ع جي آس پاس آهي. نوٽ: مير زاهد حسين ٽالپر سان ڪچهري وقت مون سان گڏ اقبال جت، درمحمد شالماڻي. محمد وسيم ڪيچي، سڪندر سومرو ۽ عبدالسلام ابڙينگ پڻ گڏ هئا.

# خاناڻي ٽالپرن جو شجرو

## (ميجر گولڊ سمٿ جي بيان موجب ميرمبارڪ خان ولد عالي جو اولاد خاناڻي سڏجن ٿا)




(ڏگهڙي جا ٽي خاناڻي ٽالپر)
مير حاجي غلام حيدر ٽالپر
مير حاجي احمد خان ٽالپر
مير حاجي فتح خان ٽالپر
مير حاجي جان محمد ٽالپر
مير غلام حيدر خان
مير زاهد حسين
مير محمد اڪرم
شهداد
عرف مير ڪاشف
مير جان محمد عرف مير چاني
حاجي محمد حيات
علي محمد خان
عبدالرحمان
مشتاق خان
نياز محمد
خالد حسين
مير منظور خان
مير احمد خان
شرجيل
محمد حسن
يوسف خان
مير فتح خان
مير ذوالفقار
رافيع
مير طارق خان
مير شارق خان
مير انسر خان
مير عذير خان

# چوئلاڻي ٽالپرن جو شجرو




الھڏنو
اسماعيل خان
محمد ابراهيم
احمد خان
محمد حسن
عطا محمد
علي محمد
غلام علي
غلام رسول
نياز محمد
مختيار عرف جان محمد
سائين بخش
غلام حسين
محمد فاروق
عبدالحفيظ
محمد يونس
عبدالحميد
عبدالمجيد
محمد ياسين
ابراهيم
محمد ملوڪ
محمد ايوب
محمد حنيف
محمد امين
محمد لائق
محمد شريف
محمد رفيق
عبداللطيف
عبدالخالق
مقصود
توفيق
زبير احمد
پرويز احمد
ظهير احمد

## مير حاجي محمد حيات ٽالپر MPA ڏگهڙيءَ

ايم پي اي، مير حاجي محمد حيات ٽالپر جن جو چوڻ آهي تہ مير جان محمد ٽالپر (اول) وڏي ڄمار ۾ ڏگهڙي ۾ وفات ڪريٰ ويو هو. سندس ڄمار ان وقت تقريبن 91_90 سال رهي هوندي.

محمد شاهہ جيلاني بيماري سبب ڪوٽڙي لڳ حيدرآباد ۾ وفات ڪري ويو. مير جان محمد ٽالپر (اول) محمد شاهہ جيلاني جو جسم خاڪي ڏگهڙي آڻي موجوده سندس درگاهہ واري هنڌ دفنايو هو. ڪوٽڙي ۾ جيلاني، بيماري جي ڪارڻ پنهنجي عزيز وٽ ويل هو.

مير حاجي محمد حيات ٽالپر جو وڏيڪ اهو چوڻ هو تہ اسان جا وڏا مير جان محمد ٽالپر (اول) ۽ مير ولي محمد ٽالپر جن تقريبن 85_1880ع ڌاري خانپور/ ڪن ڪان هن طرف، ڏگهڙي لڳ ٽنڊوباگو روڊ تي ڳوٺ ٻوڙ تي اچي رهيا هئا. سندس اهو بہ چوڻ آهي تہ اسان خانپور ڪان سڌو ڏگهڙي آيا هئاسين، راڄو خاناڻي وغيره نہ ويا هئاسين.

(نوٽ) هي ڳالهہ ٻولهہ سامارو شهر جي سنڌ ٽي وي جي نمائيندي ڏاتر بخش سينهڙي جي مير صاحب سان سندس ڏگهڙي واري بنگلي تي ٿي هئي ،جتي درمحمد شالماڻي وسيم راهمون (ڪڇي) ۽ اقبال جت بہ موجود هئا.

## ماستر محمد لائق چوٽلاڻي ٽالپر

سائين محمد لائق ولد حافظ عطاالله جن ٽالپرن جي چوٽلاڻي پاڙي سان تعلق رکن ٿا.

ماستر محمد لائق چوي ٿو تہ سندن وڏا تقريبن 22_1921ع ڌاري ٽنڊوڄام ڪان لڏي ڏگهڙي آيا هئا، سندن ڪجهہ گهر سڌو ٽنڊوڄان محمد هليا ويا هئا ۽ ڪجهہ هت ڏگهڙي شهر ۾ ئي رهي پيا هئا. هنن جي اڳ رهائش ڏگهڙي جي وارڊ نمبر 2 ۾ خاناڻي ٽالپرن جي گهرن جي ويجهو هئي.

محمد لائق ٽالپر جي چوڻ موجب اهي پڻ اسان جي وڏن جي آباد ٿيڻ ڪان اڳ مٽي جي ڪاڻ وارن پر ڳڙين جا هئا. سي اسان جي وڏڙن جي آباد ٿيڻ

ڪان اڳ اهي هنڌ ڇڏي لڏي ويا هئا. ماستر لائق جي چوڻ موجب نواب يوسف ٽالپرن وارن جو لاڳاپو انهن پرڳڙين سان آهي.

هو وڌيڪ چوي ٿو ته اسان جي مائٽن جي اِت چوريءَ ٿي هئي. جنهن سبب مير حاجي غلام حيدر ٽالپر ڪوسن کي جيڪي انوقت سيدن جي موجوده گهرن جي طرف رهندا هئا. تن کي اُتان لڏائي اسان جي مائٽن جي گهرن جي پوين ويهياريو هو. اهو 27_1926ع جو زمانو هو جڏهن اڪبر عرف اُڪو ڪوسو جيڪو احمد ڪوسي جو والد هو تنهن پنهنجا گهر ات اچي اڏيا جتي هاڻ به سندن اولاد ويٺي آهي.

ماستر لائق جو ڏويڪ چوڻ آهي ته تن ڏينهن ۾ مُنو خاصخيلي جي والد خميسي خاصخيلي جو هت گهر موجود هوجنهن مان لائق جي مائٽن کي شروع ۾ ماني پڻ ملندي هئي. ۽ مُنو خاصخيلي وارن جي مير حاجي احمد خان ٽالپر خاناڻي سان ويجهڙائي هئي.

هو چوي ٿو چوٺلاڻي ٽالپرن جو پهريون قبرستان ٽنڊوجان محمد ۾ رهيو هو. جنهن کي خليفن جو قبرستان چوندا آهن. وڏي عرصي ڪانپوءِ ڏگهڙي ۾ چوٺلاڻي ٽالپر جي وفات جي صورت ۾ ڪين ڏگهڙي جي جيلاني قبرستان ۾ دفنايو ويو يا ته ان ڪان اڳ موت ٿيڻ جي صورت ۾ جنازو ٽنڊوجان محمد نيو ويندو هو.

ٽنڊوڄام ڪان جيڪي چوٺلاڻي ٽالپر اڳ لڏي سڌو ٽنڊو جان محمد ويا هئا. تن مان مير علي مراد ٽالپر (عبدالرزاق ۽ عبدالغفور وارن جو والد) وارا لڏي ڏگهڙي آيا هئا. ۽ ڪجهن لڏي بدين ضلعي جي نئون دمبالو لڳ ڇتي مادراڻي ڳوٺ ۾ رهائش اختيار ڪئي.

ماستر لائق ٽالپر جو اهو به بيان آهي ته ڏگهڙي ۾ اڳ پتڻ پار ڪرائيندڙ ملاح عورت ڦَڏ جي ڏگهيءَ ڪانه هئي بلڪ سندس نالو ڏگهڙي هو. هو اهو به چئي ٿو ته اها عورت جيلاني جي موجوده درگاهه لڳ موجوده سومرن جي واحد گهر سان تعلق رکندي هئي. اهو اسان وڏن ڪان ٻڌو آهي.

هو اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ ڏگهڙي وارو جڙيل شاهہ جو قبرستان اصل ۾ معصومن جي نالي جو قبرستان آهي جيڪو هڪ پوليس واري جي ٻن معصوم ٻارن جي وفات جي صورت ۾ جڙيو هو. پوءِ پوليس واري وصيت ڪئي تہ اسين زال مڙس جي وفات ڪري وڃون تہ اسان کي بہ اتي دفن ڪجو.

ماستر لائق اهو بہ چوي ٿو تہ ڏگهڙي ۾ هڪ پيري بيماري وگهي ماڻهن جي وڏي موت ٿي هئي. شهر جي دڪانن تي ڪفن لاءِ ڏيندڙ آڇو ڪپڙو کُٽي ويو هو، تنهن ڪري لاشن کي رنگين ڪپڙي وارو ڪفن ڏنو پئي ويو. تنهن وقت مير غلام حيدر ٽالپر وڏي همت سان ماڻهن جي مدد ڪئي هئي (شايد اهو لوس جي بيماري جو وقت هجي) ماستر لائق جي ڳالهين جي تناظر ۾ ڏسجي تہ مير غلام حيدر وارو دؤر 1953ع تائين رهيو آهي.

تہ اموات جو وقت ان کان اڳ رهيو هوندو.ءِ معصومن واري قبرستان ۾ هڪ قبر مرحومہ قزبانو زوجہ صوبيدار اسماعيل عباسي جي آهي جنهن تي وفات جي تاريخ 11 ڊسمبر 1920ع وقت 11 بجي رات درج ٿيل آهي

چون ٿا تہ صوبيدار اسماعيل عباسي (ڪلهوڙو) جي گهر واري جيپ ڪلٽي ٿيڻ جي صورت ۾ وفات ڪري وئي هئي ساڻس گڏ ٻي قبر بہ جڙيل آهي، ممڪن آهي تنهن ۾ سندس هڪ يا ٻہ معصوم ٻار هجن ۽ صوبيدار اسماعيل عباسي ڏگهڙي ۾ ٿاڻي تي ڊيوٽي ڪندڙ هجي پر درج تاريخ 1920ع آهي. قوي امڪان آهن تہ قبرستان ان کان گهڻو اڳ جو هجي. جنهن سبب هنن ميتن کي بہ هت دفنايو ويو هجي. بهر حال ڳالهہ مڪمل واضح ناهي. جڏهن تہ سيد فدا حسين شاهہ جي چواڻي تہ " جڙيل شاهہ جو قبرستان سيد جڙيل شاهہ بخاري جي نالي سان آهي. پاڻ شاعر هئا، سندن تخلص يتيم هو" ممڪن آهي تہ ان يتيم لفظ جي ڪري هن کي معصومن جو قبرستان سڏيو ويو هجي .ءِ ان جڙيل شاهہ بخاري جا وارث بہ هاڻ ڏگهڙي ۾ نظر ڪونہ ٿا اچن.



حاجي ڪالو شيدي



وڏيرو جمعون رمداڻ




افضل نمبردار [redacted]



عبدالرحيم بلوچ



ريلوي اسٽيشن ڏگهڙي



مُحمدي چوڪ



قُباء مسجد



اڳوٽي ڳوٺ سونهري جو پَٽ



همال گاڏو

ماستر محمد لائق ٽالپر ڏگهڙي هاءِ اسڪول ۾ عربي ٽيچر ۽ خاموش طبعيت ماڻهو آهي.

ڏگهڙي ۾ ٻين چوٽلاٽي ٽالپرن ۾ مير عبدالغفور ٽالپر، مير نعيم ٽالپر، مير رياض ٽالپر، مير يونس ٽالپر STP، ماستر احمد ٽالپر، ماستر عبداللطيف ٽالپر، ۽ جميشد ٽالپر وغيره اچي وڃن ٿا.

## عمرڪوٽ ياترا

هي 10 آگسٽ 2013ع ڇنڇر ، مطلب عيدالفطر جي ٻي ڏينهن جي صبح جو 11:45 جي وقت تي اقبال جت ۽ آئون ڏگهڙي مان سليم قمبراڻي جي موٽر سائيڪل تي عمرڪوٽ لاءِ روانه ٿياسين. اسان جو پهريون اسٽاپ ڪوٽ غلام محمد (جيمس آباد) کان ويندي نديم پرڳڙي جي ڳوٺ بکوريءَ جي ڏکڻ پر مان لنگهي منڙاڱ واهه اُڪري رام جاڳي لڳ اوير ڏکڻ ۾ مير مبارڪ قبرستان هو.

هي مڙهه مقام خانپور جي ميرن (ٽالپرن) جو آهي. جيڪو ڏگهڙي کان 40 ڪلوميٽر اوير ۾ پوندو. اسان مير مبارڪ قبرستان جون ڪيميرا سان تصويرون ورتيون قبرستان جي اُتر ۾ ٿلهي تي ٽي تربتون قطار ۾ آهن. جن مان وچ واري قبر تي مبارڪ خان فقير ولد علي بن ڪڪ بلوچ لکيل آهي. جنهن جي وفات جي تاريخ ڪتبي تي ،(1157) هجري لکيل آهي، جيڪا عيسوي سن ۾ 1744ع. بيهندي

هي ذڪر اڳ آيو آهي، مولائي شيدائي لکي ٿو ته " سليمان (ڪڪو) جون ٻه شاديون هيون، هڪ باگراڻي ديري مان ۽ ٻي مرراڻي ديري مان. جنهن مان هن کي باگراڻي ديري مان ٽي پٽ ٿيا هئا. سفر دڦڙ ۽ بجر. پهرين پٽ سفر کي وري گهرام نالي پٽ ٿيو گهرام کي وري پنج پٽ ٿيا 1. عالي 2. ميران 3 جيوڻ 4 ماٺڪ ۽ 5. هوتڪ".

اهو عالي جنهن کي ڪافين هنڌن تي علي پڻ لکيو ويو آهي، تنهن کي ٻه پٽ ٿيا، هڪ دريا خان جنهن جي اولاد درياخاناڻي سڏائي ۽ مبارڪ خان،

جنهن جي اولاد خاناڻي سڏائي ٿي. جيوڻ کي يارو نالي پٽ ٿيو جنهن جي اولاد جيواڻي يا ياراڻي سڏايو ۽ هوتڪ کي شهداد نالي پٽ ٿيو جيڪو ڪلهوڙن جو مشهور سپهہ سالار بڻيو ۽ سندس اولاد شهداداڻي سڏايو سنڌ جا فاتح ، مير فتح علي ۽ ان جا ڀائر (معروف چوياري) سندس اولاد آهن. مير شهداد ٽالپر مير مبارڪ جو سڳو سئوٽ هو.

اقبال جت ۽ مون ڪجھ وقت مبارڪ قبرستان ۾ گذاريو بعد ۾ عمرڪوٽ لاءِ روانہ ٿياسين. پھرين ٻچاٻند پوءِ صوفي فقير شهر کان ٿيندا آخر ۾ عمرڪوٽ پهتاسين. هت اسان جي منزل سائين جي ايم ڀڳت جو گهر هو. جتي قائم چنا بہ موجود هو جيڪي سائين جي ايم سيد جي سالگرهہ يا ورسي مهل منل ملاح سان گڏجي پنهنجي آشرم ۾ دوستن جي ڀرپور آڌرڀاءُ ڪندا هئا. ان سڄي سلسلي ۾ جي ايم ڀڳت ڄڻ ساڻن گڏ پيش پيش هوندا هئا .منل ملاح ڪجھہ وقت اڳ سن ۾ ٿي قائم چنا جي اکين اڳيان رات جي پوئين پهر ۾ رَت جي اُلٽيءَ ڪيڏي وفات ڪري ويو هو. جڻ سائين جي ايم سيد جي مزار جي پڌر ۾ بيٺل وڻن خاص طور تي نمن جي وڻن کي ننڍڙڪو ڪري ويو هو سن جي ڪيتر ۾ سندس ڪمي تا دَم رهندي ، منل ملاح، جي ايم ڀڳت ۽ قائم چنا، ٽنهي پاڻ ۾ گڏجي هڪ تنظيم "ڪُل ڪائنات" جي نالي سان پڻ ٺاهي هئي، جنهن جو چيئرمين منل ملاح هو ۽ بہ ميمبر هئا. هي ٽئي دوست پنهنجي مستين ۾ مگن هئا ، پروگرامن ۾ سن ۾ سندن آشرم ۾ ايندڙ دوستن جي خوب خدمت ڪندا هئا. پارٽين اندر ٿيندڙ گروپ بازين کان شديد نفرت ڪندي پنهنجي ڪُل ڪائنات جو چوٿون ميمبر ڪرڻ بہ مناسب نہ سمجهن، شايد هنن کي شَر جي ڪَر ڪٽڻ جو انديشو هو ۽ اڪثر ڪن خاص موقعن تي عمرڪوٽ ۾ بہ پاڻ ۾ گڏبا هئا. ڏکڙي مان اقبال جت بہ هنن جي ڪچهري جي صحبت حاصل ڪرڻ لاءِ عمرڪوٽ ويندو رهيو آهي اڄ منل ملاح هنن ۾ موجود نہ آهي پر سن جو سندن آشرم روان دوان آهي، جتي اقبال بہ سندن هٿ ونڊائيندو آهي.

عمرڪوٽ ۾ جي ايم ڀڳت سان گڏ قائم چنا بہ اسان جي آجيان ڪئي. ٺيڪ شام پنج وڳي جي ايم ڀڳت اسان کي محمد يعقوب آريسر جي گهر وٺي هليو جن کي اسان جي اچڻ جو اطلاح اڳ ئي فون تي ڏنو ويو هو. يعقوب آريسر پنهنجي گهر تي اسان جي انتظار ۾ هو ڪچهري ۾ اسان کي يعقوب ٻڌايو تہ خانپور جي ميرن جي قبرستان تي الهہ بچائي آريسر ”مشتاق“ هڪ ٿيسيز لکي آهي، پوءِ اُن سان اسان کي فون تي ڳالهاريو بہ ويو.

يعقوب آريسر جو اهو بہ چوڻ هو تہ منڙاڙ واهہ هڪ انگريز نالي مسٽر بانُ کوٽرايو هو ان ڪري اُن کي بان واهہ بہ چون، اُن واهہ کي سونهين بہ سڏيو ويو آهي.

يعقوب جو اهو بہ چوڻ آهي تہ توهان جون ڳالهيون ٻڌي مونکي هاڻ اهو آنومان ٿئي پيو تہ شنهشاهہ همايون مغل عمرڪوٽ ۾ اڪبر بادشاهہ جي پيدائش وقت جڏهن هتان ڪان ٺٽي جي طرف روانو ٿيو هوندو تہ خانپور وارو رستو جيڪو ڪوٽ غلام محمد، ڏگهڙي جُوڻ ۽ ٺٽي ويو ٿي سو وٺي ويو هوندو تنهن وقت ۾ فقط جوڻ جيڪو ماتلي لڳ هو سو قائم هو.

ڪچهري ۾ ئي ڏگهڙي لڳ ڳوٺ سُنهري جو ڪوسن هتان ڦرجڻ جو ذڪر اچي ٿو تہ يعقوب چوي ٿو تہ هتِ (عمرڪوٽ ۾) هڪ مسجد ۾ مولوي صاحب وٽ جوڌپور جي ڪوسن جي ڦر واري ڪاروائين جي حمايت ۾ فتوا پيل آهي. پاڻ صبح جو هلي اها ڏسنداسين. اسان يعقوب آريسر کان موڪلائي جي ايم ڀڳت جي گهر تي موٽي اچون ٿا. رات جو بندوست گهر جي ڇت تي آهي. حسب معمول ڀڳت جن جا شاگرد بااخلاق نموني سان خدمت ۾ موجود آهن. هر نئون ايندڙ شاگرد ڀڳت جن جي گوڏن تي هٿ رکي پرنام ڪري ٿو ۽ پوءِ ٻين ويٺل مهمانن سان هٿ ملائي هڪ پاسي وهندو وڃي ٿو.

جي ايم ڀڳت جا شاگرد مخموري سماءَ ڪان جڻ بي خبر ٿي ويٺل هجن تا .۽ هو تہ صرف پنهنجي گروُ ڀڳت جا ٻول ٻڌڻ ۾ مشغول رهن ٿا. محفل

هلندي پڳت، لفظ"معرفت" تي پنهنجي مُدبرانا راءِ ڏئي سمجهائي ٿو هي فلسفي جو آپتار آهي جنهن کي طالب هيئن سان هنڊائين ٿا. صُبح جو يعقوب آريسر به اچو وڃي ٿو ناشتي کان پوءِ اسان ٽئي يعقوب آريسر، اقبال ۽ آئون مولوي صاحب سان ملڻ لاءِ مسجد جي طرف روانه ٿياسون، مفتي عبدالرحمن جمالي صاحب جن لاءِ مونکي اقبال اڳ اها ڄاڻ ڏئي چڪو هو ته سنڌ ۾ منطق جا صرف ٻه وڏا عالم آهن هڪ مولانه محمد قاسم سجاولي ۽ ٻيو اهو جنهن وٽ پاڻ هلون پيا، معنيٰ مفتي عبدالرحمن جمالي صاحب.

هن وقت ڏينهن جا 12 ٿيا هئا جو اسان عمرڪوٽ قلعي جي اوپر ۾ واقع جامع مسجد جي گيٽ جي اُتر پاسي واري ڪمري ۾ پهتا هئاسين. مولوي صاحب هجري نمان ڪمري ۾ ليٽل هئا پر ننڊ ۾ نه هئا. يعقوب آريسر مولوي صاحب جن کي هت اسان جي اچڻ جو سبب ٻڌايو. اسان لاءِ چانهه جو اهتمام به ڪيو ويو. ۽ ڏونگيءَ ڪٽي پڻ ڪارائي ويئي.

مفتي صاحب جو چوڻ هو ته ڪلهوڙن ئي هن تر ۾ پروچن کي آباد ڪيو هو جن ۾ ڪوسا ، چانديه ، رند ۽ ڪپري وغيره اچي وڃن ٿا. ان وقت ڪوسا جوڌپور ۾ ڌاڙاهڻندا هئا جَن جي رڙ وڏي ٿي ويئي هئي، ايتري ۾ مفتي صاحب ڪمري اندر موجود ٻي ننڍي ڪمري ۾ وڃي هڪ رجسٽر جهڙو ڪتاب کڻي اچي ٿو. جيڪو سائيز ۾ ٺيڪ ٺاڪ وڏو ۽ فوٽو ڪاپين تي جُلد ٿيل هو. اسان کي مولوي صاحب ٻڌائي ٿو ته هي اهو ڪتاب آهي جنهن ۾ جوڌپور ۾ ڪوسن پاران هنيل ڌاڙن کي جائز قرار ڏئي فتواح ڏني ويئي آهي.

مخدوم محمد ابراهيم بن عبداللطيف بن محمد هاشم. جيڪو چوي ٿو ته اهو عمل جهاد آهي، جوڌپور ڪفرستان آهي جت هندو رهن ٿا انهن جو مال ڦرڻ غنيمت آهي. اُن ۾ ڏن سميت عورتون وغيره به اچي وڃن ٿيون. فتوا جيئن ته عربي ٻولي ۾ شاعرانه انداز ۾ ڏنل هئي. جنهن کي مفتي صاحب پڙهي اسان کي ترجمون ڪري ٻڌائيندو وڃي ٿو. مفتي جن اسان کي اهو به ٻڌائي ٿو ته جوڌپور ۾ ڪوسن طرفان لڳندڙ ان ڌاڙن کي هڪ ٻي فتوا ۾ ناجائز

پڻ قرار ڏنو ويو آهي. اها فتوا ڏني هئي مخدوم محمد عثمان بن معين الدين، عرف مخدوم نارو جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو استاد ۽ شاهه ولي الله جو شاگرد ٿي رهيو آهي. اها فتوا به اسان کي پڙهي ٻڌائي ويئي، جنهن جو مقصد هو "جوڌپور ۾ کوسن طرفان لڳندڙ ڌاڙن کي جائز نٿو مڃي سگهجي سي ڌاڙا پنهنجي مُنهن هنيان وڃن ٿا جنهن سان عوام آزار جي ٿو." ان فتوائن يا ڪتاب جڙڻ جي تاريخ 1290 هجري(1873ع) ڄاڻايل آهي.

مفتي صاحب وڌيڪ چئي ٿو ته ڏگهڙي لڳ ڳوٺ سُنهري ۾ ڌاڙو ميرخان کوسي ڪونه هنيو آهي. اهو ڌاڙو صوفي حاجي محمد هنيو آهي، جيڪو صوفي قلندر جو والد هو. (اهو ڌاڙو صوفي محمد هنيو هو، هنڻايو هو يا نه، ان لاءِ پڪ سان ڪجهه چئي نٿو سگهجي ) پر دوڙ صوفي حاجي محمد واروئي پائيجي ٿو.

ڪچهري جي اختتام تي اسين مفتي صاحب کان موڪلايون ٿا......

## ڌاڙيل مير خان کوسو بابت مضمون

رائچند هريجن لکي ٿو ته "انگريزن جي ڏينهن ۾ جيتوڻيڪ ملڪ ۾ سٺو انتظام هو ته به ڪڏهن ڪڏهن ڌاڙا به لڳندا هئا. جن مان مشهور ڌاڙو اسلام ڪوٽ ۾ سن 1922ع ۾ لڳو. ڌاڙيلن جو اڳواڻ ميرخان کوسو نالي هو. هو صبح جو سويل 52 ساٿين سان اچي نعرو هڻي شهر ۾ ڪاهي پيو. پوليس ٿاڻي مان ساڄن نالي سوار کي هٽ ڪري ٻڌائون ۽ مريد خان منيوال کوسو هنن کان کسڪي ويو ۽ ڌاڙيل ٿاڻي مان پوليس وارن جا گهوڙا ڇوڙي انهن تي مريد خان جي پيٺان پيا. پر هو اڳيئي بندوق سان هڪ دڙي تي پهچي ويو هو. ڌاڙيل اِجا دڙي کان هيٺ هئا ته مريد خان هڪ وڻ جي اوٽ ۾ لڪي بندوق جا فائر ڪيا. جنهنڪري ٻئي گهوڙا مري ويا ۽ ڌاڙيل پوئتي موٽيا. علي خان جمعدار ۽ رکيو خان به پهچي ويا.

ڌاڙيلن اچڻ سان بندوقن جا فائر ڪيا. جنهنڪري ڊپ ۾ ماڻهو سيئ لڪي ويا. بازار جي چؤسول ۾ وڏيءَ ڪٽ تي مير خان ويٺل هو ٻين ڦر شروع

ڪئي، ڪيترو ئي مال، روڪڙ، سون، چاندي، زيور، ريشم ۽ اطلس جا تاڪيا ۽ ٻيو قيمتي ڪپڙو اچي ڏِگ ڪيائون. گهوڙن کي سونن روپن زيورن ۽ ريشمي ڪپڙن سان سينگاريائون. مير خان جو گهوڙو خاص طور سون سان سينگاريو ويو. چون ٿا تہ انهن جي بندوقن جو شاٽ اڌائي ميل هو. ڇهن پنجن ڪلاڪن جي ڦر بعد ڏاڙيل روانا ٿي ويا. انهن ۾ ڪوسا، مياڻا ۽ ٻيا بہ هئا جن مان ڪي جوڌپور رياست ۾ پڪڙيا. پر ميرخان ڪيترا ڏينهن پوءِ مقابلو ڪندي مارجي ويو. مريد خان سوار کي سرڪار هيڊ ڪنسٽيبل ڪيو ۽ ڪيس انعام ۽ آفرين نامون ڏنو.

(تاريخ ريگستان، رائچند هريجن "پاڳو پهريون" ڇاپو پنجون ص 184 سال آگسٽ 2010).

ڏگهڙي شهر ۽ ان جي پسگردائي ۾ اها ڳالهہ عام آهي تہ ڏگهڙي لڳ اڳوڻو شهر سُنهري مير خان کوسي ڏاڙيل ڦريو هو. تنهن کان پوءِ سُنهري ڦٽو ۽ ڏگهڙي آباد ٿيو آهي.

ان سلسلي ۾ اسان اسلام ڪوٽ ۽ ننگر پارڪر وڃڻ جو پروگرام رٿيو اهو 14 آگسٽ 2013ع جو صبح ۽ اربع جو ڏينهن هو جڏهن اسان ڏگهڙي شهر مان سڪندر سومرو جي مهراڻ ڪار ۾ پنهنجي سفر لاءِ روانہ ٿياسين. ڪار ۾ سڪندر سومرو درمحمد شالماڻي، اقبال جت ۽ آئون ڏگهڙي مان تقريبن صبح ساڍي نوَ وڳي روانہ ٿياسين. اسان جو پهريون بريڪ جهڏو شهر ۾ ٿيو جتان اسان کي محمد وسيم ڪڇي (راهمون ) کي ساڻ ونڻو هو. اهو رٿيل پروگرام تحت هو ۽ ڪار جي فيول جو وڏو وزن بہ وسيم تي هو.

نئون ڪوٽ ۾ مير ڪرم علي خان ٽالپر جي قلعي جي پر ڏي ويندڙ رستي تي اسان جو سفر روان دوان هو. نئون ڪوٽ کان اڳتي ڀِٽن جي مالا شروع ٿيو وڃي. وڃونئو اُڪرندي ئي ساوڻي جي رم جهم شروع ٿي ويئي. ساوڻي جو مينهن معمول موجب ڪٿي هو تہ ڪٿي نہ. گڏي ڀِٽ وارو مٺي شهر اُڪري اڳتي وڌون ٿا. اسلام ڪوٽ پهچڻ تي اسان جو محمد اشرف سمون سان فون تي رابطو ٿئي ٿو. پاڻ پرائمري ماسٽر آهن. اشرف سمون

اسان کي موبائل فون تي ٿي چٽي ٿو تہ توهان گاڏي سنت نيٹو رام جي آشرم اڳيان آڻيو تہ آئون اُتي اچان ٿو. آشرم تقريبن اسلام ڪوٽ شهر جي اُتر کان ايندي ڏکڻ طرف ڇيڙي تي آهي.

اشرف سمون اُتي اچي اسان سان مليو ٿو سندس گهر آشرم جي پوئين پاسي واقع آهي، اسين ساڻس گڏ روانا ٿيون ٿا. اشرف پنهنجي گهر پردي جو چئي اسان کي اندر وٺي وڃي ٿو گهر اندر اسان جو قيام سندس لائبريري آهي. هڪ خوبصورت لائبريري جنهن ۾ دل کي وڻندڙ ڪتاب موجود آهن. اسين ڪتاب ڏسڻ ۾ لڳي ويون ٿا تہ ايتري ۾ اشرف ٻڌائي ٿو تہ ڪالهہ (تاج جويو صاحب ۽ ايوب کوسو جن پڻ آيا هئا. تاج جويو سنڌ جو نالي وارو اديب ۽ ايوب کوسو سنڌ جو پلوڙ ۽ حساس شاعر آهي. ايوب جي شاعري ۽ نثر جو تہ جي ايم پڳت بہ معوتقد آهي) اشرف اسان لاءِ هڪدم ٽڏي جو بندوبست ڪري ٿو ۽ ٻنپهرن (منجهند) جي ماني لاءِ زور پري ٿو پر اسين ٽڏو پيئڻ بعد ماني جي اشرف کان معذرت ڪريون ٿا پوءِ اسين اشرف جي رهنمائي ۾ سنت نيٹو رام جو آشرم ڏسڻ لاءِ پهچون ٿا. آشرم جي دروازي جي اندر اچبو تہ ساڄي هٿ تي هڪ وڏو ٽلهو تعمير ٿيل آهي جنهن جي مٿان آر سي، سي ڇت پيل آهي ۽ هيٺ ماربل جون ٽائيلون پڻ لڳل آهن جتي عام جنتا کي ٻن ويلن تي ماني کارائي وڃي ٿي.

هينئر منجهند جي ماني جو وقت هو ۽ غريب مسڪين ماڻهو وڏي تعداد ۾ ماني کائي رهيا هئا. ٿورو اڳتي وڃبو تہ کاٻي هٿ تي هڪ ٻيو ٽلهو ايندو جيڪو اڏيل ڪونهي، اُتي وڏي تعداد ۾ پکين کي آن کارايو وڃي ٿو پيو هن وقت بہ پکي موجود هئا. سامهون هڪ چبوتري ۾ مورت جوڙيل آهي، جنهن جو رنگ نيرو آهي، ان مورتي کان اڳ هڪ مندر اچي ٿو جنهن کي سنت نيٹو جو مندر چون ٿا. ان مندر جي اڳيان اُتر ۾ هڪ ڪمرو آهي جنهن ۾ سنت نيٹو جي حياتي واريون ڪئميرا سان نڪتل تصويرون لڳل آهن. فوٽون ۾ نيٹو رام ٽر جي پٽن ۾ ڪٽ تي ويٺل نظر اچي ٿو ۽ اُتي نيٹو رام مڪمل بزرگي جي عمر تي پهتل آهي. هڪ تصوير تي سنت نيٹو رام جي

وفات جو سال 15 سيپٽمبر 1973ع لکيل آهي ان ڪمري کي فوٽو گرافي واري گيلري بہ چئي سگهجي ٿو جيئن ئي اسين ڪمري کان ٻاهر اچون ٿا تہ آشرم جو هڪ همراه اسان کي اچي چوي ٿو تہ ماني کائو. جيئن تہ اسان اڳ ئي اهو سوچي ڇڪا هئاسين تہ هي ماني مسڪين ماروڙن لاءِ آهي، انڪري همراه کان وڏي نيازمندي سان معذرت ڪندي موڪلائي اڳتي نڪري اچون ٿا.

هوٽل تان ماني کائي نيٺ اسان اسلام ڪوٽ کان ويراهہ لاءِ روانہ ٿياسين ٿيپهري ڏاري ويرا واهہ پهتاسين، جتي بصري خاصخيلي سان ملاقات ٿي. اسان کيس کوسن کان ٿي وٽس اچڻ جو چئي، ويرا واهہ کان اُيرندي طرف ڳوٺ ڪُبڙي لاءِ راونہ ٿي وياسين ڪُبڙي رئيس غني خان کوسي جو ڳوٺ آهي، غني خان کوسو ڪاپڙي خان جو پٽ آهي، رستي ۾ پڪي روڊ ڪانپوءِ ڪچي رستي جي نئين تعمير لاءِ پٿر وڇايل ملن ٿا.جيڪي سانگاهہ جي رڻ ۾ اڳتي وڌن ٿا، سانگاهہ درحقيقت پٿن مان گذرندڙ نئين آهي .اڳيان پٿن تان پاٽي جي وهڻ جو گس نظر اچي ٿو.اسان کان ڪجهہ ڏينهن اڳ آيل برسات جي پاڻي رڻ جي ڪُجهہ حصي مان رستي وارا پٿر بہ واهي ڇڏيا هئا، هي اها روڙهي هئي جنهن تي ڪجهہ بلدوزر بہ هليل هو جنهن سبب اسان واري ڪاربہ متان آرام سان هلي سگهي ٿي. پر گذريل ڏينهن تي پيل برسات جي پاڻي جو رڻ مان پٿر گسڪائي وڃڻ وارو منظر ڏسي درمحمد زرڙ ڪندي چيو هو تہ هلندي جي برسات وري اچي ٿي وڃي تہ پاڻ رڻ جي هن حصي مان واپس ڪونہ اُڪري سگهنداسين پر خير اسان رڻ جي هن حصي کان اڳتي وڌي وياسين. وڇايل پٿر ختم ٿيا وري مڪمل نئون تيار ٿيل روڊ شروع ٿي ويو. اسان پيچاٿون ڪندا نيٺ ڳوٺ ڪُبڙي ۾ اچي پهتاسين، جتي خبر پئي تہ رئيس غني خان کوسو ننگر پارڪر واري جاءِ تي ويل آهي ۽ اسان سان ملڻ لاءِ سندس پاءُ محمد اسماعيل کوسو اچي ٿو. ڪجهہ ئي دير ۾ اسماعيل کوسو بہ اسان سان اچي مليو ۽ اسان کا حال احوال ورتائين ۽ اسان جي پيچڻ تي ٻڌائين تہ

منهنجي ڇمار هينئر 50 سالن جي لڳ ڀڳ ٿيندي. مير خان کوسو جيڪو ڏاڙيل هو ان جو پاڙو اسان وارو ناهي. هو بليلاٽي کوسو هو، هن جا پٽ دريا خان ميوو خان يا سندس پڙپوٽو سهراب خان توهان کي ننگر پارڪر شهر ۾ ملندا جن کان ميرخان کوسي جي باري ۾ وڌيڪ معلومات ملندي. رئيس اسماعيل جو وڌيڪ چوڻ هو ته اسان جي هن ڳوٺ ۾ اڳ ڪُنڙي ذات جا واڻيان رهندا هئا. جيڪي ورهاڱي لڏي انڊيا هليا ويا. اسماعيل جي چوڻ موجب هتان کان هندستان جو بارڊر اٽڪل نوي ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي ۽ انڊيا جي طرف ٻاڪاسر، سوئي گام ۽ احمد آباد وغيره اچي وڃن ٿا. ڪوسن چانهه ڪانپوءِ رات جي ماني لاءِ گهٽو ٿي ڇيو ۽ رات ترس لاءِ پڻ چئين. پر سج مڪمل لهي چڪو هو ۽ برسات به پوڻ لڳي هئي جيڪا آهستي آهستي زور وٺي رهي هئي ان ڪري موڪلائي واپس نڪتاسين.

## ٻي دفعي

اسان 24 آگسٽ 2013ع جي شام جو ننگر تعلقي جي ويرا واهه ڳوٺ ۾ پهتا هئاسين. اسان جو وفد محمد رمضان نوحاڻي، اقبال جت، نجيب نوحاڻي ۽ مون سميت چار ماڻهن تي مشتمل هو. اسان جي آجيان ويرا واهه تي لال بخش ۽ وسايو خاصخيلي جن ڪئي، وسايو جي ويراواهه تي ٿي هوٽل هئي ۽ هوٽل پويان سندن ڳوٺ اٿن.

اسان جي رهائش به خاصخيلين وٽ هئي همراهن ميزباني جو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. اوطاق جي ٻاهر کلي ميدان تي هوا خاطر کٽون لڳايون ويون.رات جو رنگ ٿيو ته ڪچهري جو به رس چڙهيو رهاڻ هلندي رانجهو خاصخيلي، حيڪم خان ۽ ٻيا به اچي شامل ٿيا. اوطاق محمد عمر خاصخيلي جي نالي سان هئي جيڪو وڏي ڇمار جو بزرگ هو. ۽ هي جاگير اڳ آيي سنگهه ٺڪر جي هئي. اسان جي ڪچهري ۾ موجود رانجهو خاصخيلي ليمي خاصخيلي جو پوٽو هو. ليمي جي وقت ۾ ٻڙوت سنگهه ٺڪر نالي ڏاڙيل جي وڏي هاڪ هئي، ٻڙوت ٺڪر قد جو ننڍو ڪنن ۾

سونيون ۽ ٻه ڪوپٽيون ، ۽ لانگوٽو ٻڌل هوندو هئس، پيرن ۾ ٺُٺئور واري جُتيءَ ۽ ننڍين ٻانهن واري شرٽ نماءُ قميض پهريندو هو. جڏهن ته ليمون خاصيخيلي قداور شخص پٽڪو ۽ اجرڪ جي گوڏ ٻڌل پريل ڏاڙهي سان به هٽيو مٽس هوندو هو.

ڏاڙيل نُکر جي هڪ ٻانهن (عورت) جي سلسلي ۾ خاصخيلين سان اٽبت هلندڙ هئي، هڪ دفعي ڏاڙيل ہڙوت خاصخيلين سان ملڻ آيو ڏاڙيل نکر وارن جي هڪ مائي ليمون جي ٺوهن ٿيندي هئي، ہڙوت سنگهه ڏاڙيل پنهنجي زبان جي اُوچار ۾ ليمون خاصخيلي کي نيمون تي سڏيو ہڙوت ليمون جي هَشمت ڏسي چيئي ڏنون ته توهان کي هڪ ته ڇا پر ٻه ٻه ٻانهون (عورتون) وهيارڻ جو اختيار آهي پوءِ نُکر ڏاڙيل خاصخيلي جي دعوت کائي خالي هٿين واپس موٽي ويو ۽ وري ڪڏهن به خاصخيلين جي طرف نه آيو. ڪچهري ڪافي دير تائين هلي ، پر اسان جي آرام جو خيال ڪندي همراه موڪلائي هليا ويا. ڪجهه دير لاءِ ته مونکي ننڊ آئي پر برساتي آگهم هئڻ ڪري گرمي پد وڌيل هو تنهن سبب ننڊ اُکڙي ويئي. مال جي چنگ جا آواز آيا پي هڪ ٽيٽيار پکيءَ اسان جي کٽن جي پاسي ۾ ڦيرا ڏئي رهي هئي شوال جي 17 تاريخ هئڻ ڪري چنڊ به رات جي پوئين پهر ۾ پنهنجي روشني سان ڌرتي کي ڌوئي رهيو هو.

هي خاصخيلين جو ڳوٺ ويرا واهه ۾ سانگاهه نئين جي ڪنڌي وٽ واقع آهي. جتي ديوي جا وڻ وڏي تعداد ۾ آهن. 1971ع ۾ هندستان پاڪستان جي جنگ شروع ٿيڻ وقت خاصخيلي ذات وارا ماڻهو ۽ ٻيون ذاتيون به هت وڏي انگ ۾ موجود هيون پر جڏهن انڊين آرمي هن طرف ڪاهي آئي ته مسلمان ذاتين وارن جي اڪثريت لڏڻ لڳي. جيڪي ڦاسي پيا سي ٽلون ڪري نڪرڻ ۾ جنبي ويا. انڊين آرمي ڌوڪيندي ٿر ۾ اسلام ڪوٽ اُڪري مٺيءَ جي طرف پاروچ تائين رسائي ڪري چُڪي هئي. ۽ پوءِ ڏاني ڏانڊل وٽ باڊر ناهي ويهي رهي هئي. (ڏانڊلن جو ٿر ۾ ڳوٺ ڏانونڊل پارڪر ۾ آهي، جنداوڙن جي هڪ ٽُک راجپوت آهي، اهي به ڏانڊل آهن.)

جڏهن مسئلا ڳالهين ذريعي حل ٿيا ته تقريبن ارڙهن ميهنن ڪانپوءِ خاصخيلي برادري جا هي فرد پنهنجن اباڻن ڳڪن تي پهتا، سيڙين وارو ڳوٺ ۽ اها سمر به هنن خاصخيلي ذات جي ماڻهن جي حوالي سان سڏجي ٿي. ۽ هن ذات جي ماڻهن جي وڏي گهڻائي هت آباد آهي. هي خاصخيلي مالوند هئڻ ڪري ٿر ۾ آبي مسئلي هجڻ ڪري لاڏائو پڻ رهندا اچن. تنهن ڪري برساتون نه پوڻ ڪري ڌڪار جي مُنهن ڪيڻ مهل هي اڪثر ڏکڙي جي طرف لڏندا رهيا آهن ۽ ڏکڙي جي اولهه ڏکڻ ۾ نوحاڻي برداري جي ڳوٺن جي لڳ اچي وهندا هئا. جنهن سبب هنن خاصخيلين جا نوحاڻي برداري سان ويجها واسطا ٿي پيا ۽ نوحاڻين جي معرفت ڏکڙي جي ميرن / ٽالپرن سان تعلق ٿين، خاص طور تي مير حاجي جان محمد مرحوم سان.

ويرا واهه ۾ ئي ڏينهن اسين سوير اٿياسين ته رمضان نوحاڻي آسمان تي موجود هلڪي ڪڪرن جي طرف اشارو ڪندي مونکي چوي ٿو ته هن کي چٽبو آهي تتر آڙي ، جنهن ۾ آسمان تي ڪڪر تترن جي پرن تي موجود ننڍڙن دائيرن جيان لڳن، اهي برسات اچڻ جون نشانيون آهن. اُتي اسان کي اهو به معلوم ٿيو ته جتي ٿر جي اڳين ياترا مهل ڳوٺ ڪُبڙي کان واپس ايندي ڦاٿا هئاسين اُن کي ٿر ۾ رڻ چيو وڃي ٿو جيڪو سانگاهه نئين جو حصو آهي . ۽ اُتان کان ڪجهه اڳتي ويرا واهه جي طرف جنهن ڳوٺ جي پر ۾ اسان جي ڪار ڦيهر ڦاٿي هئي جتي ماستر الهڏنو ڪنير جي مدد سان جيپ ۾ توچڻ ڪري ڪيڍي ويئي هئي، ان ڳوٺ جو نالو ڪارسر هو. اُتي اها به ڄاڻ پئي ته اُهو ڳوٺ ڪارسر، ڪنير ذات جي ماڻهن جو آهي، ۽ سنڌ جي مشهور گلوڪارا فوزيه سومرو ان ڳوٺ جي هئي ۽ اصل ڪنير هئي پوءِ سومرن ۾ شادي ڪئي هئس.

هي 25 آگسٽ 2013ع تي آچر جو ڏينهن هو ته اسان چاچي وسايو خاصخيلي کي ساڻ ڪري ننگر شهر جي طرف مير خان ڪوسو جي مائٽن سان ملڻ لاءِ روانه ٿياسين ننگر شهر پهچي اسان کي معلوم ٿيو ته مير خان ڪوسو جو پڙپوٽو سهراب خان ڪوسو هت ننگر شهر ۾ رهي ٿو. ان سان ملڃي

چاچي وسائي جي ڪوشش سان اسان جي سهراب ڪوسو سان ملاقات ٿي ۽ پوءِ سهراب اسان کي وٺي هليو گلاب خان ڪوسو وٽ گلاب ڪوسو ننگر شهر ۾ موجوده رينجرز چيڪ پوسٽ کان اوپرندي ويندي نديءَ اُڪري پرئين پر ڳوٺ ۾ رهي ٿو جنهن کي بلوچ پاڙو يا محمد خان جي واند چوَن.

گلاب خان ڪوسو محمد خان جو پٽ آهي، محمد خان وري وسائي ڪوسي جو پٽ هو ۽ وسايو پير بخش جو ۽ پير بخش ڪوسي جي والد جو نالو مهميد خان ڪوسو هو اهو مهميد خان ڌاڙيل مير خان ڪوسو جو سڳو سئوٽ ۽ ڌاڙن ۾ ساٿي رهيو هو. هي ڪوسن جي بليلاڻي پاڙي مان هئا. گلاب ڪوسو وڏيڪ ٻڌائي ٿو ته مير خان ڪوسو سلطان خان ڪوسي جو پٽ هو ۽ بخشو خان ڪوسي جو پوٽو هو. گلاب اهو به چئي ٿو ته مير خان ڪوسي اسلام ڪوٽ وارو ڌاڙو هنيو هو. هو ٻڌائي ٿو ته مير خان بنيادي طور ڌاڙيل نه هو هو هڪ شريف ۽ سادو ماڻهو هو سندس ڳوٺ شريت جي نالي سان ضلعي پٽڻ ۾ جيڪو اڳ ضلعي بناس ڪانٺا جو حصو هو جنهن جو هيڊ ڪوارٽر به بناس ڪانٺا هو.

پوءِ الڳ ضلعي طور ورهائجي ويو مير خان ڪوسو جي ڳوٺ ۾ تخت سنگهه نالي هڪ وڏي آٿر وارو ٺڪر رهندو هو جيڪو گهوڙن جو شوقين هو. هي علائقو انڊيا جي صوبي گجرات ۾ آهي ان ميرخان ڪوسي کان ڪافي ڀيرا سندس گهوڙيءَ گهري هئي پر هر واري مير خان جواب ڏنو ٿي. جنهن تان تخت سنگهه کي مَنيان لڳي، هڪ ڏينهن ٺڪر تخت سنگهه مير خان جي گهوڙيءَ زوري جهلي بيهاري ڇڏي. شام ٿيڻ تي گهوڙيءَ گهر نه پهچي ته مير خان جي والده معلومات وٺڻ کانپوءِ مير خان کي چيو ته ٺڪر تخت سنگهه کان وڃي پنهنجي گهوڙيءَ وٺي آچ مير خان والده کي ڪو جواب ڏيئي نه سگهي ۽ نه ٺُڪر تخت سنگهه وٽ وڃي، جو ڪيس جهيڙي جو انديشو هو. ائين به ٽي ڏينهن گذري ويا ته ميرخان جي والده ڪاوڙ ۾ مير خان کي چيو ته تنهنجا ڪپڙا ڏي مونکي ۽ منهنجا ڪپڙا پائي تون ۽ تون گهر ۾ ٿي ويهه ۽ آئون پاڻهي ٿي وڃي ٺڪر کان گهوڙيءَ وٺي آچان. جنهن تي

مير خان کي ڪاوڙ لڳي ۽ گهران پيڙ تي نڪتو ته ٻاهر سندس سئوٽ مهميد خان مليس ، جنهن تي هِن مير خان کي سمجهايو ته تڪڙ نه ڪر طريقي سان هلون ٿا. پوءِ هي ستن آٺن همرائن تي مشتمل ٽولو ٺاهي نڪر جي طرف راونه ٿيا تخت سنگهه نڪر جي نڪاڻي تي هنن جو حملو زوردار هو. جتي نڪر جا ڪجهه همراه به مارجي ويا ڪوسن پنهنجي گهوڙيءَ سان به ٽي نڪر جون ٻيون به گهوڙيون ڪاهيون ۽ ٻيو سامان به ڦرين . پوءِ ان ڳوٺ ۾ موجود هڪ بينڪ به ڦرين ۽ ان بينڪ جي گارڊ کي به قتل ڪين. مطلب هن ٽولي ڏوهه ڪري ڌاڙيلن جو روپ ورتو جن کي گجراتي زبان ۾ ٻاروٽيا چيو ويچي ٿو (اتان اهو به معلوم ٿيو ته گجراتي ٻولي ۾ ٻاروٽيا لفظ جو مقصد آهي ڌاڙيل يا مفرور وغيره) مير خان ڪوسو ۽ مهميد خان ڪوسو ان وقت ڀرپور جواني جي عمر ۾ هئا.

ڳوٺ شوَل جتي ڪوسن جي وڏي آبادي رهائش پزير هئي ان ڳوٺ جي نڪر اسلام ڪوٽ جي واڻين کان قرض ڪنيو هو نڪر جي حالت مالي طور تي ابتر هئي، واڻين نڪر تي تمام گهڻو زور ڏنو ته قرض واپس ڪر، پر نڪر جا حال هيڻان هئا. نيٺ واڻين نڪر کي ميهڻو ڏئي چيو ته پنهنجي زال به وڪڻي اسان جو قرض واپس ڪر. نڪر زال جي نالي مليل ميهڻي تي مچرجي پيو، تنهن ڪري نڪر مير خان ڪوسي جي ٽولي جي پچا ڪئي سو نيٺ وڃي مير خان سان مليو ۽ ڪيس پيرائتي ڪٿا ڪري ٻڌايائين. هُو هڪ طرف ته ڌاڙيل هئا ۽ ٻيو نڪر جي ڏانهن سان همدردي تي پئين .انڪري اسلام ڪوٽ تي ڪاهي آيا ، اچي گوپال ۽ پمنداس جي پچا ڪيائون. (پوءِ ڦر جو اهو واقعو أسلام ڪوٽ ۾ رونما ٿيو جيڪو رائيچند راٺوڙ ڪتاب "تاريخ ريگستان" ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪتاب "واقعياتي بيت" ۾ ڄاڻايو آهي.)

پوءِ ڳوٺ ڪيرڻ ڪاٺڻ ۽ آڏيگام کي پڻ ڦريو ويو (مطلب ته ڏوهه ڌاڙيل جي فطرت بنجي ويندو آهي نه ته ٻين بيگناهه ماڻهن ڪهڙو ڏوهه ڪيو هو) مير خان ڪوسي ساڏاهه ٻارانهن سال ڦرون ڪيون هيون، مير خان

جي زوال جو سبب. گلاب ڪوسو اهو ٻڌائي ٿو تہ هڪ دفعي سندس ٻن ساٿين ڪنهن عورت تي هٿ ڪنيو هو جنهن تي ميرخان کين چيو هو تہ هاڻ پاڻ گهڻو وقت زنده رهي نہ سگهنداسين.

مير خان تي سرڪاري انعام بہ رکيل هو سندس ئي ڪوسا ذات جو هڪ همراه اڳ مير خان کي هٿيار پهچائيندو هو تنهن سرڪار کي چُغلي هڻين ۽ مير خان کي گرفتار ڪرايو ٿيو ائين جو ميرخان ڪوسي وٽ گوليون گهٽ هيون جنهن سبب هُن مذڪوره همراه کي نياپو ڪيو تہ اسان ڦلاٽي هنڌ آهيون تون گوليون آڻي ڏي، همراه وڃھ ڏسي وڃي سرڪار کي ٻڌايو تہ مير خان ڦلاٽي هنڌ موجود آهي ۽ گوليون بہ گهٽ اٿس اهو مقابلو باڪر جبل وٽ ٿيو هو جت مير خان جي ڪجهہ ساٿين سان گڏ مهميد ڪوسو بہ مارجي ويو هو اُن ڏاڙيلن جي ٽولي ۾ مهميد خان ڪوسي جي زال زهريءَ لُنڊ بہ شامل هئي. جنهن پنهنجي رائفل ۾ رهجي ويل گولين سان پندرهن سپاهي ماري وڌا ، پاڇائي جي ان عمل تي مير خان ناراض بہ ٿيو هو ڇاڪاڻ جو هُن جو گوليون گهٽ هجڻ ڪري بغير ڪنهن اموات جي گرفتاري پيش ڪرڻ جو پروگرام هو. پوءِ انگريزن جي سپاهين نيٺ هن ڏاڙيل ٽولي جي بچيل فردن کي گرفتار ڪيو. تنهن کان پوءِ ميرخان ڪوسو کي گجرات جي جيل ۾ پنهنجي ڀاءُ چاند خان ڪوسو سان گڏ ڦاسي آئي ۽ مير خان جي قبر تنهن وقت پنڻ ڳوٺ ۾ "ٻاوا حاجي شاهہ" جي قبرستان ۾ ٺاهي ويئي هئي.

ميرخان ڪوسو کي ڪُل ڇهہ پٽ هئا پنج انڊيا ۾ رهيا ۽ هڪ سنڌ ۾ رهيو جنهن جو نالو سهراب ڪوسو هو جيڪو پڻ نالي وارو ڏاڙيل ٿي گذريو آهي مير خان ڪوسي جي ڦاسي وقت سندس پٽ سهراب جي ڄمار ڏهن ٻارانهن سالن جي لڳ هئي.

مير خان ڪوسي جو ڏاڏو اصل لاڙ پٽ جي شهر ٽنڊوباگو جي ويجهو ڏيئي ڳوٺ جو هو پوءِ لڏي ٿر جي ٻاڊر جي طرف آيو هو مير خان جي ڏاڏي بخشو ۽ سندس اولاد کي مٽي ۾ ڪجهہ آڇا وار ڇائي ڄم کان ئي هئا ان ڪري هو چيتوڙي ڪوسا پڻ سڏائيا تي.

گلاب ڪوسي جي چوڻ مطابق تہ مير خان جي ڏاڏي بخشو وارن جا ڏنيئي ۾ زمين جا ڪاتا بہ هئا. آخر اسين گلاب ڪوسي کان موڪلائي راونا ٿياسين.

(هن دوري ۾ اسان جي ملاقات ٿر جي انسائيڪلوپيڊيا علي نواز ڪوسو ولد نبوت خان ڪوسو سان سندس انتهائي بيماري واري حالت ۾ ننگر شهر ۾ موجود سندس گهر جي بيٺڪ ۾ ٿي هئي ۽ پوءِ پاڻ تاريخ 27 آڪٽوبر 2013ع تي وفات ڪري ويا هئا.)



# مدد خان پٺاڻ

مدد خان پٺاڻ 1782ع ۾ ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي تخت وٺي ڏيڻ لاءِ سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي.

(سنڌ بابت جامع معلومات ص 38)

مدد خان پٺاڻ عبدالنبي ڪلهوڙي جي چرچ تي سنڌ تي ڪاهي آيو هو. مدد خان پٺاڻ جو ڏهڪاءُ اهڙو وارو هو جو شاعرن به اُن تي شاعري ڪئي آهي.

**مار مدد کون دور کرو**
**چوڙ وچي يهودي يزيد ميان.**

(حضرت مراد فقير رح ڪنڊڙي وارو)

مدد خان پٺاڻ جو اصل نالو دلاور خان هو. سندس تعلق اسحاق زئي قبيلي سان هو. هي احمد شاهه ابدالي جي دربار ۾ هڪ معمولي ملازم هو. احمد شاهه ابدالي جي پٽ تيمور دلاور خان کي مدد خان جو لقب ڏيئي پنهنجو خاص مشير مقرر ڪيو هو.

عبدالنبي ڪلهوڙو ٽالپرن کان شڪست کائڻ سبب مدد خان پٺاڻ کي وڏي ڏن جي لالچ ڏئي ٽالپرن کي سيکت ڏيڻ خاطر سنڌ تي چاڙهي آيو هو. عبدالنبي ڪلهوڙو سنڌ اچڻ کانپوءِ مدد خان پٺاڻ کي ڏن ۾ ڪجهه ڏيئي نه سگهيو هو. تنهن ڪري مدد خان پٺاڻ کي سنڌ جي پرين ترين شهرن مان لُٽ ڦر جي موڪل ڏنائين.

مائونٽ اسٽوئرٽ الفنسٽن لکي ٿو ته "مدد خان سڄي مُلڪ کي باهه ۽ تلوار سان ويران ڪري ڇڏيو هن جي لُٽمار ايتري قدر ته شديد ۽ بي پناهه هئي جو هن مُهم کانپوءِ خوفناڪ ڏڪار شروع ٿي ويو. بيان ڪيو وڃي ٿو

تہ سنڌ کي هن واقعي مان جيڪو نقصان پهتو آهي، تنهن جي تلافي اڃا تائين (1890) تائين نہ ٿي سگهي آهي.“

جُوڻ ۾ فتح باغ لاڙ جا بہ شهر جيڪي باغ ۾ ميون جي حوالي سان مشهور هئا. تن کي بہ مدد خان پٺاڻ ڦري ساڙي قبرن جي ڍير ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هو مدد خان پٺاڻ نصرپور اگهاماڻو ، هنگورا ، بدين توڙي جو اڳوٽي نبي سر ڳوٺ تي بہ وڃي ڪڙڪيو هو. پوءِ آخر ڪهڙو ڪارڻ هو جو مدد خان پٺاڻ کان ڏگهڙي لڳ سونارن جو ڳوٺ سونهري رهجي ويو؟!

صاف ظاهر آهي تہ سونهري 1782ع ڌاري وڏي هاڪ وارو نہ هوندو ، جيڏو ڇيو وڃي پيو يا تہ بنهہ وجود ۾ ئي 1782ع کانپوءِ آيو هوندو.

هي اهو وقت هو جو ڏگهڙي اڃا وجود ۾ نہ آئي هئي نوحاڻي ذات جا ماڻهو سنجر خان نوحاڻي جي صورت ۾ اٺين پيڙهي کان هت وجود رکندا پيا اچن يعني 275 سال اڳ 1740ع ۾ ڪُنب واري علائقي ۾ اچي آباد ٿيا هئا. (اهو نوحاڻين جو بيان آهي) سي مدد خان جي دور ۾ بہ ڪُنب ۾ موجود نظر اچن پيا. نوحاڻين کان اڳ ات دل ذات جي ماڻهن جوهڪ اڌ گهر هوجيڪي نوحاڻين جي اچڻ سان خوف کائي رات پيٽ ۾ اتان لڏي ويا هليا. اڳ ڏگهڙي لڳ پراڻ ڪنڌي تي آباد نظر اچن ٿي دل ذات جا ماڻهو ٿا.

ڪاڇيلو ريلوي اسٽيشن لڳ سوڍا ٻوڙ ڍنڍ،جتي راجپوت سوڍن کي سميجا سپاهين ٻوڙي ماريو هو. سميجا دراصل دل ذات جي نُک آهي.

ڪنڊو شيدي جيڪو شيدين ۾ سڀ کان اول ڏگهڙي آيل ٿو ڏسجي، تنهنجو ڏگهڙي اچڻ جو وقت 1848ع ڌاري ڀائنجي ٿو. (ماستر احمد علي ”ڪوثر“ ڦلاڻي چوي ٿو تہ ”ڪنڊو شيدي“ اصل ۾ ٺٽو ڀاگو کان ڏگهڙي جي طرف آيو هو ۽ جيمس آباد جي خاصخيلين مان شادي ڪئي هئس ، ۽ موجوده جيلاني جي درگاهہ لڳ حاجي ڪالو شيدي ۽ مگڻ شيدي وارن جي موجوده گهرن واري پڊن تي رهي پيو هو ۽ روزگار سانگي سُونهري ۾ واٽين وٽ پاڻي ڀرڻ جي مزدوري ڪندو هو.)

ڪنڊو شيدي پنجين پيڙهي ۾ منهنجو نانو آهي. ڪنڊو شيدي کي لونگ شيدي نالي پٽ ٿيو. لونگ شيدي کي حاجي ڪالو نالي پٽ ٿيو ۽ حاجي ڪالو شيدي کي منهنجي والده جي صورت ۾ نياڻي ٿي هئي. ان حساب سان ڪنڊو شيدي جي پنجين پيڙهي ۾ آئون اچان ٿو. 33.3 جي حساب سان هڪ پيڙهي کي ڳڻيو ويندو آهي .ان طرح ڪنڊو شيدي کي ڏگهڙي جي طرف آئي 166 سالن جي لڳ ڀڳ جو وقت ٿيو. اهو دور وڃي بيهندو 1848ع جو.

خاناڻي ٽالپر ڏگهڙي جي پڊن طرف تقريبن 85_1880ع ڌاري آيا آهن، محمد شاهه جيلاني به ساڻن گڏ آيو هو مير موجوده ڏگهڙي لڳ ٽنڊوباڳو روڊ تي واقع ڳوٺ پُوڙ تي رهي پيا هئا ۽ جيلاني سندس موجوده درگاهه واري هنڌ تڪيو ڪيو هو. جتي سندس خدمت ڪنڊو شيدي ۽ سندس پٽ ڪندا هئا. تنهنڪري اُهي شيدي خليفا سڏيا ويندا آهن. موجوده سردار مگڻ شيدي، الهجڙيو، ٽپيدار محمد جمن ۽ مُحمد اشرف شيدي واپڊا وارو سندن اولاد مان آهن. ماستر احمد علي ڪوثر اهو به چوي ٿو ته "ڏگهڙي ،ٽنڊوجان محمد ۽ جهڏو ۾ اهل تشيع جا عَلم پاڪ به وڏي الهجڙيي هنيا هئا" اهو به چيو وڃي ٿو ته محمد شاهه جيلاني موجوده هنڌ مٽي جي ڍير تي ويٺو هوندو هو جتي ڪيس وڏو مگڻ شيدي ڍاڪون ۾ ماني آڻي ڏيندو هئس.

جيلاني ، خاناڻي ٽالپر ۽ شيدين کان اڳ ڏگهڙي واري موجوده پڊن تي ڪولهين جا آثار نظر اچن ٿا. شاهد ملاح ذات جا ماڻهو به رهندڙ هجن ، يا ڪولهي ئي ملاحن وارو ڪم ڪندا هجن. "1901ع ۾ سنڌ ۾ رهندڙ ڪولهين جو تعداد ٻٽيهه هزار 126 هو جن منجهان گهڻا حيدرآباد، ٿر پارڪر ضلعن ۾ رهندا هئا. ڪولهي عظيم ۽ آڳاٽو نسل آهي جيڪي هاڻي گهڻو ڪري گجرات ۾ رهن ٿا.هنن جي پنهنجي ڏند ڪٿائن ۽ روايتن موجب اُهي سنڌي ميدن (ملاحن) جو اولاد آهن، پر منجهن راجپوت لاڳاپن جي واضح اشارن جو پتو پوي ٿو".

(سنڌ گزيٽيئر، اي ايڇ ائٽيڪن_ص 231 سال 2006ع)

ڳالهه پڻ ڪئي سين مدد خان پٺاڻ جي جيڪو 1782ع ۾ سنڌ تي ڪاهي آيو هو. سُونهري تڏهن نظر نہ پيو اچي واضح ٿيو تہ سُونهري ٽالپرن جي دؤر (1783ع کانپوءِ) وجود ورتو هوندو ۽ خاناڻي ٽالپرن جي ڏکڙي جي موجوه پڊن تي اچڻ تائين قائم رهيو آهي.اندازن 85_1880ع تائين ۽ اهو بہ تہ جن سُونهري کي ڦريو تن کي ڪاري پاڻي جي سزا آئي. ڪاري پاڻي جي سزا فقط انگريز دور ۾ ايندي هئي. مطلب سُونهري جي ڦٽڻ جو وقت انگريز دور آهي سونهري جو وقت هڪ سئو سالن کان ڪجهہ سوايو رهيو هوندو.

ٽالپرن جي ڏکڙي واري هنڌ وٽ اچڻ مهل سُونهري جا پويان پساهہ آهن ڇاڪاڻ جو نہ ٽالپر سُونهري ويجن ٿا نہ محمد شاهہ جيلاني ان طرف رهائش اختيار ڪئي البتہ ڪنڊو شيدي اُت مزدوري ڪارڻ واٽين جو پاڻي پريندو هو اُن ڪنڊو شيدي ئي سونهري جي ڦرجڻ جو قصو جيلاني کي اچي ٻڌايو هو.

پيو جيڪو اهو چيو ويندو آهي تہ مدد خان پٺاڻ سنڌ اچڻ کان پوءِ اهو اعلان ڪيو هوتہ جيڪي سيد هجن سي پنهنجي گهرن تي اڇا جهنڊا چاڙهي ڇڏين (مقصد سي گهر نہ ڦريا ويندا ) اها ڳالهہ بہ مونکي مفروضو ٿي لڳي اهو ڪئين ممڪن آهي تہ سيدن جا شهر تہ ڦريا وڃن پر سيدن جا گهر ڇڏيا وڃن!؟ حقيقتن جي ائين ٿيو بہ هوندو تہ پوءِ گهٽ ماڻهن جيڪي سيد نہ هئا تن بہ پنهنجي گهرن تي اڇا جهنڊا چاڙهي رليف ورتو هجي ۽ تن مان گهڻا اڄ تائين ان رليف جو فائدو وٺندي سيد سڏائيندا هجن. يا ممڪن آهي سيدن جي ڪردار کي ديو مالائي بڻائڻ لاءِ اهو قصو گهڙيو ويو هجي.

# سرفراز واهہ جي حقيقت

اهو واهہ پنهنجو پاڻي درياءَ مان مٽياري ويجهو کڻي ٿو ۽ هالا، حيدرآباد، ٽنڊوالهيار ديري محبت ۽ ٽنڊي باگي تعلقي جي زمينن کي سيراب ڪري ٿو هن واهہ تي شديد ڏاکڙن ۽ ڏکيائين سان ڪم ڪيو ويو آهي 1872ع ۾ نصير واهہ شاخ کيسانو واهہ طرف رُخ متائڻ سبب لڙهيل واريءَ وسيلي ٿيندڙ رڪاوٽ جي نتيجي ۾ ڦيري متائڻ تي هڪ لک ارڙهن هزار پنج سئو رپين جي لاڳت سان ڪم ضروري بڻجي ويو. 1892ع ۾ اٽڪل نو هزار اٺ سئو رپين جي لاڳت سان واهہ جي مُنهن کي بوڏن ۾ لڙهي ايندڙ واريءَ سان ڍڪڻ کان بچڻ لاءِ بچاءَ بند ٺاهيو ويو ،گذريل ٽن ورهين دوران واهہ جي مُنهن تي ڪاچ ٿيندو رهيو،جنهن سبب واريءَ جا ڍيڳ جمع ٿي ويا ۽ اهڙي طرح ريت مُنهن جي پڇاڙي کان اڳ وهڪرو رڪجي پئي ويو ،تنهنڪري هڪڙو نئون مُنهن 1905ع ۾ واهہ جي ٻارهن ميل ڊگهي پيچڙ ۾ چمڙائو واهہ جي اڏاوت سان ضروري ڪوٺيو ويو هڪڙي لوهي ڇاپ موڙ جي پيچڙ تي ٺاهي وئي آهي ،سرفراز واهہ جي ڊيگهہ ٽيهہ ميل آهي، پاڻي جو سراسري نيڪال 399 ڪيوسڪ فوٽ في سيڪنڊ آهي، پوکجندڙ سراسري ايراضي ستاويهہ هزار 344 ايڪڙ آهي ، جنهن منجهان 2626 ايڪڙ وهڪري تي آباد ٿئي ٿي ،۽ منجهانئس ڪُل ڍل ڇائيتاليهہ هزار 569 رپيا ملي ٿي، ڪاٽيءَ تي ڪل خرچ اٺ هزار 772 رپيا ٿئي ٿو.

(سنڌ گزيٽئر اي_ ايچ ائٽيڪن، مترجم حسين بادشاهہ ص 382_381)

سرفراز واهہ جو ذڪر انگريزن جي ڪجهہ ٻين حوالن مان بہ ملي ٿو. ”مکيہ جاگيردارن سان ياڻيوار_ تحويلدارن جا ناتا“ هن بيان مان پتو پوندو تہ ڪجهہ سنڌن هيٺ، خان محمد يا غلام علي (ٽنڊو غلام علي جو مير)

اڪيلو جاگيردار نہ هو مڪيہ جاگيردارن سان اضافي پائيوار جاگيردارن جي ناتن بابت ڪيپٽن رٿبورن جي ڪليڪٽر ڪراچي ڏي لکيل خط نمبر 818، تاريخ 8 آڪٽوبر 1850ع مان ڪنيل هيٺين اقتباس مان پتو پوندو.

سندن مان معلوم ٿيندو تہ مير فتح خان جاٽايل جاگيرن ۾ حصو هن ڪيلڪٽوريٽ جي سرفراز واهہ جاگير ۾ چار هزار ميربيگهہ جي حصي تائين محدود ڪيو ويو هو بهرحال اهو حصو هاڻي ادائيگي جي جاءِ تي منظور ٿيل جاگير هجڻ سبب ختم ٿي ويندو اهو حصو هن ايڪسيلنسي گورنر طرفان رڳو حياتي تائين ٻيهر جاگير طور منظور ڪرڻ جوڳو هو.

(سنڌ ۾ جاگير جي تاريخ ،سنڌيڪار،حسين بادشاهہ ،صفحو 394)

سرفراز واهہ تي جاگير جي ورهاست جو ذڪر ڪجهہ هن ريت بہ آهي "14 فيبروري 1842ع تي مير نصير خان ، خان محمد کي سرفراز واهہ مان 12593 مير بيگهہ ۽ فتح خان کي ساڳين جاگير مان 4000 مير بيگهہ ۽ فضل علي کي ساڳين جاگير مان 1407 مير بيگهہ منظور ڪري ڏني."

(ايضا ،صفحو 394)

هاڻ ڏسڻو آهي تہ ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ ۾ ڪهڙا واهہ کوٽيا ويا ؟ ان سوال جي جواب ۾ ايم ايڇ پنهور صاحب ويهارو کن نالا ڏنا آهن .پر پنهور صاحب جي چوڻ موجب اهو سوال اڃا بہ تحقيق طلب آهي.

شاهہ جي ڪورواهہ ،شاهہ بهاري، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ کوٽايو نصرت واهہ نصرت خان چانڊئي ، نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ کوٽايو مراد واهہ مراد خان ڪلهوڙي کوٽايو فيروز واهہ ڪلهوڙن جي هڪ وزير فيروز ويراڙ کوٽايوسرفراز واهہ ميان سرفراز ڪلهوڙي کوٽايو باغ واهہ ڪلهوڙن جي خاص ماڻهو باغ خان سيال کوٽايونور واهہ ميان نور محمد ڪلهوڙي کوٽايو جيڪو بيگاري واهن مان هڪ آهي، نور واهہ نالي هڪ ٻيو واهہ نورمحمد ڪلهوڙي جي دور ۾ گهاڙ واهہ مان ڪڍيو ويو گهاڙ واهہ بابت ڪلهوڙا دعوي ڪن ٿا تہ انهن کوٽايوجڏهن تہ اهو ڪنهن وقت ۾ قدرتي واهہ هو، اولهہ نارا سنڌو جو قدرتي ڦاٽ آهي،پر ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ استعمال ٿيو ڏتي جي ڪور ڏتي کهاوڙ کوٽايو شاهہ جي ڪور ،

ميان نور محمد ڪلهوڙي کوٽايو داد ۽ ڏمراهه واهه سنڌو جا پراڻا وهڪرا هئا، تن کي ڪلهوڙن واهن طور استعمال ڪيو گانگرو واهه هالا کان هيٺ قدرتي وهڪرو هو

جنهن کي ڪلهوڙن 1758ع ۾ پيهر واهه طور استعمال ڪيو ٻگهاڙ واهه 1699ع ۾ سنڌوجوقدرتي ڦاٽ هو پر 1758ع ۾ غير دائمي ٿي ويو غلام شاهه ڪلهوڙي ان کي واهه طور استعمال ڪيو، سن 1740ع تائين 22 لک ايڪڙ زمين آباد ٿينديون هئي، پر پوءِ درياهه جي ڦير ڦار سبب اها حد بدلجي وئي، اهو ان وقت ٿيو جڏهن سنڌو پنهنجو وهڪرو هالا وٽان بدلايو"
(ڪتاب سنڌو جو سفر 1989ع بدر ابڙو صفحو 356، 357 سال 1994)

مٿين احوال مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته سرفراز واهه سنڌو درياهه جو قدرتي ڦاٽ نه بلڪ ميان سرفراز ڪلهوڙي پاران هٿرادو ڪيرايل زرعي واهه هو، البته ڪٿي اڳ جو ڪو ميساريل واهه جو حصو هن جي پيٽ ۾ اچي ويو هوندو پيو اهو ته سرفراز واهه ڊگھڙي شهر مان گذريو ٿي ناهي چاڪاڻ جو انگريزن جو زمين بابت رڪارڊ اهڙي ڪابه چاڻ نٿو ڏي.

ميان غلام شاهه ڪلهوڙي حيدرآباد جي قلعي تي چار ورهيه حڪومت ڪري سن 1186 هجري مطابق 1772ع ۾وفات ڪئي، سندس مقبرو حيدرآباد شهر ٻاهران ڏسڻ وٽان آهي حڪومت جون فوجي واڳون ٽالپرن جي هٿن ۾ هيون، جن ميان غلام شاهه جي پٽ ميان محمد سرفراز کي گاديءَ تي ويهاريو.

(جنت السنڌ، مولائي شيدائي صفحو 443)

ميان سرفراز ڪلهوڙي جي حڪومت جو عرصو فقط ٽي سال رهيو آهي ان دوران هُن سرفراز واهه کوٽرايو بقول فقير بشر لغاري جي ته "ميان سرفراز اهو واهه صرف چمبڙ تائين کوٽايو هو ۽ چمبڙ کان اڳتي ڊگھڙي واري هندان گذاري پراڻ تائين ان واهه کي ميرن جي صاحبي جي آخري حڪمران ميرنصير خان پهچايو هو" مطلب 1840 ع کان 1843ع جي وچ ڌاري چاڪاڻ جو 1843ع ۾ سنڌ ڌرتي انگريزن جي قبضي هيٺ اچي ويئي هئي.

ڇا ان مان اهو ڇٽو ٿئي ٿو تہ ڏکڙي شهر جو سبب اهو سرفراز واهہ هو؟ جيڪو هت آيو 1840ع کانپوءِ آهي، اهڙي ريت ڏکڙي جو جنم 1840ع کان پوءِ جو ٿيندو. يعني ميرن جي صاحبي جي آخري وقت ۾، ڇاڪاڻ جو ڏکڙي آهي تہ ڏکهي ميربحر مائي جو پٽڻ ,پٽڻ ڇو وجود ٿيندو تہ پاڻي سان ، سو واهہ هت 1840ع کانپوءِ آيو آهي .پر ائين ناهي انڪري اڳوڻي سُنهري ڳوٺ کان ڏکڙي ايندڙ ڍوري کي پوءِ ڪيڏانهن ڪبو؟ اهو تہ ممڪن ٿي ڪونهي جو سنهري ڳوٺ جي وجود کان ئي انڪار ڪجي، جيڪو ڍوري جي ڪپ تي هو.

سرفراز واهہ جي بجاءِ ماضي ۾ هتان هڪ ڍورو درياءَ جي ابڪلاٽي جي منڊ ۾ وهندو هو. جنهن ۾ سال جا ٻارانهن مهينا پاڻي جو هجڻ ڪونہ هوندو هو. جنهن کي ڇهہ ماهي ڇٽي سگهجي ٿو. سو ڪوتايل ڪونہ هو بلڪ قدرتي هو . شايد هاڪڙي درياءَ جي وقت جو هجي. پوءِ جي آيل زلزلن، انگريزن جو 1901ع ۾ جمڙاو واهہ کي تعمير ڪرڻ ۽ ان مان هن تر لاءِ مريد شاخ کي اڳوڻي ڍوري بجاءِ الڳ ٿاهي ڏيڻ مان ئي اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ ماضي جي ڍوري (فرضي سرفراز واهہ) جي ڪا اهميت نہ رهي هئي .اهو غير دائمي بنجي ويو هو. پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ان ڍوري کي ڏکڙي کان مٿي جي زميندارن وڏيڪ برساتن جي صورت ۾ ٻنين جي پاڻي نيڪال لاءِ چينبڻ طور استعمال ڪيو ۽ پوءِ ان چينبڻ کي مستقل رکڻ لاءِ زميندارن تحريڪون هلايون.

عجيب لقاءُ هو ,غير قانونيت کي بچائڻ لاءِ قانون جو چولو پاتو ويو .جن زميندارن کي سئو مان 33 سيڪڙو زمين آباد ڪرڻي هئي، تن سئو مان 80_70 سيڪڙو زمين آباد ڪرڻ چاهي ، ۽ ان واڌو زمين جي آبادي کي بچائڻ لاءِ واڌو برساتن جي صورت ۾ 33 سيڪڙو کان آبو آباد ڪيل ٻنين لاءِ منصوبو رٿيو ويو ۽ ڏکڙي شهر ۾رهندڙ غريب ماڻهن جا گهر ڊهرائڻ لاءِ تحريڪون شروع ڪيون ويون. ۽ (فرضي) سرفراز واهہ جو رينگٽ وڇايو ويو.

ڏگهڙي جي ايريگشن آفيس ۾ پيل نقشن ۾ (فرضي) سرفراز واهه جو لفظ ڏگهڙي شهر کان اُتر ۾ نظر ڪونه ايندو. مطلب ماضي جي ختم ٿيل ڊوري کي پنهنجي مفادن خاطر سرفراز واهه جو نالو ڏنو ويو.

قاضي فيض الله ساند جي ڏگهڙي جي تعلقي ناظمي جي دور ۾ تعلقي ڪائونسل جي ميمبر مسمات بچان حاجي شالماڻي پنهنجي اسڪيمن تحت نيو مير جان محمد ڪالوني لاءِ نئين سيوريج نالي منظور ڪرائي، ڇاڪاڻ ته هُن ڄاتو ٿي ته جي ڪالوني جا پلاٽ قانوني لواضمات پورا ڪرڻ بغير وڪيا وڃن پيا، پر ان ۾ آباد ٿيندڙ ماڻهن ته پلاٽ پيسن عيوض ورتا آهن، انهن کي ڇو بنيادي سهولت کان محروم ڪجي، تڏهن وڃي نيو ميرجان محمد ڪالوني ۾ ترقياتي ڪمن جي شروعات ٿي.

پر اها ڪالوني اولهه ۾ ڏکڻ طرف کان (فرضي) سرفراز واهه ۾ شمار ڪئي پئي وڃي. 2005ع ۾ ڏگهڙي تعلقي جو ناظم مير زاهد حسين ٽالپر ٿيو تنهن پنهنجي والد جي نالي واري ان ڪالوني ۾ ڪافي ترقياتي ڪم ڪرايا.

2010_11ع ۾ سنڌ ۾ آيل زبردست برساتن کي جواز ڄاڻائي "ڏگهڙي شهر کان مٿي پاسي ويٺل زميندارن پنهنجي فصلن جي بچاءُ خاطر (فرضي) سرفراز واهه جي بحالي لاءِ احتجاج ڪرڻ شروع ڪيا ته اسان کي (فرضي) سرفراز واهه بحال ڪرائي ڏيو يا ڏگهڙي شهر کي باءِ پاس ڪري سم نالو کوٽرائي ڏيو" هت (فرضي) سرفراز واهه جي بحالي مان مراد هئي ڏگهڙي شهر ۾ وارڊ نمبر هڪ ۾ الهه آباد ڪالوني جي انساني آبادي کي دربدر ڪيو. باقي هنن جو ٻيو مطالبو "سم نالو" ماقول هو. ارباب غلام رحيم جي وڏ وزارت جي دور ۾ سم نالي جي پي سي وَن منظور به ڪئي ويئي هئي پر پوءِ الاهي ڇو ان تي عمل ٿي نه سگهيو هو؟

زميندارن جي تحريڪ جو ٻن نوجوانن ممتاز رياڙ ۽ مير خان بهادر عرف ميرخان کي اڳواڻ ڪيو ويو. هنن همراهن کي زميني حقيقت جي ڪابه خبر نه هئي، پر هتي جي آڳاٽي ماڻهن کي اها پوري ريت ڄاڻ هئي ته ڏگهڙي ۽ ان جي آس پاس 1964ع ۾ زبردست ٻوڏ برسات جي صورت ۾ آئي

هئي جنهن لاءِ مهر ڪاڇيلوي لکي ٿو ته" 1964ع ۾ زبردست برساتون پيون، سڄو ميداني علائقو ان لپيٽ ۾ اچي ويو ان جو مرڪز ڏگهڙي شهر جو آس پاس هو...... فصل تباهه ٿي ويا، گهر ڪري پيا روڊ ٽٽي ويا ،ريلوي پٽڙيون اکڙي ويون، ريلون بند ٿي ويون ماڻهو ھڏي مرڻ لڳا، مال پاڻي ۾ لڙهي ويو باهه ٻارڻ لاءِ جڳهه نه هئي، نه تيل مليو ٿي، ان مصيبت جي وقت ۾ ميرپورخاص جي شهرين ديڳون پچائي ٽرڪن ۾ وجهي موڪليون ،جنهن سان ماڻهن جون زندگيون بچيون"

(تاريخ ٿرپارڪر مهر ڪاڇيلوي صفحو 214، اردو)

ڏگهڙي ۾ميرپورخاص روڊ تي الشهباز ڪانٽي اڳيان ظاهر ٿيل پنج قبرون 1964ع جي ٻوڏ ۾ لڙهي آيل ماڻهن جون آهن، جيڪي سڪو پٽ نه هجڻ ڪري رستي لڳ دفنايا ويا هئا.

هاڻ ڏسجي ته 1964ع ۾ ڏگهڙي شهر جي آبادي تقريبن ڏهه هزار کن هئي، مطلب تڏهن نيو ميرجان محمد ڪالوني هئي نه اولڊ مير جان محمد ڪالوني هئي. ۽ نه ئي الهه آباد ڪالوني جو وجود هو. پوءِ به برسات جي پاڻي وڏي تباهي مچائي. ان مان ظاهر ٿيو ته اڳوڻي ميساريل ڊوري (فرضي) سرفراز واهه جي پيٽ ڪليل هجڻ سان به ڪو خاطر خواهه فائدو نه پهتو هو. ان ڪانپوءِ ڏگهڙي جي زميني بيهڪ شهر جي صورت ۾ وڏيڪ مٿي ٿيندي ويئي، ان وقتان وڏو پاڻي جو ريلو گذارڻ تقريبن ناممڪن بڻجي ويو هو. تڏهن به ضد ڪري تاريخ 25 جون 2012ع بروز سومر جي ڏينهن سرڪاري مشنري جي معارفت (فرضي) سرفراز واهه جي آڙ ۾ رينجرز ۽ پوليس جا اٿالا گهرائي ڏگهڙي شهر جي وارڊ نمبر هڪ ۽ الهه آباد ڪالوني جي ماڻهن جا گهر زبردستي مسمار ڪيا ويا ،پريل تريل ويهڙا اُجاڙي ڇڏين، حڪمرانن پنهنجي رياستي ڏاڍ ڏيکاري، وارڊ نمبر هڪ ۾ ڍهندڙ گهرن جا رهواسي تقريبن ايم.پي. اي مير حاجي محمد حيات ٽالپر جا ووٽرهئا. سي ان ڪاروائي کان پهرين باربار مير صاحب وٽ وڃي چئي رهيا هئا ته خدارا اسان جا گهر بچايو، توهان پيپلز پارٽي جا ايم. پي. اي آهيو، اسان توهان

جا مستقل ووٽر آهيون، مهرباني ڪري اسان کي بي گهر ٿيڻ کان بچايو.مير صاحب کان رکو جواب ملڻ جي صورت ۾ ماڻهن احتجاج بہ ڪيا، پر حڪمرانن جي طرفان ڪا مثبت موٽ نہ ملي. مسڪين مصري مڱڻهار جُو گهر ڪريو بيواهہ پناڻي خاصخيلي جيڪا شهر ۾ ماڻهن جي گهرن ۾ ڻانون ملي پيٽ گذر ڪندي آهي. ان جي گهر کي نقصان پهتو. اهڙي ريت علي رضا خاصخيلي، محمد سليمان خاصخيلي، محمد ڪمندار خاصخيلي، عمر ڪنيار بيوهہ ختيجہ ڪنيار بيوهہ يوسف ڪنيار سميت ڪافي ماڻهن کي مالي نقصان مان جبري گذاريو ويو هن گهر ڊاهيو آپريشن جو اصل مقصد هو ماستر محمد عرص خاصخيلي جي ماڙي (گهر) ڊاهڻ توڙي جو ان جي عيوض ۾ هنن کي مير اياز ٽالپر جو مين دروازو ۽ مير ايوب جي گهر جي اڳڻ کي ڏنل ديوار ويهہ لکن جي لاڳت سان ٺهرايل واٽر فلٽر پلانٽ ۽ ہن موبائل ٽاورن جا گيٽ ،جاڙي شيدي جي گهر ماستر الهڏنو خاصخيلي رمضان واش جي دڪانن سميت علي رضا عرف نمري جي دڪانن جي اڳين حصن کي بہ ڊاهڻو پيو. اهڙي ئي ٿهري ڪاروائي الهہ آباد ڪالوني ۾ پڻ ڪئي وئي.

هن گهر ڊاهيو آپريشن جو مُک ڪارڻ ماستر محمد عرس خاصخيلي جي ماڙي رهي، اهو انڪري جو 2007ع جي صوبائي اليڪشن ۾ پي، ايس 66 تي ڊاڪٽر محمد امين خاصخيلي جو ايم .پي، اي شپ لاءِ فارم ڀرڻ هو ڊاڪٽر محمد امين ،ماستر محمد عرس جو سڳو سئوٽ ۽ سالو آهي. هي طاهراڻي گهراڻو ڪجھ عرصو مير حاجي محمد حيات ٽالپر جون ڀنيون سنڀاليندو رهيو هو ،پر پوءِ ڊاڪٽر امين جي ياءُ حاجي اسحاق تي فالج جو حملو ٿيڻ ۽ ان کانپوءِ ڊاڪٽر امين جي ننڍي ياءُ عبداللطيف خاصخيلي کي ڪاريءَ سائيءَ ٿيڻ جي ڪري هنن ميرصاحب جي ڀنيءَ سنڀالڻ ڇڏي ڏني.

هي گهراڻو ميرن جي اعتماد وارو رهيو هو هن گهراڻي اڳ ڪڏهن بہ ميرن سان ويڇو نہ رکيو. توڙي جو مير راڄ آزار فيصلا ڪن، تڏهن بہ هن

گهراڻي ميرن جو ساٿ نہ ڇڏيو. هن خاصخيلي گهراڻي ايمانداري سان پنهنجي ذميواري نڀائي، تڏهن هنن ۽ ميرن جي وچ ۾ هُج ۽ اعتماد جو رشتو قائم ٿي پيو. ميرن ۽ هِن خاصخيلين جي وچ ۾ رنجش جو سبب ڊاڪٽر محمد امين جي نوڪري (ميڊيڪل آفيسر) جو آڊر بڻيو. ٿيو ائين تہ ڊاڪٽر محمد امين هڪ دفعي ميڊيڪل آفيسر بڻيو پر پنهنجي آزادانہ طبعيت ۽ پنهنجي پرائيويٽ ڪلينڪ جي ان وقت بهتر هلڻ جي ڪري جذباتي ٿي،پنهنجي نوڪري ڇڏي ڏني، پوءِ جڏهن وقت سان گڏ هلندي جوش جهڪو ٿيو تہ هن چاهيو تہ منهنجي ميڊيڪل واري نوڪري بحال ٿئي اها ڪا ايڏي وڏي ڳالهہ ڪانہ هئي جو مير ان لاءِ ڪوشش وٺن ها تہ اهو ٿي پي سگهيو ميرن دلچسپي ڪونہ ورتي، اهو مشرف دور هو مير. حاجي محمد حيات بي، اي، جي شرط جي ڪري سنڌ اسيمبلي جو ميمبر نٿي بڻجي سگهيو جنهن ڪري پنهنجي ڀائيٽي مير ذوالفقار ٽالپر کي پي پي جي ٽڪيٽ تي ايم. پي، اي بڻايو هئس. اهو 1985ع کانپوءِ پهريون ڀيرو هو اهو صحيح آهي تہ ان وقت ۾ پي پي اقتدار ۾ ڪونہ هئي. اهو علي محمد مهر ۽ ارباب غلام رحيم جي وڏ وزارت جو دور هو. پر ڊاڪٽر امين جي ڪاوڙ جو سبب مير ذوالفقار ٽالپر پاران صحيح ڳالهہ نہ ٻڌائڻ رهيو. امين چوندو رهيو ڀلي منهنجي نوڪري بحال نہ ڪرايو. پر مونکي سچي ڳالهہ تہ ٻڌايو! انڪري ٿي سازگار ماحول رنجيش ۾ بدلجي ويو. ڏسجي تہ ڊاڪٽر امين پنهنجي نوڪري جي بحالي تي چاهي اهو گناهہ تہ ڪونہ هو ان وقت اهو ڪم جي هٿ وس نہ هو تہ ڳالهين ذريعي امين کي مطمئن ڪري سگهجو پئي، ٻي طرف ڊاڪٽر امين بہ جي. تڏي دماغ سان سوچي ها تہ ڪي ڪم ڪونہ بہ ٿيندا آهن تہ اج اهو سانحو پيش نہ اچي ها. وارڊ نمبر هڪ ۾ الهہ آباد ڪالوني جي ماڻهن جا گهر ڪونہ ڪرن ها، اهو عالم آشڪار سچ آهي تہ گهرن ڍهڻ جو سبب ميرن جي ڊاڪٽر امين خاصخيلي وارن سان رنجيش هئي 2007ع ۾ ڊاڪٽر امين مير حاجي محمد حيات ٽالپر جي سامهون صوبائي اليڪشن ۾ فارم ڀريو هو. اليڪشن ۾ بيهڻ هر ماڻهو جو

اخلاقي ۽ قانوني حق هوندو آهي پر جاگيردار سماج ۾ وڏيرا پنهنجي هارين کي ايتري اجازت ڪونہ ٿا ڏين. ان ڪري ٿي ماستر عرس خاصخيلي جي ماڙي نشاني تي آئي. ڇاڪاڻ جو پيپي ويو تہ ڊاڪٽر امين کي اليڪشن ۾ بيهارڻ وارو ماستر عرس آهي. گهرن جو ڊهڻ ممتاز رياڙ ۽ خان بهادر جي تحريڪ جو نتيجو نہ بلڪ ميرن جي ڪاوڙ ۽ انتقام جو نتيجو هو ۽ پيهر گهر ڊاهيو آپريشن ۾ پيل گهر بہ ڊاٺا ويا.

. اهو پهريون پيرو هو جو 2013ع جي صوبائي اليڪشن ۾ پي، ايس 66 تي مير حاجي محمد حيات ٽالپر ۽ ارباب غلام رحيم جي پٽ ارباب عنايت جي وچ ۾ ٽينڊڙ مقابلي دوران آئون اينٽي مير ووٽن ۾ شامل ٿي ويو هئس.سبب ماڻهن جا گهر ڪرڻ هو. ۽ اهو بہ هڪ رڪارڊ هو تہ ميرن جي ذاتي پولنگن تان ايترا ووٽ مخالف ۾ اڳ ڪڏهن بہ ڪونہ نڪتا هئا ،جيترا اِن ڀيري نڪتا هئا. اليڪشن مير حاجي محمد حيات کٽي ،پر ماڻهن اسان تي وڏو ڀروسو ڪيو هو. اهو ڀروسو تڏهن ٽٽو جڏهن 2015ع ۾ ڊاڪٽر امين پنهنجي همت سان بحال ڪرايل ميڊيڪل آفيسر واري نوڪري ٽنڊوغلام علي کان ڏگهڙيءَ بدلي ڪرائڻ لاءِ عبدالجبار خاصخيلي جي معرفت مير حاجي محمد حيات کي ايلاز ڪيا. ڊاڪٽر امين پاڻ تہ بدلي تي ڏگهڙي آيو پر ماڻهن سمجهي ورتو تہ ساڳيان لاٿون ساڳيان چڳهہ. جيڪڏهن 2007ع ۾ اليڪشن وارو رونشو نہ ڪجي ها تہ اڄ ماڻهن جا گهر تہ سلامت هجن ها.

ڏگهڙي جا مير ڏگهي عرصي کان حاڪم راڄ رهندا اچن ٿيهن سالن کان مٿي سندن عرصو اقتدار جي دور کي ڪراس ڪري چڪو آهي . هنن ۾ جيڪا وڏي ڪمزوري آهي،سا ڪنن جو ڪچو هجڻ، هُو خوشامند کي پسند ڪن ٿا توڙي جو شوباز ڪونہ آهن ،پر ميرن واري درياءَ دلي واري نوابي بہ ڪونہ اٿن. شهڪار مالي وسيلا هجڻ باوجود تعليم سان صفا ڪانہ پئين. ڏگهڙي شهر ۾ بوائز توڙي گرلس ڪاليج لاءِ بلڊنگ ميسر ناهي شهر ۾نہ راند جو ميدان ۽ نہ سوئي گيس لاءِ ڪا سنجيده ڪوشش ورتي اٿن .انهن

ڪارٽن هي شهر ڇڻ ننڍڙڪو ٿو لڳي. باقي سنڌ هڪ پهلوءُ نرالو آهي ته مير حاجي محمد حيات عام ماڻهو سان ملاقات لاءِ ڪو پروٽوڪول ڪونه ٿو رکي. اهو سنڌ جو واحد ايم . پي . اي آهي جيڪو حلقي جي ماڻهن سان ملڻ لاءِ سدائين حاضر هوندو آهي.

هت (فرضي) سرفراز واهه جي حقيقت هيئن آهي ته هتان (ڏگهڙي مان) آڳاٽي وقت ۾ ڪو ڍورو گذرندو هو پر اُن جي اهميت ڪا وڏي ڪانه هئي. انڪري تاريخي طور ڪتابن ۾ ان جو ڪو ذڪر نٿو ملي ۽ 1901ع ۾ انگريز به ان ڍوري وارن هنڌن تان ڇمڙاو واهه مان مريد شاخ ڪڍي واهڻ منساب ڪونه سمجهو اڄ غلط فهمي جي بنياد تي ان کي سرفراز واهه سمجهو وڃي ٿو. ٻڌل ڳالهين تي ماڻهن بغير تصديق جي ان ميسارجي ويل ڍوري کي سرفراز واهه سمجهي ورتو جڏهن ته سرفراز واهه جو گذر ڏگهڙي شهر جي بجاءِ ضلعي بدين مان رهيو ان جي ثابتي ان ڳالهه مان به ملي ٿي ته بدين ضلعي ۾ آمن آباد (سمر سورهڏي) جي ذڪڻ ۾ گذرندڙ شاخ "علي آباد" کي اڄ به اُت سرفراز واهه چيو وڃي ٿو. سرفراز واهه ڪان اڳ اتان لڪاڏنو واهه گذرندو هو. تصديق لاءِ بدين ضلعي جو ايريگشن رڪارڊ چيڪ ڪيو وڃي.

ڏگهڙي مان گذرندڙ آڳاٽو ڍورو وقت سان گڏ متجي ويو. شهر ۾ اڄ اُن جون نظر ايندڙ وڏيون ڪڏون انڪري ٿيون آهن جوهت اچي آباد ٿيندڙ نئون ماڻهن انهن ڪڏن مان مٽيءَ ڪڍي پنهنجا گهر اڏيا. بلڪ ڪافي وقت تائين بنهين وارا ان ۾ سرون ٺاهي وڪڻندا هئا. تنهن ڪري انهن ڪڏن جي سائيز وڏي ويئي ۽ پوءِ مفروزن تحت اهو سمجهو ويو ته هي سرفراز واهه هو جنهن جو پيٽ سوين فٽن ۾ هو. فرض ڪريو جي ائين هو ته ڏگهڙي شهر جي اولهه جي سڌ ۾ نئون دنبالو اچي ٿو ان نئون دنبالو ڪان هيٺ ڇهه ڪلوميٽر ذڪڻ ۾ ڳوٺ ڇتو مادراڻي اچي ٿو جتي سرفراز واهه جا نشان موجود آهن .پوءِ ڇا ان مان سمجهجي ته اهو سرفراز واهه وري 6 ڪان 8 ڪلوميٽر واپس اُتر ۾

چڙهائي ڪري پراڻي سونهري شهر ڪان تي واپس ڏگهڙي آيو هوندو؟ پلا واهہ يا درياءَ ڪڏهن اُبتا وهيا آهن؟

ڏگهڙي ۾ ڏورو ماضي جي ڪٿا هو. 1901ع ۾ جمڙائو ۾ ان مان نڪرندڙ مريد شاخ جي پيٽ تان گذرڻ هِن جي غير اهمي تي تصديق جي مهر هڻي ڇڏي. باقي پاڻي جو ٻوڏ جي صورت ۾ هِن طرف ڏوڪجي اچڻ جو مقصد اهو آهي تہ جيولاجي جا ماهر (ڌرتي جو علم رکندڙ) ڄاڻن ٿا تہ سنڌ ڌرتي جو ڏکڻ پاڱو (ٺٽ، لاڙ) سمنڊ جي سطح کان فقط ڇهہ ميٽر مٿائون آهي، ۽ سنڌ ڌرتي جو اُتريون خصو (روهڙي، سکر) سمنڊ جي سطح کان 70 ميٽر مٿائون آهي، انڪري ٻوڏن جي صورت ۾ پاڻي هيٺين علائقن ۾ ڏوڪجي اچي ٿو. اهو حڪمرانن جو ڪم هوندو آهي تہ جيڪي ايندڙ ٻوڏ جي پاڻي کي شهرن کان ٻاءِ پاس ڏئي مٿائي وڃن. جيئن منڇر ڍنڍ ۾ ايندڙ ٻوڏ هر واري ٻُوبڪ شهر کي ٻوڙي ڇڏيندي هئي پر انگريزن ماڻهن جا گهر ڍاهڻ جي بجاءِ منڇر ڍنڍ کي بند ٻڌائي شهر کي محفوظ بڻائي ورتو.

اڄ ڏسو سڄو ميرپورخاص شهر پراڻ درياءَ جي اندر اچي ٿو هاڻ ڇا ٿيڻ گهرجي؟ ميرپورخاص شهر کي پٽجي يا پاڻي کي مناسب ٻاءِ پاس ڏجي اهو سوال هر باضمير شخص خود کان پڇي سگهي ٿو.

# محمد شاهہ جيلاني

محمد شاهہ جيلاني اُچ شريف جو پڙايو وجي ٿو. چون ٿا تہ محمد شاهہ جيلاني جي والد بزرگ سان خانپور جي ميرن جا دُعا درمل جي حوالي سان واسطا هئا. توڙي جو ماٺهو جيلاني جي والد بزرگ جو نالو پڌائڻ کان قاصر آهن. هڪ دفعي خانپور جي ميرن جيلاني جي والد بزرگ سان حُجت ڪندي چيو هو تہ اُچ شريف خانپور کان گهڻو پري آهيِ, مهرباني ڪري اهڙو ڪجهہ ڪريو جو اسان کي خانپور ۾ دُعا ۽ ديدار نصيب ٿئي، ۽ پنڌ کان بہ بچي پئون. جنهن تي جيلاني جي والد بزرگ جيلاني کي ننڍي ڄمار ۾ ميرن کي سونپي ڇڏيو. (اهو هڪ خيال آهي)

محمد شاهہ جيلاني 85_1880ع ۾ ميرن سان گڏ 12_10 سالن جي عمر ۾ خانپور کان ڏگهڙي جي موجوده پڊڻ جي طرف آيو آهي. جيلاني جي ڄمار ڏگهڙي اچڻ واري حساب سان ڏسنداسين تہ تاريخ پيدائش 75_1870ع ٿيندس پاڻ مير جان محمد ٽالپر (اول) سان گڏ ڏگهڙي آيا آهن. مير جان محمد ٽالپر (اول ) جو والد مير غلام حيدر ٽالپر (اول) 1851ع ۾ گذاري ويو آهي، ان وقت مير جان محمد ٽالپر (اول) جي عمر تقريبن 10 سال کن رهي هوندي. ان حساب سان پيدائش 41_1840ع ٿيس مير جان محمد ٽالپر (اول) جڏهن 85_1880ع ۾ ڏگهڙي جي طرف لڏيا هوندا، تہ ان وقت سندس ڄمار تقريبن 45_40 سال رهي هوندي.

محمد شاهہ جيلاني جواني جي وقت ۾ وفات پاتي آهي. مطلب 28_25 سالن جي ڄمار ۾ اهو 1895_1901ع داري جو دؤر ٿيندو. جيلاني بيماري جي حالت ۾ پنهنجي عزيز وٽ ڪوٽڙي ويل هو جتي سندس وفات ٿي ويئي هئي. اُتان سندس ميت مير جان محمد ٽالپر (اول) ڏگهڙي ڪٺائي

آيو هو ۽ مير جان محمد ٽالپر (اول) تقريبن 91_90 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويا آهن، اهو دؤر ٿئي ٿو 31_1930ع جو. پر ڏسجي ٿو ته جيلاني جي تُربت ڏگهڙي ۾ عيان آهي پر سندس ميت آڻيندڙ مير جان محمد ٽالپر (اول) جي قبر نٿي ملي. (هڪ راءِ اها به آهي ته جيلاني ذات جا ماڻهو، عثمان شاهه مروندي (قلندر) سان گڏ سنڌ آيا هئا. جيلان ايران جو علائقو آهي. جيلاني ۽ گيلاني ساڳين ڳالهه آهي).

تاجڻ فقير جوڻيجو اصل لاڙ طرف جو هو جيلاني جو ڏگهڙي ۾ خليفو اچي ٻڌيو هو سندس وفات لوس جي بيماري جي وقت (1918ع) ۾ ٿي آهي. سندس مزار به جيلاني درگاهه جي لڳ آهي.

## رَوجي ڪولهي ولد ميهيو رام

رَوجي ڪولهي جي چوڻ موجب سندس ڄمار هڪ سئو سالن جي لڳ آهي. رَوجي چوي ٿو ته ڏگهڙي جي وارڊ نمبر هڪ (1) ۾ ڪوسا برادري جي موجوده گهرن وارو پڌ اڳ اسان جي وڏن جو هو. انهن جي لڏڻ ڪانپوءِ ڪوسا ذات جا ماڻهو اُتي آباد ٿيا.

رَوجي اهو به چوي ٿو ته ورهاڱي کان اڳ اسان جا مائٽ هندستان ايندا ويندا هئا. پوءِ ياچ پئي (1947ع ۾) ته اسان وڃي انڊيا ۾ آٺ سال رهي پياسين. جڏهن واپس اچي جهڏي شهر ۾ رهياسين ته اسان کي اُتي خبر پئي ته اڄ منهنجي چاچي ڪيتي (موالي) جي مانيءَ هئي.

رَوجي چوي ٿو ڏگهڙي شهر جي اُتر ۾ موجوده ڪولهين جي مقام (قبرستان) کي ٻه ڀيرا هڪ دفعا مُکيءَ ڏاهڻ جي ڪوشش ڪئي، ته ان تان جهيڙو ٿي پيو پوءِ مير حاجي غلام حيدر ٽالپر فيصلو ڪيو هو ۽ هو (مير) موجوده مير زاهد ٽالپر جي واٽر تان ڏيڻ وارو هَر رڪائي، اُڪري سَرزمين ڏسڻ آيو هو ۽ مُکي تڏهن منهنجي والد کان پڇو هو ته توهان مقام (قبرستان) جي مالڪي جي دعوي ڪرو پيا. پڏاءِ ته توهن هِت ڪڏهن کان ويٺو آهين؟ جنهن تي منهنجي پيءُ موٽ ڏني هئي ته ڇپني جو ڪال (1899ع) مونکي

ٻه ياد آهي تہ اسان هِت وينل هئاسين، اڳ جي مونکي خبر ناهي. پوءِ مير حاجي غلام حيدر ٽالپر فيصلو ڪولهي برادري جي حق ۾ ڏنو. ۽ مقام قائم رهيو جيڪو اڄ سودو قائم آهي.

(واضح رهي تہ ڇپني ڪال کي ڇپنجاه سال 1956ع جي حوالي سان ياد رکيو وڃي ٿو. ڇپنجاه سال 1956ع ۾ زبردست ڏڪار پيو هو انڪري 56هين جي نسبت ان کي هندي زبان جي انگن اکرن ۾ ڇپني چيو وڃي ٿو جيڪو عيسوي سال 1899ع ٿيندو) .

ٻوجي ڪولهي سان گڏ وينل شگن جو چوڻ هو تہ اسان کي هِت (ڏگھڙيءَ ۾) وڏو سهارو ميرن/ ٽالپرن جو رهندو اچي.

ٻي طرف پاڻ ڏسون ٿا تہ هي ڪولهي برادري جيڪا سڀ کان اڳ ڏگھڙيءَ ۾ وينل نظر اچي پئي، سا اڄ تائين تمام پٺ تي پيل آهي. هارپو ڪري ٿي، هاڻ ڪجهہ ماڻهو واپار پڻ ڪن ٿا. پر ڪنهن بہ سرڪاري نوڪريءَ هيل تائين سندن دَر نہ کُڙڪايو آهي. توڙي جو ڏگھڙيءَ شهر جي ايجاد جا ڪارڻ هي آهن، پر ڪنهن کي بہ انهن جي غرض ڪونهي!! هي آهي اسان جي ذميواري ۽ فرض شناسي...!

## سيد فدا حسين شاهہ

سائين فداحسين شاهہ جي تاريخ پيدائش 1937ع آهي.

سيد فدا حسين شاهہ جا وڏا ڪوئيٽہ شهر کان سڌو ڏگھڙي جي طرف لڏيا آهن.

ڪوئيٽہ شهر ۾ سائين جا وڏا دڪي جي مقام تي رهندا هئا، جيڪو چمن روڊ تي واقع آهي.

فدا شاهہ جو چوڻ آهي تہ ڏگھڙي دراصل هڪ ڪولهي عورت هئي، جنهن جو نالو درڳڙي هو. جيڪو پوءِ بگڙي ڏگھڙي ٿيو آهي. ڏگھڙي ۾ هاڻوڪي غريب آباد اڳ ڪولهين جو آستان هو.

هو وڏيڪ چوي ٿو ته برٽش گورنمنٽ جي دؤر ۾ اڳ اهو قانون هو ته جيڪا زمين ڪو شخص 3 سال تائين آباد نه ڪندو هو سا زمين سرڪار کي خود به خود واپس ٿي ويندي هئي. پر پوءِ اهو قانون رئيس غلام محمد خان پرڪڙي ٽوڙايو هو. تڏهن فصل نار وسيلي ٿيندو هو.

فداحسين شاهه 1954/55ع ۾ لوڪل گورنمنٽ ۾ نوڪري شروع ڪئي هئي. تڏهن نوٽيفائيڊ ڪاميٽيون هونديون هيون.

هو چوي ٿو ورهاڱي وقت (1947ع) ۾ مهاجر ڪئمپ ڊگهڙي ۾ وڏي پارڪ واري گدامن ۾ هئي. ڊگهڙي جو پرائمري اسڪول تقريبن 1947/48ع ڌاري ٽنڊوعلام علي روڊ جتي اڳوٽي مسلم بئنڪ واري هنڌ هو.

حڪومت راءِ جيواڻي ڊگهڙي ٽائون ڪميٽي جو پهريون سيڪريٽري هو. ڊگهڙي جو پهريون ميڊيڪل آفيسر ڊاڪٽر فيروازالدين رهيوآهي .ڊگهڙي هاءِ اسڪول جو پهريون هيڊماستر لائق علي صديقي رهيوآهي.

سيد فدا شاهه وڌيڪ چوي ٿو ته رضا حسين شاهه سندس عزيز هو جيڪو گريجوئيٽس هو. جنهن جو سياستدان نثار کهڙو به شاگرد رهي چڪو آهي. موسيٰ حسين شاهه،فدا شاهه جو سڳو سئوٽ هو جنهن ڊگهڙي ۾ سادات ڪانفرنس ڪرائي هئي. جنهن ۾ سائين جي ايم سيد به شريڪ ٿيو. هو. اڳ ۾ مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جي اوطاق لانڍي جي صورت ۾ ڪچي هوندي هئي. تڏهن ڊگهڙي ۾ ٽالپر، سيد، بلوچ، ڪپري، شيدي، خاصخيلي وغيره رهندا هئا.

اڳ رستا ڪچا هوندا هئا. ميرپورخاص ، نئون ڪوٽ روٽ تي صرف هڪ بس هلندي هئي. ڊگهڙي جي وڏي ڪاڻ اڳ ڏوبي گهاٽ هوندي هئي.

هو وڌيڪ چئي ٿو ته مير حاجي فتح خان ٽالپر جي اجرڪ هڪ واري جيپ ۾ ڦاسي پئي هئي.

سائين پنهنجي ساروڻين ۾ چئي ٿو ته ڊگهڙي هاءِ اسڪول جو هڪ بروهي بلوچ استاد وڏو قابل ۽ پڙهائيندڙ هو. پر پوءِ موالي ٿيڻجي پيو هو.هو

اهو بہ چوي ٿو تہ ڏکڙي ٽائون ڪميٽي ۾ جمعدار نياز قائم خاني ،عبدالرحيم بلوچ ۽ مير حاجي فتح خان ٽالپر ان وقت ۾ آرائين گروپ جو مخالف پينل هو.

1965/70ع جي دور ۾ حيدرآباد جي البدر هوٽل تي سنڌ جا مشهور راڳي ايندا هئا جن ۾ استاد منظور علي خان ، محمد جمن ، طاهر علي خاصيخلي ۽ موسيقار شاهنواز راڻا سميت گهڻا مشهور ڪلاڪار ايندا هئا. تنهن وقت ۾ سائين فدا حسين شاهہ بہ اُتي ويندو هو ان وقت جا سندس مشهور ڪلام هئا

- ڪنهن کي ڪير چوي.
- مَن مست ڪيو تو.
- نہ تون آئين نہ ننڊ آئي.

سجاد يوسف ۽ ثمينہ ڪنول بہ سيد فداحسين شاهہ جا ڪافي گيت ڳايا آهن ۽ فلم "قرب جا قيدي" لاءِ بہ فدا شاهہ هڪ گيت لکيو هو. فدا حسين شاهہ جو وڏيڪ چوڻ آهي تہ مير حاجي جان محمد ٽالپر مير زاهد ٽالپر جو والد بہ شاعر هو جنهن جي شاعري منو ڪيچي ڳائي هئي.

سائين وڏيڪ چئي ٿو تہ ڏکڙي جي ميرن واري مسجد (مسجد قباء) جو اڳ مؤذن محمد قاسم شالماڻي هو.

سيد فدا حسين شاهہ پاڻ پنجابي قوم سان تعلق رکن ٿا پر سندن شاعري سنڌ جي مٽيءَ ۾ ڳوهيل آهي.

## عورت

اها عورت جنهن کي ڏکڻيءَ درگڙيءَ مهاڻڻ يا ڪولهڻ چيو وڃي ٿو اُن سان منسوب هي شهر ڏکڙيءَ آهي.

عورت جي حوالي سان سبطِ حسن پنهنجي ڪتاب "ماضي ڪي مزار" ۾ جاڻائي ٿو تہ" شروعاتي دور ۾ جڏهن انسان غارن ۾ رهندو هو ۽ شڪار تي گذر ڪندو هو تڏهن مرد پٿرن جي ڇُهنب مان ڀالا ٺاهي جانورن جو شڪار

ڪرڻ ويندا هئا تہ پويان رهجي ويل عورتون برسات پوڻ ۽ وٽن مان ٻجن ڪي ڪرندي ڏسنديون هيون.جيڪي مخصوص وقت ۾ڦُٽي نسرڻ لڳندا هئا.اها ماجرا ڏسي عورتون پوءِ ڪريل ٻج پنهنجي هٿن سان زمين ۾ هڻنديون هنيون ،جيڪي ڦُٽي نڪرندا هئا. اهڙي ريت زراعت جنم ورتو جنهن جي خالق عورت آهي".

اڄ بہ عورت مِرچ،ڦُٽي (ڪپهہ) ۽ بصر وغيره جي پوکائي (چُنگي) ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري ٿي. عورت زراعت جي صورت ۾ جنس کي جنم ڏئي موجوده دنيا جي ترقي ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو،سا عورت خُود اڄ تائين هڪ جنس ڪان اڳيان نڪري نہ سگهي آهي.

هڪيئي پنيان ايندڙ مختلف ڌرمن جي تهذيبن عورتن کي ماضي ڪان سڌريل شڪل ڏيڻ جي ڪوشش تہ ڪئي پر هُن کي هڪ جنس ڪان مٿي آڻي نہ سگهيا ،توڙي جو يورپ ۾ 1919ع ڌاري عورت کي ڪجهہ ميتا ملي. پر برِصغير،ريتن ،رسمن،قبائلي ۽ جاگيرداري سماجن جي ڪري عورت لاءِ نرڳ رهندو اچي پيو.

هِن مرداڻي سماج عورت کي صرف استعمال جو وکر سمجهو، ۽ ٻارن ڄڻڻ جي مشن پڻ،هت عورت ڪان مجموعي طور تي اظهار جي آزادي پيار ڪرڻ جو حق کسيو ويو آهي،نہ رڳو ايترو پر اهڙي ڳُهر ڪرڻ کي بہ ڪبيرو گناهہ سمجهو وڃي ٿو. جڏهن تہ انساني حقن جي چارٽر ۾ اظهار جي آزادي بنيادي گهرجن ۾ شامل آهي. ۽ جيڪڏهن انسان غلام ۽سماج اٽپڙهہ هجي تہ تعليم جي اڻهوند جي ڪري ڏقيانوسي سوچ اڃا بہ وڌي وڃي ٿي. اهڙي ماحول ۾ عورت جنس سان گڏ تماشو بہ هوندي آهي .ڪاروڪاري ۽ سڱ چٽيون جرگا ان جي نظر ايندڙشڪل آهن. ڪٿي ڪارو ڪاري ۾ مظلوم مرد بہ لوڙهي ٿو پر گهڻو انياءُ عورت سان ٿئي ٿو.

مُجرن جا هنڌ ، ريڊ لائيٽ علائقا ،نرتڪي منڊليون ،ايستائين جو فلمي دنيا ۾ عورت جي آڏ اُگهاڙي جسم جو ڊانس ۽ ٽپل ايڪس فلمون ،مرد جي عياش سوچ جو ڪارڻ آهي.

هي مَرداڻو سماج پنهنجي اندر ۾ ايڏو ڪٺور آهي جو والدين پنهنجيءَ معصوم نياڻي کي لاڏڪوڏ مان پنهنجو "پُٽ" ڪري سڏيندا آهن ۽ اهي ئي والدين پيار مان ڪڏهن به پنهنجي معصوم پُٽ کي "ڌيءَ" ڪري ڪونه ٿا سڏين!

هِت مَرد جيترو عورتن جي اُڪهاڙپ ڏسڻ لاءِ خواب ڏسن ٿا، اگر اُن جو چوٿون حصو به پنهنجي اخلاق کي اُتم ۽ سهپ وارو بڻائين ته هوند هي دنيا عورتن لاءِ سڪون جي جاءِ بڻجي پوي.

سو ڳالهه پئي ڪئي سين ڊگهڙي جي نالي جي حوالي سان عورت جي، ته اها عورت ملاح يا ڪولهڻ هئي، يا ڪولهي ملاح هئي. نالو ڪٿي سوني هوندس، تنهن عورت جي باري ۾ ڪا خاطر خواهه ڄاڻ ملي نٿي، ته آخر هو ڪيڏانهن ويئي، سندس مائٽ ڪهڙا هئا، جي هتان لڏيا ته پوءِ ڪيڏانهن ويا؟ سندن مڙهه مقام ڪهڙو آهي. اهڙي ڪابه معلومات نٿي ملي، صرف اهو چيو وڃي ٿو ته هُو هِت ڍوري تي ٻيڙيءَ هلائيندي هئي. پر سوال اهو آهي ته هِت سال جا 12 مهينا وهندڙ ڍورو رهيو ئي ناهي.

ٻي طرف ميرن جي صاحبي ۾ سنڌ اندر 527 چورس ميل زمين، يعني ٽيرنهن لک ٽيتاليهه هزار ٽي سو پنجويهه ايڪڙ زمين شڪار گاهن لاءِ مخصوص ڪيل هئي. پر ڊگهڙي واري هنڌ ڪو به ٻيلو وغيره رکيل نه هو. سبب هِت پاڻي جي اڻاٺ هئي. اهو ٻيلو ٿئي جمڙاٺو واهه جو جنهن مان مريد شاخ وهي هلي ته هِن تر ۾ به ٻارهوئي پاڻي ٿيو نه ته اڳ هِت ماڻهو ڄَر تي گذران ڪندا هئا.

جڏهن ته سنڌ جي طبعي صورت حال جبلن کي ڇڏي ڪري هِن ريت آهي "مٿاهون علائقو سکر ۽ روهڙي آهي جيڪو سمنڊ کان اٽڪل 70 ميٽر اُوچو آهي ۽ هيٺاهون علائقو ٿرپارڪر/لاڙ ڇوڙ وارو هنڌ آهي، جيڪو سمنڊ کان فقط ڇهه ميٽر مٿاهون آهي. اهو ئي سبب آهي جو وڏيڪ برساتن جي صورت ۾ پاڻي هِن طرف ڏوڪجي اچي ٿو.درياڻن جا هنڌ صرف زلزلن جي ڪارڻ بدليا آهن. يعني هت پاڻي جي گذر گاهن جا گس وقت سان گڏ

متبا رهيا آهن، ان ڪارڻ اڳ درياءَ هاڪڙو ڪڇ جي رڻ ۾ چوڙ ڪندو هو جيڪو پوءِ سُڪي ويو ان جي جاءِ تي شهر اڏجي ويا، اهڙي ريت ڏگهڙي واري هنڌ به ماضي جو ڪو ڍورو هو جيڪو پوءِ ختم ٿي ويو ۽ ان جي جاءِ تي شهر اڏجي ويوان لاءِ شهر جي طرف ايندڙ برساتي پاڻي کي باءِ پاس ڪرڻ ممڪن هو پر نه ڪيو ويو.

عورت جي حوالي سان سنڌ ۾ شهرن جو آباد ٿيڻ به رواداري جو ڏس ڏئي ٿو. مطلب هِت زنگيل سماج کي ڪافي حد تائين صوفيءَ ڌوئي صاف ڪرڻ ۾ ڪامياب ويا آهن. توڙي جو اڃا گهڻي محنت جي ضرورت آهي.

# سوامي ڪيمنات جوگيسر

## سوامي ڪيمنات لاءِ ڪامريڊ مصطفيٰ "رضا" جا ويچار هن ريت آهن.

ڪيمنات جوگيسر راجستان جي مشهور شهر جوڌپور جي ويجهو هڪ ننيڍڙي ڳوٺ رتن پور ۾ 1890ع ۾ رتن جي ڪنيار جي گهر ۾ جنم ورتو. رواج مطابق پهريون اولاد هئڻ جي ڪري هنجي غريب ماتاءِ پتا ڏاڍيون خوشيون ملهايون ۽ پڄن پاءَ ۽ غريبن کي پنڊار ڪارايو ويو سندس نالو منگهوجي رکيو ويو. ننيڍڙي منگهن جي جي جنم ڪانپوءِ سال بعد هن جي پاءَ حاڪوڙي جنم ورتو. جڏهن منگهي جي جي جمار ٻه سال هئي تہ هن جو پتا رتن جي هن فاني جهان کي ڇڏي پرلوڪ پڌاري ويو. پتا صاحب جي پر لوڪ پڌارڻ جي ڪري هنن جو خاندان وڏي مالي مشڪلات ۾ اچي ويو ڇو تہ انهي ڳهر جو واحد ڪمائيندڙ رتن جي هو. انهي وچ ۾ برصغير جو وڏو ڏڪار وڪر ماجيت 1956 (سنبت سال) ۾ پيو جنهن ۾ بک ۽ بيماري وگهي لکين ماڻهو ۽ جانور مري ويا هئا. انهي ڏڪار ۾ مارواڙ ۽ ڪاٺياواڙ جا صوبا سڀ ڪان وڌيڪ متاثر ٿيا هئا. پراڻا ماڻهو اڄ بہ انهي خوفناڪ ۽ ڀيانڪ ڏڪار کي ڇپني جو ڪال چئي ياد ڪندا آهن .ڏڪار ڪري هنن علائقن مان لکين ماڻهو بک کان بچڻ لاءِ روزگار جي تلاش ۾ درياءِ سنڌ جي ڌرتي سنڌ ۾ آيا. هندن جي چار مقدس ويدن مان هڪ ويد سنڌو جي ڪناري تي لکيو ويو آهي جتي پنج هزار سال پراڻي دنيا جي عظيم تهذيب موئن جو دڙو آهي. ننيڍڙي منگهي جي ماتا پنهنجي ٻنهي پٽن برادري ۽ ڳوٺ وارن سان گڏ سنڌ ڏي سفر شروع ڪيو ۽ مختلف جاين تان تڪليفون سهندا ۽ ڪشالا ڪيندا ڏکڙي شهر ۾ اچي پهتا . جيڪو صحرا ۽ تر

اُڪرڻ کان پوءِ وسندڙ شهر هو جتي هن جي ماتا ڪنهن جي اڳيان هٿ نہ ڏگهيڙيا ۽ هو هڪ ضمير واري ۽ محنت ڪندڙ عورت هئي پنهنجو ۽ پنهنجي صغير ٻالڪن جو پيٽ عزت سان پالڻ ۽ گذران ڪرڻ لاءِ شهر ۾ رهندڙ ماڻهن جي گهرن ۾ جنڊ پيهڻ شروع ڪيا. ٻاهمت مائي ڏينهن رات ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ جنڊ پيهندي هئي تڏهن وڃي مشڪل سان هنن جو پيٽ پلندو هو انهي ڪري ننڍڙي منگهي کي ننڍپڻ ۾ ئي ڏگهڙي پنچائت جون ڳئون چارڻيون پيون منگهو جي ڪرشن گوپال وانگر ڳئون سان پيار ڪندو هو ۽ ڳايون چارڻ ۾ خدمت ۽ شيوا سمجهندو هو انهي وچ ۾ منگهي جي ماتا محنت ۽ مشقت ڪري بيمار ٿي پئي منگهو جي پنهنجي ماتا کي موت جي ظالم چنبي کان بچائي نہ سگهيو سندس ماتا بہ پِتا وانگر پر لوڪ پڌاري وئي. هاڻي منگهو جي ۽ سندس معصوم ڀاءُ هاڪوڙو هن پاپي سنسار ۾ اڪيلا رهجي ويا. انهن ڏينهن ڏگهڙي ۾ سرفراز واهہ جي ڪناري وڏو جهنگ هو. جتي منگهو جي، جنهن جي عمر اُن وقت نوسال هئي جيڪو ڏڪار جي ڪري پنهنجي ماءُ سان گڏ ڏگهڙي آيو هو. سو ڪو بہ سهارو نہ ڏسي مايوس ٿي ۽ ماتا جي جدائي ڪري اچي جهنگ ۾ روئڻ لڳو. اُن وقت ڏگهڙي ٻاون جي مڙهي جو گادي نشين جوتناٿ اُتان جهنگل مان موٽيو تہ هن جي ڪنن تي معصوم منگهي جي روئڻ جو آواز پهتو تنهن تي ٻائي جو تناٿ پڇيو تہ ڇا جي ڪري روئڻ جو آواز اچي پيو اتي موجود ڪجهہ ماڻهن ٻڌايو تہ ڇوڪرو منگهو ۽ سندسس ڀاءُ ۽ ماءُ جتي ڏڪار کان ڏتڙجي مارواڙ راجستان مان پنهنجي شهر ۾ آيا هئا ۽ هنن ٻالڪن جو پِتا اڳيئي رتنپور مارواڙ ۾ سرڳواسي ٿي ويو هو ۽ هنن ٻالڪن جي ماتا بہ اڄ پرلوڪ پڌاري وئي آهي جنهن ڪري هي ٻالڪ روئي رهيا آهن.

جوتناٿ جيڪو رحمدل ۽ درويش صفت ٻائو هو تنهن انهن ٻالڪن تي رحم آئي ۽ منگهي جي فقيري صحبت کي پرکي پاڻ سان گڏ اچي مڙهي ۾ راهڻ لڳو. هي مڙهي جيڪا ٻاون جي مڙهي سڏبي آهي، هن جو بنياد ڏگهڙي شهر جي تعمير جي وقت ٻائي سجناٿ رکيو هو. جيڪو وڏا

ڪشالا ڪيندڙ ۽ سخي ناٿ هو. جوتناٿ منگهي جي ڪي مڙهي جون ڳئون چارڻ تي رکيو ۽ سندس نندي پاءُ حاڪوڙي ڪي بصر مل حلوائي وٽ مزوري لاءِ چڏيائين. مڙهي ۾ ڳاين جي شيوا ڪندي منگهوجي چوڏانهن سالن جو اچي ٿيو انهي وقت تر ۾ تمام گهڻو مينهن پيو ۽ تر سڄو سر سبز ۽ سائو ٿي ويو. سنڌ ۾ رواج آهي ته سنڌ جا مال وند ماڻهو پنهنجو مال چارڻ لاءِ تر موڪليندا آهن. سو منگهي جي به ٻائي صاحب جو تناٿ جي حڪم تي ڳئون ڪي وٺي تر چارڻ ويو. تر جي سفر دوران منگهو جي ڪارونجهر جبل ۾ ساردرا، انچلاسر، ڳئون مکي، ڀيم گوڏ، ارجن ٻاڙ، لکٽيار تي پوڏي سر تلاءِ، ماتا واڍو مال ڪاڍو مندر ڏوڪڙي گٽيس، جهرنا، تارا ڳڙهه ۾ ٻيا تر جا جيڪي به تيرٿ هئا تن جون زيارتون ڪيون.

چنهن وقت منگهو جي تر ۾ ئي هو ته پويان ڏکڙي ۾ اسٽيشن جي ويجهو مڙهي جي باغ ۾ ٻائي جوتناٿ چولو مٽيو جو تناٿ ڪانپوءِ سندس خدمت گار چيلو ڀڳوانناٿ گادي تي ويٺو. ٻائي جوتناٿ جي چولي مٽائڻ جي منگهوجي ڪي ڪابه خبر نه هئي پر هن ڪي دل ۾ ذهن ۾ ڏکڙي پهچڻ جي تانگهه ٿي. هن ائين محسوس ڪيو.

هن ڪي گرو جوتناٿ حڪم ڏيئي رهيو آهي ته فورن ڏکڙي پهچ. ۽ ودياسڪ. اِهو حڪم ٻڌي منگهوجي يڪدم پنهنجون ڳئون وٺي تر جون پٽون ارونگهي اچي ڏکڙي پهتو ۽ ڀڳوونناٿ جا چرڻ ڇُهي چيلو ٿيو. چيلي ٿيڻ ڪانپوءِ ڏينهن رات مڙهي ۾ ڀڳواننناٿ جي شيوا ڪرڻ لڳو ۽ اهڙي طرح سان وديا ۾ علم به محنت ڪري سکيو.انهي ڪري منگهي جي ۾ عجيب نمرتا، نياز ۾ نوڙت پيدا ٿي ان وقت سندس عمر ارڙهن سال هئي .هن جو مگٽو پنهنجي ماٽتن ۾ ئي ٿيل هو. جيڪي اِنهن سان گڏ جي مارواڙ ڪان ڏکڙي ۾ آيا هئا.هنن ڪنيارن جو وڏو جٿو انهي جڳهه تي هو جتي هاڻي صوبا هريانه هندستان مان آيل ماشڪين جو پاڙو هو. (مڙهي لڳ اڳوڻو عباسين جو پاڙ) منگهي جي جا مائٽ ورهاڱي وقت هندستان هليا ويا ۽ ڪجهه گهر اجا به جيمسن آباد شهر ۾ اُنجي پسگردائي ۾ موجود آهن جڏهن

• گرو پڳوانتات منگهيءَ جي کي چيلو ڪيو تہ ناٿن جي قانون مطابق پنهنجي مگ کي پيرڻ ڪيائين ۽ سندس گرو نالو کيمنات رکيو ۽ سندس ڪنن ۾ ڪُنڊل وڌا ۽ يوگ جي تپسيا ڪرڻ لڳو ۽ بين پنڻن ۾ مهارت حاصل ڪيائين.

سندس گرو پڳوانتات جي پيالي پيئڻ ڪانپوءِ هُن جي گادي تي سوامي کيمنات جوگيسر ويٺو. جوڳي سِر جهان ۾ جُڳ جُڳ جيئي جو. موتي مري ڪِين ڪِي جيڪو مرٽو اڳ مئو لکن ۾ ليي ڪون ڪو ڪروڙن ۾ ڪو محمد. سورهہ سو جيڪو رهٽي رهي راز جي. بائي! کيمنات کي گادي ويهارڻ جي رسم سڄي هندوستان مان آيل نانگن، ساڌوئن، ناٿن ۽ فقرن رشين، مُنسن ۽ مهاراجن ۾ سڀ کان وڏي گاديسر نانگي ادا ڪئي هئي، نانگا ۽ فقر سون هاٿين تي چڙهي آيا. ڍگهڙي جي سڄي شهر ۾ جشن ملهايا ويا. ڍگهڙي شهر جو منظر انهي وقت ڏياري ۽ عيد وانگر هو سڄي شهر ۾ جهنڊيون لڳايون ويون. ۽ دڪانن کي سينگاريو ويو پڳتين جوڙ يادگار محفلون ٿيون انهي وقت سنڌ ۽ هند جي وڏن مشهور پڳتن پڄن ڳايا جنهن عجب سمو پيدا ڪري ڇڏيو. جنهن وقت مڙهي ۾ سوامي کيمنات کي گادي تي ويهاريو ويو پي مڙهي ۾ هِن وقت جي صوبائي اسيمبلي جي ميمبر مير حاجي محمد حيات خان ٽالپر جو چاچو مير حاجي غلام حيدر خان ٽالپر ۽ ڍگهڙي ۾ رهندڙ مالهين جو مُکي ورو مل، لهاڻن جو مُکي ڪجو مل ۽ ڍگهڙي ۾ رهندڙ مسلمان بہ حاضر هئا.

کيمنات جو گيسر 1. سيجنات 2. مانتات 3. نيمنات 4. جوتنات ۽ پڳوانات پوءِ ڍگهڙي ناٿن جي مڙهي جي گادي تي ويهڻ وارو ڇهون ناٿ هو. جيتري شهرت ۽ مشهوري هنن ناٿن مان کيمنات کي ملي اوتري بئي ڪنهن بہ ناٿ جي حصي ۾ نہ آئي انهن سيني ناٿن جون سماديون ڍگهڙي مڙهي ۾ هڪ ٿي هنڌ آهن. کيمنات ايڪتا جو قائل هو هندو ۽ مسلمانن کي هڪ نظر سان ڏسندو هو. هُو سيني سان پيار ۽ محبت سان پيش ايندو هو جنهن ڪري هندو ۽ مسلمان هن جي شخصيت کان متاثر ٿيندا هئا. وڏي

سخي طبيعت جا مالڪ هئا. وٽس جيڪي ڪجهه هوندو يا ملندو هوس سو هندو ۽ مسلمانن ٻارن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا . جڏهن سوامي ڪيمنات صاحب مڙهي کان ٻاهر نڪرندا هئا ته هن جي پويان ننڍن وڏن ماڻهن جا ميڙ هوندا هئا ۽ ڪو به سوالي هٿان خالي نه ويندو هو. هنن کي پيسي ۾ ڪوڏي جي به تمنا نه هوندي هئي ڪيمنات صاحب ڇهه ڇهه مهينا وڏي غفا ۾ وڃي جوڳ پچائيندا هئا ۽ مڙهي ۾ سوين ، هزارين ماڻهو ايندا هئا ۽ انهن کي پنڊار مان ڪاڏو ڪاريو ويندو هو . هنن وٽ ڪنايت ، نمرتا، اُدارتا، گُريگتي ۽ سمر درشتي مکيه گڻ هئا . سنڌس مهما هميشه اُيار هئي ڪلجگ ۾ صاحبي جا ڏٺي هئا ڪنهن به ڏيتي ليتي ۽ وهنوار کان پري هوندا هئا. سدائين پنهنجي غفا ۾ گيان ڌيان ۾ رُڌل رهندا هئا.ڪڏهن ڪڏهن پور پوندو هو ته ٻاهر نڪرندا هئا نه ته سدائين غفا ۾ رهندا هئا. ۽ هفتو هفتو ڪاڏي کان بغير گذري ويندو هو پر تمنا نه رکندو هو غفا ۾ مهينن جا مهينا بغير ڪاڏي پيتي جي ڪري سوامي ڪيمنات ۾ وڏي شڪتي پيدا ٿي ويئي. ڪڏهن ڪڏهن جڏهن به پور پوندو هوس ته مڙهي جي ويجهوئي محمد شاهه جيلاني جي درگاهه ۾ ويندو هو . محمد شاهه جيلاني ٽالپرن سان گڏجي ڏکڙي ۾ آيو هو جيڪو مهاڻي مائي ڏکهي جي نالي ڳوٺ هو جيڪو سرفراز واهه جي ڪناري تي هو. هي واهه ڪلهوڙن جي چوٿين بادشاهه سرفراز ڪلهوڙي کوٽايو هو. محمد شاهه جيلاني وڏو با عمل ۽ باڪمال بزرگ هو. سندس هزارين مريد هئا هينئر به اهو ميلو هر سال يارهين جي ميلي جي نالي سان مشهور آهي هن جي درگاهه تي سوامي ڪيمنات صاحب فرحت ۽ خوشي محسوس ڪنداهئا .هن درگاهه کان ٻاهر تاج محمد جوڻيجو عرف تاجن فقير جي درگاهه تي به ويندو هو انهي ڪانسواءِ ڏکڙي جي مالهين جي باغن ۾ محسن شاه جي درگاهه ۽ محمود شاهه جي درگاهه تي به ويندو هو. سوامي ڪيمنات جو ريل گاڏي بيهارڻ جهڏي شهر ۾ بيمار سوناري کي چڱو ڀلو ڪرڻ ، موري ۾ رهندڙ رهواسين کي درياءَ جي ٻوڏ کان بچائڻ ڪلو مل لوهاڻي جي پاءُ جي ڳالهه محمد شاهه جيلاني جي درگاهه

جي نالي گلڻ جي ڳالھہ انھي ڪانسواءِ ٻيون انيڪ ڳالھيون ڪيمنات صاحب سان منصوب آهن.

انھن ڏينھن ڍگھڙي ۾ پرائمري اسڪول ۾ ٽيئون مل ڪتري ٻارن کي پڙھائيندو ھو جو ڏاڍو ذھين ۽ هوشيار استاد ھو ٽيئون مل سدائين سائين جي حاضري ۾ رھندو ھو ۽ شيوا ڪندو ھڪ ڏينھن سائين کي چيائين تہ مونکي چيلو ڪر آئون فقير ٿيندس .ڪيمنات صاحب چيس بابا فقير جي منزل دور آھي ھِن ۾ وڏيون تڪليفون ۽ پريشانيون آھن ھي نفس جي منزل آھي مات ڪري وڃي نوڪري ڪر ۽ پنھنجي گھر وارن کي سنڀال پر ھي نہ رھيو ۽ ڏينھن رات سائين کي چوندو رھيو مونکي چيلو ڪر ٺيٺ سائين بہ راضي ٿيو ۽ ھن ٽيئون مل سڄي شھر جي پنچائت ۾ پنھنجي مائٽن دوستن، سڄڻن ۽ مترن کان بخشايو ۽ پنھنجي منگيتر کي پيڻ ڪيائين ڇھين مھيني اشتمي ڏينھن ست سنگ ۽ پڄن پاٺ ڪري ھِن جا ڪن ڦاڙي جوڳي ۽ نات ٺاھيو ويو ۽ ھن جي گرو ڪيمنات صاحب ھن کي ترپٽي نات جو لقب ڏيئي پنھنجو چيلو ۽ پاڻ ڪانپوءِ ٻاٺن جي مڙھي جو گادي نشين مقرر ڪيائين . ترپٽي نات کان سواءِ ڀڳت موھن لال مالھي مُکي ور مل مالھي ڀڳت گومدو ڀڳت ڪاٺائو مالھي فقير جان محمد لغاري عرف گياني داس، روپي رام پڪوڙي وارو بسنت مھراج سندس خاص چيلن ۾ ھئا. سوامي ڪيمنات جوگيسر جي پشياشڪتي جي ڌوم ۾ سنڌ کان ٻاھر ھندستان جي ڪافي علائقن ۾ پکڙجي چُڪي ھئي ۽ پري پري کان ماڻھو وڏا سفر طئي ڪري پنھنجي ضرورتن ۽ سوالن لاءِ ڍگھڙي ايندا ھئا ٻائي ڪيمنات صاحب سان ملي ھن جون دعائون ۽ آپسيُون وٺي واپس ويندا ھئا ڪڏھن ڪڏھن جوگيسر صاحب ڍگھڙي کان پنج ميل پري درياءِ سنڌ کان نڪرندڙ پراڻ ندي ڏي ھليا ويندا ھئا جيڪا ڪلھوڙن جي دؤر ۾ خشڪ ٿي وئي ھئي پراڻ جي ڪناري تي دراوڙ موھن جو دڙو ھڙاپا ڪاھو جي دڙي جي تھذيبن کان پراڻي تھذيب مدفن آھي ھي لکين ناٿن، جوڳين، ساڌوئن، رشين مُنس درويشن ۽ فقيرن جو آماج گاھہ رھي آھي ڪيمنات صاحب پراڻ ۾ ميلن جا

ميل مشاهدا ڪندا هئا ۽ گهمندا هئا. هن جي طبيعت کي پراڻ جي سير سان ڏاڍي راحت ۽ خوشي محسوس ٿيندي هئي. سدائين پراڻ جي فقيرن ۽ ساڌوئن جون ڳالهيون ڪندو ۽ انهن جا قصا بيان ڪندو هو ڀائي ڪيمنات وٽ هندو مسلمان ۽ سِک جي تميز ڪونہ هئي هو انسانذات تي يقين رکندو هو اها ئي وجہ هئي جو سَندس ڪچهري ۾ هر متي ۽ مذهب جا ماڻهو موجود هوندا هئا. ڪيمنات، نات جي منزل جو فقير هو انهي منزل تي پنهنجون تمنائون خواهشون ختم ڪري نفس ڪشي ڪبي آهي، نفس کي مارڻ وڏي راهہ آهي جنهن ۾ نيڪ ۽ ثابت قدم تڪليفون ۽ ايذاءُ سهندڙ ماڻهو ئي پهچي سگهي ٿو"

ڪيمنات عظيم انسانن مان هڪ هو جو ڪاميابي مان فقيري جون سڀ منزلون ماري باهہ ۾ پچي ڪندن ٿي چڪو هو. بکون ڪاٽڻ ۽ مهينن جا مهينا رياضتون ڪرڻ جي ڪري آخر ۾ ڪافي جسماني ڪمزوري اچڻ جو وقت ٿيو تہ سندس چيلي ترپٽي نات کي چيائين تہ پنچائت گهرائي تہ آءُ چولو ڇڏي سماڌي وٺندس پوءِ پنچائت گهرائي جنهن ۾ هزارين ماڻهو گڏ ٿيا گڏ ٿيل سڀني ماڻهن کي دعائون ڪري موڪلائي 23 مانگهہ سنبت 1999 بمطابق عيسوي 1942ع هن دنيا مان الوپ ٿي ويو ڀڳت گومدي سائين کي ڏوپ هٽي سينگاري پيوت مکي سينگاري مڙهي ۾ ٿلهي تي ڏوئي جي پاسي ۾ ويهاريو ويو عاليشان ڏولي نهرائي وئي جيڪا تمام قيمتي ڪاٺي جي ٺهيل هئي ڏولي کي ڏگهڙي شهر جي سڀني رستن ۽ گهٽين ۾ گهمايو ويو ڏولي جي سرگس ۾ هزارين ماڻهو شامل هئا جيڪي ڀائي ڪيمنات صاحب جي جئہ جا نعرا هڻي ۽ ڀڄن ڳائي رهيا هئا شهر جي گهٽين مان ڏولي تي گلن ، عطرن ۽ خوشبوءِ دار شين جون ورکائون ڪيون ويون اُن وقت تائين فوٽو ڪيڻ وارا ڪئمرا اچي چڪا هئا ڀائي ڪيمنات صاحب جي سرگس جا فوٽو بہ ڪڍيا ويا انهي وچ ۾ سڄو شهر بند رهيو. پنج بجي شهر مان ڏولي گهمائي مڙهي ۾ وٺي آيا انهي مڙهي جي بنياد

رڪندڙ گرو سيجنات ، مانتات نيم نات جو تنات ۽ پگوان نات جهڙن ناٿن ، جوڳين ساڌوئن ۽ ڦڪرن سان گڏ لوڻ ۽ پتاشا ڏي سمادي ڪرائي ويئي.

## گوو ميگهواڙ

گوبند عرف گوو پٽ ڪارو مل ميگهواڙ جن جي تاريخ پيدائش سرٽيفيڪٽ موجب 30 نومبر 1943ع آهي. پر پيدائش جو اصل سال 1940ع ٻڌائي ٿو. گوبند جو جنم ڏگهڙي ۾ ٿيو. چوڌري محمد شريف ڳِل جي بنگلي واري جاءِ تي گوبند وارن جا گهر هئا. 1952ع ۾ اها زمين (جيڪو وڏو پلاٽ هو) هنن چوڌري محمد شريف ڳل کي وڪڻي ڏني هئي. گوبند ميگهواڙ تقريبن 1952ع يا ان جي لڳ ڀڳ چوڌري شريف ڳل وارن جي ڏگهڙي ۾ رهائش اختيار ڪرڻ جو وقت ٻڌائي ٿو. گوبند 1952ع ۾ لوڪل باڊيز جي اليڪشن ۾ ڏگهڙي ۾ ڪامياب ٿيندڙ جا نالا ٻڌائيندي چوي ٿو ته پهرين نمبر تي عبدالرحيم بلوچ، ٻي تي نياز محمد قائمخاني (جيڪو ڊاڪٽر مشتاق جو والد هو) ٽي نمبر تي مير حاجي غلام حيدر. چوٿين تي عبدالرشيد (جيڪو آپا صالحه جو والاد هو) پنجين نمبر تي ڊاڪٽر فيروزالدين ڪاميابي ماڻي هئي.

گوبند اهو به چوي ٿو ته سندس والد ڪارو مل، ميگهواڙ برادري ۾ ٻين هريجن ذات جي ڪافي ماڻهن جا فيصلا ڪندو هو. هو وڌيڪ چوي ٿو ته موجوده هندو برادري جي مساڻ وٽ پُورسنگهه جو اڳ ميلو لڳندو هو جيڪو پير پٿوري جو پڙ پوٽو هو. گوبند جو وڌيڪ چوڻ آهي ته مونکي جنهن اسڪول مان في جي عيوض نيڪالي ڏني ويئي هئي ، سو اسڪول ان وقت موجوده گجراتي (جمعدارن ) جي پاڙي ۾ منڊ جي پر ۾ هو. جتي ماستر هاتي رام ۽ ماستر موتو مل پڙهائيندا هئا، ۽ اُتي لائق علي هيڊ ماستر هو. اسڪول جي اها جاءِ ٽائون ڪميٽي مسواڙ تي ورتي هئي.

گوبند ٻڌائي ٿو ته 1964ع جي آيل ٻوڏ ۾ ڏگهڙي شهر جي اڪثر علائقن ۾ چيلهه کان به مٿي پاڻي هو برسات شام ڇهه بجي کان شروع ٿي

هئي ۽ بي ڏينهن سج اُڀرڻ تائين لاڳاتار پوندي رهي. حالت اها هئي جو گوبند جو گهراڻو به ٽن حصن ۾ مختلف جاين تي جان بچائڻ جا جتن ڪري رهيو هو. انوقت ۾ ڪاد خوراڪ ميرپورخاص مان آئي هئي. جيڪا عوام طرفان موڪليل هئي. باقي سرڪار ته صرف ڪجهه ماڻهن کي پنجاهه، پنجاهه روپين جي امداد ڪئي هئي.

گوبند اهو به چوي ٿو ته پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ڊگهڙي ۾ ميگهواڙ برادري جا ويهه کان ٻاويهه گهر هئا. هن جو چوڻ آهي ته ڊگهڙي ۾ موجوده وارڊ نمبر هڪ ۾ بکائي پاڙي جي لڳ ڪولهي براڏري جو وڏو پاڙو هو. جيڪو اڳاڻو آباد هو. هن جو وڌيڪ چوڻ هو ته مُکي ڪجو مل جيڪو مُکي هوت چند جو والد هو ان کي ڊگهڙي ۾ مئجسٽريٽ پاور
(سزا ڏيڻ) جا اختيار مليل هئا.

مُکي ڪجو مل جي اوطاق سوامي ڪيمنات جي مندر جي ويجهو (ڪامريڊ مصطفيٰ "رضا" جي والد سرور جي دڪان جي پر ۾ ۽ موتي اسحاق تائر واري جي گهر جي سامهون خالي پيل پلاٽ وٽ) هئي. سرور جي دڪان جي پويان ان سنهي گهٽي جي پر ۾ مُکي ڪجومل جو وڏو ڪپڙي جو دڪان هو. ۽ دڪان جي مٿي مُکي وارن جو گهر هو. جنهن ۾ هنن جي رهائش هئي.

گوبند جو چوڻ هو ته گجراتي برادري (جمعدار) پاڪستان ٺهڻ کان اڳ، ڊگهڙي ۾ وينل آهن. جن جا نالا ٻڌائيندي هو چوي ٿو ته ڪانو ڪارو ڏايو وڏو ڏوڙيو* ڏوڙيو ڪپير وغيره هت رهندا هئا.

هن جو وڌيڪ چوڻ هو ته ڊگهڙي ۾ جيلاني ۽ ٻائي ڪيمنات جا ميلا لڳندا هئا. جن ۾ ڪو پهلوان، محمد هاشم شيدي ۽ ٻيا ملهه وڙهندا هئا. گوو چوي ٿو ته 1955ع کان پهرين ڊگهڙي ۾ ڪو پڪو روڊ ڪونه هو. ٿنڊوغلام علي روڊ مهاجر مسجد کان وٺي چوڪ تائين مٽيءَ جي ڌوڙ پئي اُڏامندي هئي. تنهن وقت ۾ ڊگهڙي ميرپورخاص روٽ تي هڪ بس هلندي هئي. جيڪا به ڊيزل جي بجاءِ ٻبرن جي ڪوئلن تي هلائي ويندي هئي. ان

بس جا بہ ڊرائيور هئا، هڪ جو نالو تلسيءَ سوٿهر ۽ ٻي ڪي ماما زندهہ آباد چوندا هئا. جيڪو ميرپورخاص شهر جو هو.

گوبند ٻڌائي ٿو تہ ڏگهڙي واري چوڪ جي جامع مسجد جو بنياد رات جو 8 بجي رکيو ويو هو. مسجد جو ڪم گولن جي روشني ۾ ڪيو پيو ويو.

جيڪو گوبند وارن پاڻ اچي ڏٺو هو. گوبند جو چوڻ آهي تہ 1954ع کان اڳ مير حاجي محمد حيات ٽالپر حاجي نانو جي هوٽل تي سڄو سڄو ڏينهن ويٺو هوندو هو رات جو گهر ويندو هو.

هو چوي ٿو تہ مير غلام حيدر ٽالپر جي وفات ايڪسيڊنٽ ۾ ٿي تہ ان لاءِ ڏگهڙي شهر سوڳ ۾ ٻہ ڏينهن بندر رهيو ۽ 1963ع ۾ عبدالرحيم بلوچ جي وفات بہ ايڪسيڊنٽ ۾ ٿي تہ ان لاءِ سوڳ ۾ ڏگهڙي شهر ٽي ڏينهن بند رهيو.هن جو وڏيڪ چوڻ هو تہ ڏگهڙي ۾ ڊاڪٽر فيروزالدين جي رٽائير ٿيڻ کان پوءِ هڪ بنگالي ڊاڪٽر ، ميڊيڪل آفيسر ٿي آيو هو ۽ انکانپوءِ ڊاڪٽر نواز علي بلوچ ميڊيڪل آفيسر ٿي آيو هو.

گوبند عرف گوو ٻڌائي ٿو تہ ٽنڊو جان محمد روڊ تي موجوده ورڪ شاپنگ سينٽر جي جاءِ تي سيٺ بصر مل واٽيي جي رائيس مل ۽ فلور مل هئي.هو چوي ٿو تہ جهامن داس ۽ ڪجو مل ڏگهڙي ۾ پرائمري جا استاد هئا. ماڪي مبارڪ جي اڳوٽي پرچون جي دڪان وٽ ، جتي هاڻ عبدالرشيد جو ڪپڙي جو دڪان آهي ان جي پر ۾ سکن جو گرد وارو هو ۽ اُت موجود سوناري جو دڪان، ان گرُد واري جو گيٽ هو.

شيو مندر جيڪو وڏي گوشت مارڪيٽ ۽ ٽيليفون ايڪسچينج واري روڊ جي پر ۾ واقع آهي، ان جي سار سنڀال مهراج وَسنت ڪندو هو. ان کانپوءِ اهو شيو مندر سندن اولاد جي نگراني ۾ آيو.

مرزا جي ماڙي جي سامهون بہ راما پير جو مندر هو. گوبند ٻڌائي ٿو تہ محمد شاهہ جيلاني تي جيڪا عورت عاشق ٿي هئي سا بہ ذات جي مهاٽي هئي.

گوبند پنهنجي وڏڙن کان اهو به ٻڌو هو ته ٻائو ڪيمنات ۽ تاجن فقير اڪثر پاڻ ۾ ڪچهريون ڪندا هئا. ۽ هڪ ڏينهن ڪيمنات مال چاري واپس آيو ته خبر پيس ته تاجن فقير وفات ڪري ويو آهي. گوبند چواڻي ته اڳ ڏگھڙي ۾ واٽر سپلاءِ ڪونه هئي، تڏهن شهر جي گھرن ۾ پکال ذريعي پاڻي پهچايو ويندو هو، اهو ڪم اڳو ڪوسو مهرالدين ، ۽ مينهگو وغيره ڪندا هئا.

ڏگھڙي ۾ پهريون پنسار جو دڪان پيسو مل واڻيي کوليو هو. ۽ ڏگھڙي ۾ آڳاٽي هوٽل هڪ واڻيي جي هئي. جنهن ۾ چانهه جو ڪوپ آنو ۽ پوءِ ٻه آنا ملندو هو.

گوبند چوي ٿو ته مٺو چاڪي "سومرو" جو والد حاجي موسى جنهن جو ڏگھڙي ۾ تيل جو گھاڻون هو سي ڏگھڙي ۾ آڳاٽا آيل آهن. گوبند ميگھواڙ عرف گوو جيڪو ڊسپينسر ۽ صحافي پرتاب ميگھواڙ جو والد آهي سو سندس ماڻتن جو هت اچڻ جو عرصو ٻڌائيندي چوي ٿو ته منهنجو ڏاڏو مورو جڏهن ڏگھڙي آيو هو تڏهن منهنجي والد ڪارو مل ميگھواڙ جي عمر انوقت هڪ سال جي هئي هو ڳوٺ سونهري ۾ اچي رهيا هئا. ۽ پوءِ لڏي ڏگھڙي آيا . هن جو چوڻ آهي ته سندس والد ڪارو مل ميگھواڙ 1970ع ۾ چولو مٽيو ته ان وقت سندن عمر تقريبن نوي سال هئي. (ان حساب سان هي فيملي 1880ع ڌاري ڳوٺ سونهري ۾ آئي هئي. )

گوبند جو اهو به چوڻ هو ته سندس والد ڪارو مل ميگھواڙ سوامي ٻائي ڪيمنات سان گڏ مال پڻ چاريندو هو.

(مستري (رازي) نارائڻ ڌوهٽ ميگھواڙ جو چوڻ آهي ته اسان جا وڏا به آڳاٽي وقت ۾ ڏگھڙي آيل برادرين ۾ شمار ٿين ٿا.)

ميگھواڙ برادري گوردن عرف گوريلو بابو غريب STP، ۽ منگل درزي، به ڏگھڙيءَ ۾ رهن ٿا.

## ڪامريڊ محمد سومار شالماڻي

محمد سومار شالماڻي جي تاريخ پيدائش شناختي ڪارڊ ۾ 1929ع جو سال ڄاڻايل آهي.پر پاڻ پنهنجي پيدائش 1921/22ع ٻڌائين ٿا. هن جو چوڻ آهي تہ سندس ڏاڏو پهرين آراڙي پرڳڙي کان سامارو ۽ اتان ٽنڊوجان محمد ۽ ٽنڊوجان محمد کان ڏگهڙي لڏي آيو هو. ڪامريڊ سومار جي پيدائش ڏگهڙي ۾ ٿي آهي.

ڪامريڊ چوي ٿو تہ ڏگهڙي ۾ا ڳڀ مير حاجي غلام حيدر مُکي هوت چند، سيٺ پيسو مل، دريانو مل، ۽ پرتار سنگهہ زميندار هئا. عبدالرحيم ولد مزار خان بلوچ مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جو ساٿي هو.ڪامريڊ سومار اهو بہ چوي ٿو تہ مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جي ٻي شادي ڳوٺ محبت ديري جي عليباڻي ٽالپرن مان ٿي هئي. جنهن ۾ ڪامريڊ سومار بہ ڄاڃي ٿي ويو هو.

سومار شالماڻي کي حضوري نائيڪ نوڪري وٺي ڏني هئي. هو چوي ٿو تہ ماڻڪ ڪنيار جي والد جو نالو ڪارو ڪنيار هو ۽ ڪنيارن کان سندن پلاٽ چوڌري شريف ورتو هو (اهو هنڌ مهاجر مسجد لڳ چوڌري جاويد ۽ امجد وارن جون جايون وارو هو. چوڌري شريف جو وڏو پٽ چوڌري حاجي محمد اسلم گِل پوءِ ڏگهڙي جي اليڪشني سياست ۾ هڪ ڪردار ٿي اڀريو هو.)

سومار اهو بہ چوي ٿو تہ اڳ ڏگهڙي ۾ بس جو روٽ ميرواهہ روڊ کان اڄي موجوده وقت ۾ توفيق پيٽرول پمپ لڳ شهيد هوش محمد شيدي روڊ کان ٿيندو جيلاني جي پڙ کان اوڀر طرف ٿن هٽي ٽيليفون ايڪسچينج / مالَ جي ڍڪ کان ٿيندو محمدي چوڪ ڏانهن ويندو هو.تڏهن رستو ڪچو هوندو هو ان روٽ تي صرف هڪ بس هلندي هئي.سا بس ڪجهہ وقت لاءِ ڪوٺن تي بہ هلندي هئي.

ڏگهڙي ۾ گُردوارن جي حوالي سان ڪامريڊ جو چوڻ هو ته هڪ گُردوارو ٽيليفون ايڪسچينج جي آفيس وٽ هو ۽ هڪ محمدي چوڪ واري جامع مسجد جي اولهه ۾ رشيد ڪپڙي واري جي دڪان جي لڳ هو.

ڪامريڊ سومار جڏهن پوسٽ آفيس جو ملازم هو تڏهن ڏيپچند نالي پوسٽ ماسٽر هوندو هو محمد ابراهيم لغاري پوسٽ ڪلارڪ هو تڏهن ڪامريڊ سومار جي پگهار 49 روپيه ماهوار هئي. هو چوي ٿو ته پوسٽ آفيس ساڳين جاءِ تي آهي البته عمارت نئي ٺهيل اٿس.

ڪامريڊ جي يادگيري موجب ٽيليفون ايڪسچينج لڳ اڳ پيمي جو کوهه هوندو هو جنهن مان ماڻهو پاڻي ڀريندا هئا ۽ کوهه لڳ ڌرم شالا هئي. وارڊ نمبر 3 جي موجوده مهر ڪالوني انور الحق مهر جي زمين هئي، سو مهر ديهه 90 جي ڳوٺ جو نمبردار هو ۽ هڪ هٽ ڪان ٺونٺو هوندو هو.

سيد موسيٰ شاهه ۽ نظير شاهه _ نظير شاهه ڪالوني محمدي چوڪ وٽ اڳوٽي الائيڊ بئنڪ ۽ بلوچ هوٽل جتي هينئر راجا جي شاپ آهن اتان کان وٺي ايريگيشن آفيس ٽنڊو جان محمد روڊ تائين انهن سيدن جي زمين هوندي هئي.

ڪامريڊ سومار چوي ٿو ته ڏاڏو محمد قاسم شالماڻي ڏگهڙي ۾ ميرن واري مسجد قباءَ جو موذن هوندو هو، تڏهن مسجد ڪچي هوندي هئي. ان مسجد لاءِ زمين مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جي پيڻ ڏني هئي. ڪامريڊ اهو به چوي ٿو ته ڏگهڙي واريءَ غوثيه (مهاجر) مسجد 1947ع کانپوءِ ٺهي آهي جيڪا ٽنڊو غلام علي روڊ تي واقع آهي. اها مسجد محمد هاشم ڪتي ٺهرائي هئي. هاشم ڪتيءَ درزڪو ڪم ڪندو هو ۽ سندس دڪان شاهي بازار ۾ هو. (هڪ راءِ اها به آهي ته ان مسجد جي بنياد محمد بچل خاصخيلي جهڏي واريءَ وڌي هئي. اها زمين به سندس هئي.)

ڪامريڊ سومار وڌيڪ چوي ٿو ته جيوڻ جتوئيجو درويش طبعيت ماڻهو هو. گهوڙو هوندو هئس، جنهن تي سوامي ٻائي ڪيمنات کي شهر گهمائيندو

هو. هڪ دفعي جيوڻ درويش کي مهاجرن سڄي رات نم جي وڻ سان ٻڌي ڇڏيو هو، سياري جو سخت سي هو جنهن سبب درويش وفات ڪري ويو هو.

ڏگهڙي ۾ ميرپورخاص روڊ تي ميرواهه بس اڏي وٽ حافظ ابراهيم آرائين دڪان ٺهرايا هئا، جنهن کان ڊاڪٽر فيروزالدين ورتا هئا ۽ ان کان مبارڪ نوحاڻي ورتا هئا، جيڪا هاڻ مبارڪ مارڪيٽ سڏجي ٿي.

(ڊاڪٽر فيروزالدين ڊاڪٽر عبدالحميد جو والد تنهن لاءِ مشهور آهي ته مريض کي بخار جي حالت ۾ هڪ سوئي (انجيڪشن) هڻندو هو جنهن سان بخار ته لهي ويندو هو پر مريض جي ٻانهن ڏي جي شڪل ۾ تيڙي ٿي ويندي هئي سا سڃاڻپ سڄي دنيا ۾ ڏگهڙي جي ماڻهو جي ٻڌجي ويئي.)

سومار اهو به چوي ٿو ته ڏگهڙي ۾ پهريون ٽرڪ چاچي اسماعيل آندي هئي ۽ پهريون ٽريڪٽر حاجي شريف ڪنگوري واري آندو هو.

ڏگهڙي ۾ سيٺ دريانو مل جو ڪپڙي جو دڪان هوندو هو، جنهن کي باهه لڳي ويئي هئي جنهن ۾ درياني مل جي والده سڙي ويئي هئي.

ڪامريڊ سومار اهو به ٻڌائي ٿو ته ڏگهڙي جي موجوده محمدي چوڪ وٽ اڳ واٽر وهئي ايندو هو. جنهن ۾ ماڻهو ڪپڙا ڌوئيندا هئا.

حاجي عمرالدين آرائين ڦٽين جو واپاري هو، پاڻ گڏهه ۽ گهوڙي تي واپار ڪندو هو.

محمدي چوڪ وٽ ڪچن رستن هئڻ ڪري ڏڳي گاڏين جي ڦيٿن جا چيلا ٺهي ويا هئا. موجوده ٿاڻي (پوليس اسٽيشن) وٽ اڳ ماڻهو پاڻي ڀريندا هئا. ڏڪ وٽ اڳ سرڪاري مسافر خانو هوندو هو برهماڻين ۽ ڊاڪٽر مدد قائم خاني جي گهرن وٽ اڳ تپيدارن جون جايون هونديون هيون.

ڏگهڙي ۾ مير احسان علي ٽالپر ۽ ان جا پٽ لقمان ٽالپر ۽ غلام محمد ٽالپر جيڪي وڏا زميندار هوندا هئا.

(اهي ٽالپر گهوڙا ٻاري کان ڏگهڙي لڏي آيا هئا)

ٻاٿو ڪيمنات چاڪڙي جُتي ٻاٽيندو هو ۽ سائين محمد شاهه جيلاني جي درگاهه تي روزاني حاضري ڀريندو هو، جتي پنهنجي جُتي درگاهه کان

ڪافي پري لاهيندو هو. چوڪ واري جامع مسجد مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جي وفات جي صورت ۾ مير حاجي فتح خان جي اڳواڻي ۾ ٺهي راس ٿي ،تنهن وقت ۾ ميرن سان گڏ شيدي ۽ مڪراني هئا.

ڪامريڊ محمد سومار شالماڻي سان هي ڳالهه ٻولهه 30 ڊسمبر 2012ع تي سنڌ هائوس تي ٿي هئي. جتي چندي رام اقبال جت، رمضان قمبراڻي ۽ سليم قمبراڻي پڻ موجود هئا.۽ ڪامريڊ سومار 13 اپريل 2015ع بروز سومر شام ساڍي پنج وڳي وفات ڪري ويا آهن. هي درمحمد شالماڻي جا والد هئا.

## شيدي، سنڌ، ممبيءَ ۽ ڏڪڙيءَ ۾

..........راجا ڏاهر جي هن بهادري ۽ باربار حملن کان شجاع حبشي (شيدي) ميدان جنگ مان نڪري ڀڳو ۽ محمد بن قاسم جي خيمي ۾ وڃي هُن کي هِن خطرناڪ صورت حال کان آگاهه ڪيو. محمد بن قاسم ايترو گهبرائجي ويو جو جلدي ۾ پنهنجي غلام کي چوڻ لڳو ته "مونکي پاڻي ڪارا" شجاع حبشي پوءِ همت ٻڌي ميدان جنگ ۾ ويو پر ڏاهر هڪ تير نشانو ناهي پنهنجي پوري طاقت سان شجاع تي هلايو جيڪو شجاع جي ڪنڌ ۾ لڳو...............راجا ڏاهر جو اهو حملو ايترو زوردار هو جو اسلامي فوج ڇڙوڇڙ ٿي ويئي ۽ انهن جون صفون ڏار هٽي ويون.شڪست جو امڪان ظاهر ٿيڻ لڳو. اها صورت حال جاري هئي ته راجا ڏاهر جي هاٿي تي هڪ باهه جو گولو اچي لڳو جنهن سان هاٿي جي کَل سڙڻ لڳي، سڙڻ کان گهبرائيجي هو آبتي پير ڀڄڻ لڳو ويجهي ڍنڍ ۾ وڃي گهڙيو راجا ڏاهر جلدي ۾ هاٿي کان الڳ ٿي پنڌ جنگ ۾ شامل ٿيو.سج لهڻ وارو هوته هڪ عرب هن جي سِر تي زوردار تلوار هنئي ، تلوار مٿي کان ڪنڌ تائين لهي ويئي . ٿرپارڪر (سنڌ) جي سرزمين پنهنجي مُحب وطن راجا کان محروم ٿي ويئي.

(تاريخ ٿرپارڪر_ مهر ڪاڇيلوي_ص_ 53_ اردو).

تلوار جي وار تي اعتراض پنهنجي جاءِ تي ڇو جو جنگ ۾ سِر تي لوهي هيلمنٽ هوندو هو.پر شجاع حبشي جي صورت ۾ شهيد مهاراجا ڏاهر جو دور 712ع ۾ شيدي فرد سنڌ ايندي نظر اچي پيو.بن قاسم سان گڏ کوڙ سارا ماڻهو سنڌ آيا هئا.جيڪي پوءِ هتي مستقل رهي پيا هئا. ڪوي امڪان آهن تہ شجاع حبشي سان گڏ پيا بہ شيدي سنڌ آيا هوندا ۽ پوءِ هتي رهي سنڌ جا ٿي ويا هوندا. جرنيل شالمين شيدي مراد ياب ڪلهوڙي جو خريد ڪيل غلام هو ۽ شهيد هوش محمد شيدي ٽالپرن جو ملازم هو. ۽ وفا سندن نصب العين هئي.

ناٿو مل پنهنجي ڪتاب "يادگيريون" ۾ لکي ٿو تہ "پنجن ڏينهن ڪانپوءِ خبر ملي تہ فوج شڪارپور کان ڪابل ڏانهن رواني ٿي ويئي .مان ڪرنل پاٽنجر سان ڪراچي موٽي آيس. هي اپريل جو مهينو هو. ڪراچي ۾ خبر پئي تہ منهنجي ياءُ اُتي انگريزن جي فوج جي چڱي خدمت ڪئي هئي. اها ڳالهہ ٻڌي ڪرنل پاٽنجر بمبيءَ (ممبيءَ) وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳو ۽ مونکي ساڻ هلڻ لاءِ صلاح ڪيائين.مون ٻڌايو مانس تہ جن ڏينهن ۾ بمبيءَ شيدين جي ماتحت هوندي هئي ان وقت کان وٺي اسان جي بمبيءَ ۾ ڪوٺيءَ آهي، پر اسان مان ڪوبہ اُتي ڪونہ ويو آهي" ساڳين ڪتاب جي ساڳين صفحي جي حاشيہ ۾ ڄاڻايل آهي تہ "شيدي يعني آفريڪا جا ڪارا ماڻهو .بمبيءَ بندر جي ذڪرڻ _اولهہ ۾ هندستان جي ڪناري جي پرسان جنجيرا جو مشهور ٻيٽ ۽ قلعو آهي، جتي شيدين جي حڪومت آهي"(هي 1915ع جو ذڪر آهي).

روايت آهي تہ شيدي گجرات جي بادشاهن ۽ هندستان جي شهنشاهہ جي بحري ٻيڙي جا امير البحر هوندا هئا. هنن (شيدين) ڪيترا دفعا بمبيءَ جي ساري جزيري تي قبضو ڪيو هو.انگريزن بمبيءَ ورتي، تنهن ڪانپوءِ بہ شيدين بہ دفعا بمبيءَ جي ٻيٽ تي قبضو ڪيو هو. سواءِ برٽش ڪاسل (قلعي) جي.

(يادگيري سيٺ نائو مل، مترجم محمد حنيف صديقي _ص_ 128_ سال 1978ع).

ڏگهڙي ۾ وري شيدي، ڪنڊو شيدي جي صورت ۾ جيلاني ۽ ٽالپرن کان اڳ نظر اچن ٿا. ڪنڊو شيدي ٽنڊي باگي کان موجوده ڏگهڙي جي پڊن جي طرف،آيو هو تڏهن جيلاني اجا هت ڪونه آيو هو. ڪنڊو شيدي کان اڳ ڪولهي هِت آباد نظر اچن ٿا.

ٽي سگهي ٿو ڪجهه ماڻهو ملاح ذات جا به هجن.

(شيدين جو ذڪر ذات پرستي جو حوالي سان نہ بلڪ سنڌ توڙي ڏگهڙي ۾ گهٽ اڳ هجڻ سان ڪيو اٿم.)

## گهنشام داس ڪرم چند ميهشوري

سندس تاريخ پيدائش 1944_01_26 هنڌ چيلهار شهر ٿر آهي. هو چوي ٿو تہ ڏگهڙي ۾ 1940ع ڌاري ڪانجي مل لڏي آيو هو. جيڪو پوءِ 1947ع ۾ ورهاڱي وقت هتان لڏي ويو هليو. اُن جو ڏگهڙي شاهي بازار ۾ ڪپڙي جو دڪان هو.

سيٺ موتي رام جهامنداس جن 1946ع ڌاري پهرين پيڙين ۽ پوءِ ڪپڙي جو دڪان رکيو.

ڪرم چند 1947ع ۾ ڏگهڙي لڏي آيو هو. مُرلي ڌر، ڏنگرو مل، ڏُلجا رام، لکمڻ داس موتي رام جا مائيٽ هئا. جن مان ڪِجو مل، لکمڻ داس، ميٺو مل، ڀهياري مل، ڏُلجا رام ۽ مياٺو مل جو اولاد ڏگهڙي ۾ موجود آهي.

1950_51ع ۾ خوشحالداس (وڪيل تاراچند جو ڏاڏو هو) جيڪو پنهنجي پٽن سميت ڏگهڙي لڏي آيو هو. هي ڏگهڙي ۾ نبار گيهه جو واپار پڻ ڪندا هئا.

ماستر جهامنداس ٽيڪمداس ۽ جيو راج پاڙ ۾ پاءُ هئا. ڏگهڙي ۾ هريش ۽ ارجن وارن کي جهامنداس ڪم وٺي ڏنو هو. ليکراج ۽ پيلاج استور واري کي بہ جهامنداس لڳرايو هو.

چوني لال، رتن، هاتي ۽ چبيلو جو والد بہ 1950ع ڌاري ڏگهڙي آيو هو. جن جو چوڌري محمد شريف ديال ڳڙه واري سان ڪاروبار گڏ هو.

گهنشام داس چوي ٿو تہ ڪجو مل مُکيءَ هوت چند مُکيءَ ۽ ڏيونداس لوهاڻا هئا.

روپ چند تپيدار ۽ سيٺ گوردن وارا 60_1958ع ۾ ڏگهڙي آيا آهن. هو چوي ٿو تہ چوڌري شريف گِل وارا ڏگهڙي اچڻ وقت ڪرائي تي سونارن واريءَ ماڙي مٿي رهندا هئا. ۽ 1952ع ۾ پنهنجو گهر ٺهرايو هئن. هن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ ڏگهڙي جي ميرن ٽالپرن وٽ ان وقت ڪُل 36 سئو ايڪڙ زمين هئي.

گهنشام داس وڌيڪ چوي ٿو تہ جڏهن مير حاجي غلام حيدر ٽالپر، مير الهبچايو ٽالپر ۽ مير ملڪ محمد ٽالپر جو ريل گاڏي سان ايڪسيڊنٽ ٿيو ۽ هو ان ۾ وفات ڪري ويا تہ ان وقت انهن جي وارثن کي گورنمنٽ طرفان 3،3 لک روپيہ ڏنا ويا هئا. جيٺو مل جو پٽ گهنشو مل وڏو سيٺ هو زمين بہ هئس جيڪا ميرپور خاص روڊ تي ٻانڊي شاخ وٽ هئي ، جيڪا هاڻ سيد محمد شاهہ ۽ مير فتح خان وارن وٽ آهي. صوفي رام وارا ڏگهڙي سيپ کان پهرين اچڻ وارن مان آهن. اهي ٽنڊوجان محمد لڳ ڳوٺ مير خدا آباد ٽالپر کان لڏي ڏگهڙي آيا هئا. تولا رام ۽ رام جو والد چاچي ان جو پاءُ جهامن داس بہ اڳ ڏگهڙي آيا هئا. چانگن ۽ مُکين جي وچ ۾ مطلوب مهر سپروائيزر روينيو ۽ تپيدار غلام حيدر لغاري فڏو ڪرايو هو.

ڏگهڙي مان 1970ع ۾ مير خدابخش ٽالپر ٽنڊوجان محمد وارو MPA چونڊيو ويو هو.

## تارا چند تارا مهيشوري (ايڊوڪيٽ)

تاراچند تارا جو چوڻ آهي تہ خوشحالداس منهنجو ڏاڏو هو. جيڪو ڏگهڙي ۾ نبار گيهہ جو ڪاروبار ڪندو هو. ان ئي واٽين جي حوالي سان ٽر مان ٽيهہ چاليهہ ماڻهو گهرائي ڏگهڙي ۾ آباد ڪرايا هئا.

تارا چند جو اهو ٻه ڇوڪرا آهي ته جهيمل ڏناڻي جيڪو وائس چانسلرَ سڪرنڊ ايگريڪلچر يونيورسٽي ۾ آهي ، ان جي پرائمري تعليم ڏگهڙي جي آهي.1952ع ۾ جهامنداس ڏگهڙي ۾ ماستري ڪندو هو ۽ 1956ع ۾ افضل نمبردار ڪان دڪان ورتون هٽس جيڪو محمدي چوڪ لڳ ٽنڊوياگو روڊ تي واقع آهي، ان ۾ پرچون جو سامان رکيون هٿائين.

هاتي رام جو والد چوني لال هيراڻي روينيو ڪلارڪ هو. تارا چند اهو ٻه ڇئي ٿو ته وڪيلن جي حوالي سان ڏگهڙي تعلقي ۾ بارڪائونسل ميرپورخاص جي ميمبرن جو تعداد هن وقت تائين 25 عدد آهي.

تارا چند وڪيل ته آهي پر هن ڪڏهن به وڪالت جي پريڪٽس نه ڪئي آهي. پاڻ ڏگهڙي ۾ ميڊيڪل اسٽور جو ڪم ڪندا آهن سندن حوالي ڏگهڙي جا ٻه ميڊيڪل اسٽور آهن. جن مان هڪ جو نالو ٻه تارا چند آهي. ۽ هاڻ گهڻو پاڻ ڪراچي رهي ٿو.

## حاجي محمد ابراهيم ولد مزار مڪراني بلوچ (جدگال)

حاجي محمد ابراهيم جدگال جي تاريخ پيدائش 1934ع آهي سندس تعليم فقط چار ڪلاس رهي آهي. محمد ابراهيم چوي ٿو ته سندس وڏو ڀاءُ عبدالرحيم بلوچ مونکان ٻه سال وڏو هو. ڪيس وڏيڪ ڇوڪر هو ته سندن جنم جو هنڌ ايران جو شهر دشتياري رهيو آهي. سندس ڀاءُ عبدالرحيم بلوچ ڪي قرآن جي تعليم هئي سندن وڏن جي سنڌ اچڻ مهل پهرين ڪراچي پوءِ ٽنڊو آدم اتان جهڏي شهر ۽ پوءِ جهڏي شهر کان تقريبن 1938ع ڌاري ڏگهڙي ۾ لڏ پلاڻ ڪري اچي آباد ٿيا.

هن جو ڇوڪر هو ته ڏگهڙي ۾ ٽيندڙ بلدياتي اليڪشن ۾ سندس ڀاءُ عبدالرحيم بلوچ بنا مقابلي ڪٽيو هو.

بچل چانگ ۽ مُکي جي زمين واري مسئلي ۾ عبدالرحيم بلوچ چانگن کي سندن حق ڏيارڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش وٺي رهيو هو.

هو وڏيڪ چوي ٿو تہ سندن والد مزار بلوچ ڪپڙي جو واپار ڪندو هو ۽ ڪپڙو ڳوٺن ۾ ڪٽي وڃي وڪڻندو هو. سندس والد مزار بلوچ ڏگھڙي ۾ 1956ع ۾ وفات ڪئي. هو چوي ٿو تہ سندس پاءُ عبدالرحيم بلوچ ڏگھڙي جي محمّدي چوڪ لڳ واقع جامع مسجد جي تعميري جي شروعات ڪرائي هئي. حاجي ابراهيم چوي ٿو تہ هڪ اليڪشن ٿي هئي جنهن ۾ خاڪو مهر بہ اميدوار طور ميدان ۾ هو. تڏهن اسان جي دڪان کي باهہ لڳي ويئي هئي. هو چوي ٿو تہ جڏهن منهنجو پاءُ عبدالرّحيم بلوچ ٽنڊوالهيار ۾ ايڪسيڊنٽ ۾ وفات ڪري ويو هو تہ تڏهن ڏگھڙي جو شهر سوڳ ۾ پاڻ مرادو ٽي ڏينهن بند رهيو هو. ۽ ان کان اڳ مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جي ايڪسيڊنٽ ۾ وفات وقت ڏگھڙي شهر هڪ ڏينهن لاءِ سوڳ ۾ بند رهيو هو. ان عبدالرحيم بلوچ کي محمد عمر ۽ غلام رسول نالي بہ پٽ هئا.

هو اهو بہ چئي ٿو تہ ڏگھڙي ۾ ڊاڪٽر طفيل جي ڪلنڪ واري جاءِ وٽ اڳ مُلن جو جلسو ٿيو هو جنهن ۾ مرزا ئي ڪاهي آيا هئا جن کي مڪرانين ڊوڙائي ڪڍيو هو.

حاجي محمد ابراهيم بلوچ، ڪامريڊ عبدالحميد بلوچ، عبدالمجيد بلوچ ، واحد بخش بلوچ ، عبدالغفاربلوچ، ۽ عبدالجبار بلوچ جو والد ۽ نويد بلوچ جو ڏاڏو آهي.

# بلوچ (مڪراني) برادري

محمد اقبال ولد رستم جت

تاريخ پيدائش: 1962_04_08.

سندس چوڻ آهي تہ ڏگهڙي ۾ مڪراني بلوچن مان سڀ کان پهرين شمس الدين ولد غلام شاهہ ۽ نيڪ بخت شهداپور کان لڏي 1934ع ڌاري ڪاٽن فيڪٽري جي سلسلي ۾ ڏگهڙي آيا هئا ، جيڪي اصل ايران جي علائقي دشتياري جا هئا، جتي اڪثريت سنڌي ماڻهن جي آباد آهي،۽ وري ڪي ماڻهو ايران کان سڌو ڏگهڙي آيا هت اچي مزدوري ڪيائون.

عبدالرحيم ولد مزار جهڏي مان ڏگهڙي آيو پڙهيل ماڻهو هو گهر ۾ سنڌي ڳالهائيندا هئا، ٻولي جي حوالي سان پاڻ هتي جي ماڻهن ۾ جلدي ضم ٿي ويا، عبدالرحيم جو والد ڪپڙي جو واپار ڪندو هو.

مڪراني بلوچن ۾ مختلف ذاتيون آهن،جن ۾ جت ،مير،هوت شهزادا درزاده ،جدگال،رند، رئيساڻي گرگيج وغيره ،اقبال جو وڏيڪ چوڻ آهي تہ 1970ع جي اليڪشن ۾ خان بهادر وساڻ بمقابلہ نوابزاده مير علي بخش ٽالپر جيڪو مير منور ٽالپر جو والد هو،سي ايم.اين.اي جي سيٽ تي آمهون سامهون هئا، ڏگهڙي جي ٽالپرن مير علي بخش جي حمايت ڪئي هئي. مڪرانين تي دٻاءُ وجهڻ لاءِ مڪرانين جو مُرشد عبدالخالق اُڏيري لال وارو وساڻ جي حمايت ۾ڏگهڙي ۾ مڪرانين وٽ آيو ۽ ٺيڪيدار داد محمد وٽ اچي رهيو هو ۽ سڄي برادري کي گڏ ڪري چيائين تہ وساڻ کي ووٽ ڏيو مڪرانين جي چڱن مڙسن ان وقت بهانو ڪيو تہ اسين ميرن (ٽالپرن) جي ٻني (زمين) تي رهون ٿا، ميرن جا اسان تي ٿورا آهن، اسين ميرن کان الڳ

ووٽ ڪرڻ مناسب نٿا سمجهون، جنهن تي مرشد چيو تہ آئون توهان کي زمين جتي هينئر موجوده انور آباد آهي وٺي ٿو ڏيان جيڪا هڪ بلاڪ جي صورت ۾ هوندي ،هينئر توهين ست ايڪڙن تي ويٺا آهيو 9 ايڪڙ ايراضي وڌي ويندئو ۽ سا توهان جي ذاتي بہ ٿي پوندي توهان رڳو اليڪشن ۾ وساڻ جي حمايت جو اعلان ڪريو ان وقت سڄي راڄ مان صرف ٻن همراهن مرشد جي ڳالهہ جي حمايت ڪئي باقي پوري برادري ميرن سان گڏ بيهڻ جو چيو.جنهن سبب مرشد جو سڄو خاندان اڄ ڏينهن تائين ڊگھڙي جي مڪرانين کان ناراض آهي.

اقبال جو ويچار پنهنجي جاءِ تي پر ڏنو وڃي تہ هن ويساهہ رکندڙ برادري سان وقت جي حاڪمن ڪونہ ملهايو آهي.

ٻي طرف اقبال اهو بہ چوي ٿو تہ بلوچ معنيٰ ٻروچ آهي،بلوچستان جي رهندڙن کي بہ بلوچ چيو ويندو آهي،جئين سنڌ جي رهندڙن کي سنڌي چيو ويندو آهي، ۽ ٻروچ هجڻ سٺي يا ڪا خراب ڳالهہ نہ آهي ،هتي نفسياتي بيماري نظر اچي ٿي، سماٽ کي ٻروچ ۽ ٻروچ کي وري عرب ٿيڻ جو شوق هوندو آهي، اڪثر ٻروچ پنهنجو تعلق حضرت امير حمزي سان وڃي ڳنڍيندا آهن، جيڪو محمد صلعم جو چاچو هو پر تاريخ ٻڌائي ٿي تہ ڪين نئرنا اولاد ئي نہ هئي.

اقبال چوي ٿو تہ جئين تہ اسين جت آهيون ۽ جت سنڌي آهي ، اسان جا وڏا سنڌ کان ٿي لڏي ايران ويا هوندا ۽ اُتي جي بلوچستان جي ڪري بلوچ سڏجن ٿا، اهڙي طرح گهٽا ئي بلوچ جيڪي نسلن ٻروچ ڪونہ آهن علائقي جي ڪري بلوچ سڏجن ٿا.جئين جدگال يعني ٻي ٻولي ڳالهائيندڙ ۽ ٻيو تہ ڪا بہ ذات سٺي يا خراب نہ ٿيندي آهي، اهو ماڻهو جو پنهنجو گڻ هوندو آهي،جيڪو هُن کي بهتر يا بيڪار بڻائي ٿو جئين چيو ويندو آهي تہ :

"ذات تي ڪا ذات ناهي"

اسان جيڪي جت آهيون , سنڌ مان ئي لڏيا هئاسين ۽ وري موٽي سنڌ آيا آهيون ,سنڌ اسان جو وطن آهي, جتن جون پيڙهيون مالوند رهنديون اچن ٿيون ته ڪٿ حالتن جي حساب سان ان ڪِرت کان هٽيل نظر اچن ٿا, سندن ڪئين نکون يا پاڙا آهن.

ڏگهڙي جي بلوچن ۾ وري عبدالرب بلوچ جڏهن ماستر ٿيو ته هن کي پڙهائڻ لاءِ ڪلاس نه ڏنو ويو ۽ هن تي ٽوڪون ۽ فڪرا ڪسيا ويا, چيو ويو مڪرانين جو اُچار صحيح ڪونهي سوهي ڪئين پڙهائيندو؟ .پر ماستر عبدالرب بلوچ ان سيني رائن کي رد ڪندي ڏگهڙي جو پلوڙ محنتي استاد ثابت ٿيو. مڪرانين ڏگهڙي ۾ فٽبال راند جي حوالي سان به سٺي سڃاڻپ رکي هئي.

مڪراني ڏگهڙي جي وارڊ نمبر 9 ۾ رهن ٿا ,جتان مرحوم محمد عمر بلوچ ڪائونسلر چونڊيو هو. ڏگهڙي ۾ ڪامريڊ عبدالحميد بلوچ پيپلز پارٽي جو تعلقي صدر رهيو سندس قتل ٿيو هو. نئين ٿهي ۾ ڪامريڊ عبدالحميد بلوچ جو پٽ نويد بلوچ , ۽ زبير بلوچ وغيره بلدياتي سياست کي اڳتي وڌائيندا .جڏهن ته مولوي عبدالرحمن بلوچ ۽ اقبال جت به ان سياست ۾ خصو وئي چڪا آهن هن قبيلي ۾ هاڻ تعليم جو روجحان وڌي پيو پار يونيورسٽين تائين رسائي حاصل ڪن پيا,ان عمل ۾گهڻو ڪردار اقبال جت جو ڳڻي سگهجي ٿو.

ڏگهڙي جي مين چوڪ ۾ بلوچ هوٽل به هئي, آها عمر بلوچ وارن جي هئي. هي درحقيقت جدگال آهن پر بلوچستان ۾ رهڻ ڪري بلوچ سڏجن ٿا.

ڏگهڙي ۾ مستانو بلوچ سائيڪلن وارو عبدالغني بلوچ سائيڪلن وارو حسين سينما ٽڪيٽ چيڪر, استاد خدابخش عرف خُدي بلوچ, يونس بلوچ, ڪامريڊ عبدالمجيد, استاد حيدر بلوچ ,موسيٰ ڪارمڪينڪ, سليم بلوچ, مرحوم خير محمد سُڪي مڇي وارو مولا بخش مياندادم, ٺيڪدار محمد يوسف, بيگ محمد, ڪامريڊ مصطفيٰ بلوچ, قاري

" عبداللطيف رند، مولوي سعيد محمد عبدالرشيد (خليفو) بلوچن ۾ پهريون ماستر فيض محمد ۽ عبدالرحيم منشي، عورتن ۾سابق ڪائونسلر ساهتي بلوچ وغيره پنهنجي سڃاڻپ رکن ٿا.

بلوچن ۾ مهمان نوازي جي حوالي سان ٺيڪيدار داد محمد بلوچ جي اوطاق مشهور رهي هئي. اڄ جي دور ۾ مولوي عبدالغفور بلوچ تن روايتن جو پاسدار ٿيندي اوطاق هلائي ٿو.

## مامون شفيع محمد ولد حاجي موسو سومرو

هن جي تاريخ پيدائش تقريبن 1935ع آهي.

شفيع محمد سومرو جو ڇورو آهي ته سندس والد حاجي موسو ڦوهه جواني ۾ حيدرآباد کان ڏگهڙي آيو هو. پنهنجن ناناڻن وٽ جيڪي اڳ ئي ڏگهڙي ۾ رهندا هئا.ڏگهڙي ۾ حاجي موسو گهاڻي ۾ تيل پيڙڻ جو ڪم ڪندو هو.

تاجن فقير لاءِ مامي شفيع محمد جو ڇورو آهي ته ذات جو جوڻيجو هو. پڊو تمبراڻي لڳ قائم شاهه جو ميلو لڳي ٿو اُن تر جو هو.مامون شفيع محمد جو اهو به ڇورو هو ته منهنجي سانپر ۾ هتي پهرين هوٽل بديءَ نالي واڻيي جي هئي، پوءِ جهمُون نالي مٽياري جي واڻيي هوٽل کولي سا هوٽل موجوده وقت ۾ ٽائرپنچر واري اسحاق موٽي جي گهر وٽ هئي يعني کيمنات سوامي جي مندر اڳيان ، سا هوٽل پوءِ پٽيل لونگ‍ شيدي به هلائي. تڏهن ڏگهڙي ۾ ٻه مٺائي جا دڪان هئا هڪ کيمون واڻيي جو ۽ ٻيو کنڊُو شهر لڳ هالا جي واڻيي جو دڪان هو.پنساري جو دڪان صرف پيسو واڻيي جو هو: جنهن اسان جي دڪان تي قبضي جي ڪوشش ڪئي هئي جنهن ۾ منهنجي مائٽن جي مدد مير حاجي غلام حيدر ڪئي هئي تنهنڪري پيسو ناڪام ٿيو هو.

ڪپڙي جا صرف ٽي دڪان هئا هڪ پرسُو جو پيو درياڻي جو ۽ ٽيو هڪ ٻئي همراهَ جو. ڏگهڙي ۾ اڪثر تانگا ڀِٽڻ ذات جي ماڻهن جا هلندا هئا پر جُتڙيئي لوهار ۽ خوشي جو هڪ هڪ تانگو هو.

ڏگهڙي ۾ اوٺن جي ڪوڙي اسمعيل شاهہ جي هٽي سندس اُتي هوٽل پڻ هو ۽ پاڻ اصل ننگر ٺٽي جا هئا.

مامي شفيع جو اهو بہ چوڻ آهي تہ هڪ ديوان جي چوريءَ ٿي هئي تہ هو مدد لاءِ مير حاجي غلام حيدر وٽ آيو هو. مير صاحب هن جي مدد لاءِ ڪپري موري جي غلامون چانگ تي چِٽيءَ لکي ڏني هئي ، پر ان ديوان ڪپري موري وٽڻ بجاءِ اها چٺي وڃي ڪليڪٽر کي ڏني هئي ۽ مير تي ڪيس داخل ڪرايو هو.

شفيع محمد سومرو اهو بہ چئي ٿو تہ ڏگهڙي ۾ دايا مير حاجي غلام حيدر وٽي آيو ۽ سائينءَ ڏني دايي جي والد محمد دايو کي حيدرآباد مان لڏائي ڏگهڙي وٺي آيو هو. جنهن جي اولاد ۾ لکاڏنو گل محمد ، خميسو ۽ ماستر محمد امين دايو آهن. مامون شفيع محمد ٻڌائي ٿو تہ واحدڏنو فقير جيڪو ذات جو لاکو هُو. اصل ديهڙي جو هو جيڪو ڏگهڙي آچي محمد شاهہ جيلاني جو مجاور بڻيو. پوءِ ٻچلي خاصخيلي ، ٻُولي فقير ۽ پائي خان ڍوري جي طرف پنهنجي پيٽن جا رشتا ڪيائين ، اهڙي ريت ٻُولو فقير جي پٽ واحدڏنو فقير، تي پنهنجي مامي جو نالو پيل آهي ۽ روشن فقير اصل بڪيرا شريف جو هو تنهن جي شادي ٻُولو فقير جي نياڻي سان ٿي تہ ڏگهڙي ۾ ٿي رهي پيو.

مامون شفيع اهو بہ چئي ٿو تہ ڏگهڙي ۾ موجوده ميرن واري مدرسي وٽ مير حاجي غلام حيدر جي اوطاق هئي راج وارن جي اسرار تي مير صاحب اها اوطاق مدرسي لاءِ وقف ڪئي ۽ پاڻ ٻي هنڌ اوطاق ٺهرائي . تنهن وقت ان مدرسي کي وڌڻ ويجهڻ ۾ ٽن ماڻهن گهڻي ڪوشش ورتي هڪ مولوي محمد ابراهيم چنڻوري وارو ٻيو مولوي عبدالحئي نوحاڻي ڪنگوري وارو ۽ ٽيو مولوي محمد دين آرائين ڏگهڙي وارو. مامي شفيع جي چوڻ موجب ڪلو

خاصخيلي وارا ڊگهڙي ۾ خاصخيلي ذات ۾ آڳاٽا آيل آهن. (تاريخ 02 آڪٽوبر 2014ع تي هي ڪچهري شام جي ويل سنڌ هاؤس تي اقبال جت ۽ مون مامي شفيع سان ڪئي تنهن وقت خميسو دايو ولد محمد رحيم پڻ موجود هو.)

## خاصخيلي برادري

اُميد علي خاصخيلي ، سائين محمد بخش خاصخيلي ۽ مشتاق عرف استاد پوڙهو سرائي جن جو چوڻ هو تہ اسان جي پڙ ڏاڏي خميسي خاصخيلي جو وڏو ڪلُو خاصخيلي جيڪو مالوند ماڻهو هو سندس سئي هاڪ هئي ، انگريز جڏهن هت زمين پي ورهائي ڏني ان وقت بہ هُن هِت انگريز کان زمين نہ ورتي هئي، ڪيس پنهنجي مال تي ناز هو. هو قد بُت ۾ تہ هڪ ڇونٽڙو ۽ هلڪڙو مڙس هو پر پنهنجي ڳالهہ وارو ماڻهوهو. ڊگهڙي ۾ ڏاڙهون خاصخيلي ۽ عمر خيلفو خاصخيلي وارن جو قبيلو پڻ آباد آهي . ڏاڙهون جو باغ مصري شاهہ درگاهہ جي پر ۾ هو جيڪو گهٽيون مشهور رهيو هو.

طاهر اٽي خاصخيلي جن جو وڏو عبدالعليم خاصخيلي ميرپور بٺوري مان لڏي ڊگهڙي آيو هو. ڊاڪٽر محمد امين خاصخيلي اُن جي اولاد مان آهي قائم خاصخيلي جيڪي ڏُپ سڙيا پڻ سڏيا ويا. تن جو هاڻ ڊگهڙي جي وارڊ 13 ۾ قائم پاڙو موجود آهي.

## مالهي

مُکي گڏبش ولد مُکي پيرو مل

جنهن جي تاريخ پيدائش 1940ع آهي. ۽ هي مُکي وروملجو پوٽو آهي.

هن جو چوڻ آهي تہ سندن ڏاڏو مُکي ورو مل ڊگهڙي آيل شروعاتي مالهين ۾ شمار ٿئي ٿو. مُکي ورو مل کي چار پٽ هئا ، هڪ ڪشنو مل، پيو پيرو مل، ٽيو پرمانند ،چوٿون ليلا رام.

هي انگريز دور ۾ لُوس جي بيماري (1918ع) ڪانپوءِ ڏگهڙي آيا. بلڪ آندا ويا آهن.سندن ڏگهڙي اچڻ جو وقت 1922ع کان 1925ع تائين ڪٿيو ويو آهي.

شروعات ۾ مالهين جا صرف ٻه پاڙا مُکي ۽ قيصر ٽي ڏگهڙيَ آيا هئا، ٻيا مالهي پوءِ ڏگهڙي آيا آهن..مالهي جيسلمير کان آيا آهن.انگريزن هنن کي هِت پاڄيون ۽ باغ پوکڻ لاءِ آندو هو هي باغن جوڪم خوب ڄاڻيندا هئا .جئين شيخ اياز چيو آهي:

"عشق اسان وٽ آيو آرائين جيان جهول ڀري"

(آرائين/ مالهين جون ڏنڏو ساڳيو هو ان ڪري آرائين کي مالهي ٻـ چون.بلڪ اها ٿيوري آهي تـ سنڌو ماٿري تي وينل جملي آرائين سنڌي آهن ۽ لوهاڻو واٽيو.پنجابيءَ آهي.)

مُکي ورو مل ۽ سندس پٽن کي انگريزن طرفان ڏگهڙي جي ديهہ 178 لڳ ڏگهڙي شهر ۾ 22 ايڪڙ زمين ڏني ويئي ،جتي هن ٻهرين پاڄين ۽ پوءِ باغ جي پوکي پڻ ڪئي. ٻين مالهين کي بہ ان ديهہ ۾ زمين ڏني ويئي هئي. پوءِ اُتي مالهين جا باغ مشهور ٿيا.جن ۾ زيتون ،فاروا، انب، ٻير ،توت وغيره جا باغ هوندا هئا. مالهي ننڍا ننڍا باغ 4,3 ايڪڙن تي رکندا هئا باقي زمين ۾ پاڄيون پوکيندا هئا.

تنهن وقت ۾ مالهين جون عورتون گهرن ۾ ٻيڙي پاڏارن جو ڪم ڪنديون هنيون ،مطلب هي زالُين ،مڙسين محنت ڪندڙ هئا. پوءِ مالهين ۾تعليم بہ وڌي هنن پنهنجا ڏنڌا تبديل ڪيا هنيئر هنن جو ڏگهڙي ۾ ڳاڻيٽو 150 گهرن کان متي آهي .راجا رام مالهي ناظمي نظام ۾ ٻہ دفعا ڪائونسلر رهي چڪو آهي .راڻو مالهي صحافت ۾ جاءِ ناهي چڪو آهي .
مُکي چوٿ رام ۽ سندس ڀاءُ ميوارام وارا سوامي کيمنات جي مڙهي (مندر) جا سنڀاليندڙ آهن. هنن جو والد مُکي جيسارام سابق ڪائونسلر رهيو آهي.

(ڏگهڙي ۾ واحد ڪيبل نيٽ ورڪ راجا مالهي جو آهي)

(مالهين جي هن معلومات حاصل ڪرڻ ۾ جگديش عرف جگو مالهي اسان جي مدد ڪئي).

## مستري رامچند ڪيتو لوهار راجپوت (ڪاريو)

رامچند جي جنم جو سال 1970ع آهي. هي ڏگهڙي ۾ ڪار گاڏين جو مستري آهي. هتي هنن جي سجاٽپ ڪاريا طور ٿئي ٿي. ۽ ڏگهڙي ۾ هن ڪارين جيِ ڪُٽنب جا ويهه ڪن گهر ٿيندا.

رامچند چوي ٿو تہ اسين اصل چيتوڙ ڳڙهہ راجستان جا آهيون اُتي اسان جي وڏن جي مُغلن سان جنگ لڳي ۽ جنگ ۾ آخر اسان جي وڏن جي شڪست ٿي. پوءِ چيتُوڙ ڳڙهہ جي قلعي مان ٽڙيا ويا ۽ خانہ بدوشي جي زندگي اختيار ڪئي ۽ پوءِ پنهنجو پاڻ سان واعدو وچن ڪيئن تہ جيستائين چيتوڙ ڳڙهہ جو قلعو آزاد نہ ڪرائيندا سين، اوستائين سڌي کٽ نہ رکندا سين ۽ نہ ئي گهر ٺاهيندا سين.

چيتوڙ ڳڙهہ مان نيٺ تہ مغل بہ ويا پر اسان سيوتيا لوهار واپس اُتي پهچي نہ سگهياسين.

رامچند چئي ٿو تہ اسان جا وڏا مختلف هندن کان ٿيندا جهڏي شهر آيا پوءِ لڏي ڏگهڙي ۾ اچي آباد ٿيا هئا. اسان جو پڙ ڏاڏو واگو 38/1937ع ۾ هت ڏگهڙي آيو هو.

اسان جي پڙ ڏاڏي واگي کي هڪ پٽ روپو نالي سان هئو. روپي کي وري ٽي پُٽ ٿيا هئا، مانو لونگ ۽ ڪرمڻ انهن مان مانو کي وري ٽي پٽ ٿيا ڪيتو پنهون/ وڪيل ۽ راوتو.

ٻي طرف امولڪ کي پڻ ٽي پُٽ هئا جن ۾ هوتو، ماميو ۽ نارائڻ. هن قبيلي جي ماڻهن ۾ تعليم گهٽ رهي. ڏگهڙي ۾ ڪهاڙيون. ڏاٽا، ڪوڏر ۽ ڪماٽيون ٺپڻ وارو ڪم ڪيون. جنهن سبب کين ڪاريو سڏيو ويو. ڪارين کي لوهار بہ چون استاد وڪيل جنهن جو نالو پنهون هو سو ڏگهڙي جي آڳاٽي ڊرائيورن ۾ پنهنجو نالو رکي ٿو. هن ڪارمڪينڪ شاپ پڻ رکي، جنهن مان سندن قبيلي جي ڪافي ڇوڪرن اهو هنر سکي ورتو آهي ۽ سي اڄ بہ اهو ڪم ڪن ٿا.

جڏهن تہ رام چند عرف رامون در محمد شالماڻي جو ڪلاس ميٽ ۽ تيرٿ روپي جو پٽ منهنجو ڪلاس ميٽ ٿي رهيو آهي.

## محمد اسلم پٽ غلام محمد سينهڙو

تاريخ پيدائش 1952ع آهي ۽ محمد مسلم سينهڙو نالي ننڍو ڀاءُ اٿس . سندن رهائش وڏي عرصي کان ڏگهڙي شهر ۾ آهي ، پر سندن اصل ڳوٺ غلام محمد سينهڙو جيڪو ڳوٺ فقير غلام علي لغاري جي پر ۾ واقع آهي سو اٿن.

سندس والد غلام محمد سينهڙو جي پيءُ يعني سندس ڏاڏي جو نالو وارث سينهڙو هو. غلام محمد سينهڙو جي وفات 1976ع ۾ تقريبن 65 سالن جي ڄمار ۾ ٿي هئي.

غلام محمد ڏگهڙي ۾ ڊيزل (تيل) جو ڊيپو هلائيندو هو جيڪو برماشيل جي ڪمپني جو هو. ۽ اهو ڊيپو محمد اسلم سينهڙو جي موجوده اوطاق يعني ميرواهه روڊ تي ڪوچن جي اسٽاپ لڳ هو. غلام محمد سينهڙي 1950ع ڌاري اهو تيل جو ڊيپو کوليو هو جيڪو 1974ع ۾ بند ٿي ويو هو. اسلم سينهڙي جي چواڻي ته سندس والد غلام محمد شڪار جو شوقين ۽ سٺو نشاني باز هو. ۽ هو پهلوان قسم جو شخص هو پڇريون به کڻندو هو. قرآن شريف پڙهيل هو. غلام محمد جي ياري جي حوالي سان سندس پٽ اسلم سينهڙو چئي ٿو ته چيڙ چانگ ، پسيو مالهي ، عبدالرحيم بلوچ ، عباس علي شاهه ، صمد ڪاڇيلو ۽ رمداڻن سان سندس سُٺي دوستي هوندي هئي. اسلم سينهڙو اهو به چئي ٿو ته اسان جي 275 ايڪڙ زمين آهي . منهنجي والد غلام محمد اسان جي ڳوٺ ۾ سڀ کان اڳ گاموفون ۽ ريڊيو آندو هو ، جڏهن ٽيلي فون آيو ته اهو به لڳرائين.

اسلم جي چوڻ موجب اڳ هٿ ٽنڊي باگي جون به بسون هنيون جيڪي پيٽرول تي هلنديون هيون . ڏگهڙي ۾ پهرين جيپ ڊاڪٽر فيروز الدين آندي هئي. اسلم اهو به چوي ٿو ته اسان جي وڏن جو اصل ڳوٺ قيصر سينهڙو هو . جتان لڏي ڏگهڙي جي پر ۾ اچي ڳوٺ ٻڌي ويٺا. جيڪو ڳوٺ منهنجي ولد جي نالي پويان غلام محمد سينهڙو سڏجي ٿو. -

# محمد صالح سينهڙو ولد حاجي عبدالله

## هن جي تاريخ پيدائش 1944ع آهي

تعليم فائنل پاس رهيس، هوشياري جي ڪري اسڪلرشپ ملندي هئس. سندس هٿن سان لکيل اڻ ڇپيل ڪهاڻين وغيره جي ڪتابن جو تعداد ست کن آهي. هو چوي ٿو تہ ٽنڊوالهيار لڳ ڳوٺ ميُون وهُنيون جتي سينهڙن جو راڄ هو. هندستان پاڪستان ٺهڻ وقت ياڃ پئي تہ اسان ڏگهڙي جي طرف لڏي آيا هئاسين. هو چوي ٿو تہ اُت سينهڙا گهوڙن تي چڙي مستيون ڪندا هئا ۽ ماڻهن کي تنگ ڪندا هئا. ۽ ڳوٺ ميُون وهُنيون ۾ وڏو مڪتب هو.

هو چوي ٿو تہ ڏگهڙي لڳ هن ڳوٺ کي آباد ڪرڻ ۾ جن سينهڙي ذات جي ماڻهن جو هٿ رهيو تن ۾ هوندو ولد خير محمد ، چاڙو. ننڌو ۽ ولي محمد سينهڙو ڳڻيا وڃن ٿا. تڏهن هي صرف سينهڙن جو ڳوٺ سڏبو هو پوءِ ڦري ٿيو غلام محمد سينهڙو ڳوٺ.

هو چوي ٿو تہ 1947ع کان اڳ غلام محمد سينهڙو هت ڳوٺ ۾ رهندو هو پوءِ لڏي ڏگهڙي شهر ويو ۽ اتي تيل جو ڊيپو قائم ڪيائين.

غلام محمد سينهڙو رنگ جو ڪارو هو ۽ نيڻ نڪ سنا هئس. جيستائين ڳوٺ ۾ هو تہ وڏو مهمان نواز هو. ڏگهڙي شهر ۾ ويو تہ ماڻهن کي پاڻي جو گلاس بہ ڪونہ ڏيندو هو.

هو چوي ٿو تہ سنجر سينهڙي 1959ع ڌاري ٻنيو وڪيون هنيون. سنجر سينهڙو هڪ عورت تي عاشق هو ان ڪري تباهي ڪيائين. محمد صالح چوي ٿو تہ بلوچستان جي اڪبر بگٽي، شير باز مزاري ۽ ٻين سان هن جي سٺي واقفيت رهي هئي. هو اهو بہ چوي ٿو تہ هاڻوڪي MNA مير منور

ٽالپر جي والد مير علي بخش ٽالپر جي 1978ع ۾ مير جي لانڍي ۾ ورسي ملهائي پي ويئي جنهن ۾ رسول بخش پليجي تقرير ڪندي پٽائي جا بيت پڙهيا هئا جن ۾ هن کان ڪجهہ غلطيون ٿيون هيون، جنهن تي هن پليجي صاحب جي اصلاح ڪئي هئي.

## ڏگهڙيءَ جي قائمخاني برادري

ڊاڪٽر صغير احمد قائمخاني جي بقول تہ "جنرل بشير احمد قائمخاني جڏهن ميجر هو تڏهن ان جو والد سيڪريٽري هو جن ڏگهڙي ۾ سرڪاري ماتحت ۾ قائمخانين کي آباد ڪيو. مقصد 1947ع ڌاري جن قائمخانين وٽ ڪليم جي سند نہ هئي انهن کي سرڪار هڪ بلاڪ ٻني ۽ ڏهن جو جوڙو قرض طور ڏنو هو.

قائمخانين جو هت زميندار ٿيڻ جو سبب بہ اهو ئي آهي سندن ماضي کيس هرهاري يا وچين، هيٺين طبقي جو ٻڌائي ٿو. ممڪن آهي تہ انهن مان ڪي ورهاڱي وقت اها ڪرت ئي نہ ڄاڻندا هجن. پوءِ هن پيشي ۾ ضم ٿي ويا هجن. سنڌ ۾ قائمخاني برادري جو گهڻو تعلق ننڍن وڏن شهرن سان رهيو انڪري سندن نسل تعليم سان سلهاڙ جي ويو ڪتاب "تاريخ راجپوت قائمخاني" ۾ ڏگهڙي جي قائمخانين جا نالا جمعدارنياز محمد ڪائونسلر کان وٺي ڪيپٽن خورشيد احمد قائمخاني تائين 88 ڄاڻايل آهن ڪتاب جو ليکڪ تاج محمد خان قائمخاني خود بہ ڏگهڙي جو آهي. هن ڪتاب ۾ صفحي 198 کان وٺي صفحي 200 تائين ڏگهڙي جي قائمخانين جو ذڪر ٿيل آهي. ڪتاب ۾راجپوتانہ رياست جو نقشو پڻ ڏنل آهي.

مرحوم رسالدار محمد عثمان قائمخاني سندس پٽ سيٺ شوڪت علي قائمخاني ۽ انجو پٽ حاجي صفدر علي خان قائمخاني پلوڙ شخص آهي.

ڪيپٽن رٽائرڊ ڊاڪٽر حاجي مدد علي قائمخاني جنهنجو مهراڻ ميڊيڪل سينٽر آهي ان تي سندس پٽ ڊاڪٽر ساجد علي خان قائمخاني

مقرر آهي .رٽائرڊ جمعدار مرحوم نيازَ محمد خان قائمخاني ڪائونسلر جو پٽ ڊاڪٽر مشتاق احمد خان قائمخاني ڏگهڙي ۾ ڪنهن وقت ۾ قائمخانين جو اڳواڻ سمجهيو ويندو هو .ڊاڪٽر نعيم احمد خان قائمخانيءِ ايڊوڪيٽ وسيم احمد قائمخاني سندس فرزند آهن .ڊاڪٽر مشتاق احمد ان جو ننڍو ڀاءُ مقصود قائمخاني ڏگهڙي ڪائونسل جو وائيس چيئرمين ۽ ڪائونسلر بہ رهيو آهي. مرحوم سيٺ يونس قائمخاني جيڪو زميندار سڏيو هو سندس ننڍو ڀاءُ سيٺ محمد ايوب عرف بابو جي نالي سان سڏجي ٿو .جاگيردار شبير احمد قائمخاني ۽ سندس ڀاءُ محمد لائق قائمخاني جن وٽ مون ڪجهہ وقت لاءِ ڊرائيوري جي نوڪري بہ ڪئي هئي. ريٽائرڊ هيڊ ماستر سائين اميد علي خان قائمخاني جيڪو هن وقت تائين علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي جو سينٽر پڻ هلائي رهيو آهي .ان کان علاوه حاجي محمد الياس خان ڪائونسلر، عبدالجبار قائمخاني ڪائونسلر، ماما نظام خان قائمخاني ٽرانسپورٽر سيٺ علي حسن عرف بجلي، زميندار آلہ دين خان، محمد اقبال واپڊا وارو سيٺ طيب قائمخاني ڊاڪٽر صغير احمد قائمخاني جو اولد احمد علي عرف خان صاحب، زميندار نبي بخش عرف نبيو، پروفيسر عباس علي خان، سيٺ مقصود خان ۽ عبدالعزيز عرف جيجو قائمخاني. ٺاڪر امام علي خان جو فرزند عبدالغفار عرف گيسو قائمخاني، عبيدالله عبدالحڪيم قائمخاني، طاهر علي ڪالي خان قائمخاني، ماستر غلام نبي قائمخاني، آلہ دين ايڊووڪيٽ، ماستر نثار احمد قائمخاني، ماستر منظور قائمخاني، ظفر الماس وغيره پڻ رهن ٿا.

ڏگهڙي ۾ ميرواهہ روڊ تي شيل ڪمپني جو پيٽرول پمپ آهي جيڪو سيٺ حاجي توفيق احمد خان قائمخاني جو آهي جيڪو ريٽائرڊ رسالدار حاجي محمد الياس خان قائمخاني ڪوٽ غلام محمد (جيمس آباد) واري جو فرزند آهي. شفيق احمد قائمخاني جهڏي وارو جنهن ڏگهڙيءَ ۾ پهرين هنڊا موٽرسائيڪلن جي حوالي سان فرنچائيز "مڪ موٽر" جي نالي سان قائم ڪئي.

## حڪيم شريف حسين ولد محمد حسين جٽ

سندس تاريخ پيدائش 1930ع آهي ۽ ڳوٺ ديهه 164 "B" آئس. سندس وڏا 1901ع ۾ هتي (ڏگهڙي لڳ) آيا. ڳوٺ ديهه 164 "B" سندس وڏن ٻڌو هو. هو چوي ٿو ته منهنجا وڏا اصل ۾ وڏي ڳوٺ ديهه 164 "A" ۾ اچي آباد ٿيا هئا پوءِ اتان لڏي 1940ع ڌاري ڳوٺ 164 "B" ٻڌي ويٺا جنهن کي ننڍي 64 پڻ چيو وڃي ٿو.

ننڍي 64 جيئن ته آڳاٽي سونهري جي ويجهو هئي ۽ سندس چوڻ موجب ڳوٺ سونهري وٽان اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. هو چئي ٿو سونهري ڪنهن وقت ۾ سٺو شهر هو هت سونارا رهندا هئا. جيڪو پوءِ ڦٽيءَ ويو.

حڪيم شريف جو چوڻ هو ته آچار فقير ماڇي ۽ مير جان محمد ٽالپر سونهري جو ڏڙو کوٽرايو هو. هن جو اهو به چوڻ آهي ته اڳ ۾ ڏگهڙي مان هڪ بس هلندي هئي جيڪا ڊيزل تي هئي سخت سردي پوڻ جي صورت ۾ ان بس جو ڊيزل باهه پاري گرم ڪيو ويندو هو. هو چوي ٿو ته تاجن فقيرجوٽيجو هو جيڪو محمد شاهه جيلاني جو خليفو هو. سندس اهو به چوڻ آهي ته سوامي ڪيمناٿ جو مرشد نيم ناٿ به ميرن جي وقت ۾ ڏگهڙي آيو هو.

چوڌري شريف مرحوم جي جاءِ ماڻڪ ڪنيار جي هئي. ماڻڪ اها جاءِ ڪپائي ست گڏهه لاسي ورتا هئا. هو وڌيڪ چوي ٿو ته تنهن وقت ۾ هڪ واڻيي جو هوٽل هو. نادر پنجابي جو هوٽل جيڪو موجوده جامع مسجد واري جاءِ تي هو. گل محمد پٺاڻ پڻ هوٽل کوليو هو. مير حاجي غلام حيدر ٽالپر سخي شخص هو. راڄن جا فيصلا ڪندو هو ۽ ووٽن ۾ ڪنهن جي مدد لاءِ ماڻهن کي چنيون پڻ ڏيندو هو. هڪ سيد عورت جو ذڪر ڪندي شريف جٽ چوي ٿو ته سيد وڏل شاهه ان مائي جي ٻنيءَ (زمين) تي قبضو ٿي ڪيو ان عورت جي مدد خاطر مير غلام حيدر ٽالپر ڊي. سي. وٽ ڪيس داخل ڪيو هو ۽ ساڻس گڏ پنجابي شاهه رٽائيرڊ مختيار ڪار به هو. انهن جي مدد سان سيد عورت ڪيس کٽيو. وڏل شاهه جا کاتا ڪوڙا نڪتا. ۽ سيد

عورت مير غلام حيدر ۽ پنجابي مختيار ڪار کي ڏهہ ، ڏهہ بلاڪ زمين انعام ۾ ڏني . هنن ڪاتا ڪوٺہ ڪرايا. مير حاجي فتح خانٰ جي وقت ۾ شاب غوث ڪاتو ڏسي ٻنيءَ تي قبضو ڪرايو. تڪرار وڌيو تہ فيصلو مير محمدحسن ٽنڊوغلام علي واري وٽ ويو ساڳين بي بي عورت فيصلي ۾ قرآن کڻي چيو تہ مون مير غلام حيدر وارن کي ٻنيءَ نہ ڏني هئي . اها ٻنيءَ واپس ٿي.

اهو سمورو ڪم صوفن شاهہ وارن ڪيو هو اها ٻنيءَ (وزير نوحاڻي جي ڳوٺ واري) جيڪا صوفن شاهہ وڪئي ۽ مير حاجي محمد حيات ٽالپر پيسن تي هن کان ورتي .۽ پنجابي شاهہ رٽائيرڊ مختيار ڪار واري ٻنيءَ سيدن کان پيسن تي سيٺ عبدالعزيز برڪت علي ورتي . حڪيم شريف جو اهو بہ چوڻ آهي تہ پيسُو نالي پساري وڏو سيٺ هو مُکي هوت چند ۽ پرڪار سنگهہ وارا وڏا زميندار هئا ، پرڪارسنگ پڙهيل پڻ هو.

عبدالرحيم بلوچ جو ڊگهڙي شهر ۾ سٺو اثر هو. عام ماڻهن جي مدد ڪندو هو. شهر جا ماڻهو هن کي عزت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا. هندستان پاڪستان ٺهڻ وقت ماڻهن جي مدد گورنمنٽ ڪئي قائمخاني تنهن دؤر ۾ ڊگهڙي آيا تن مان عثمان خان ۽ نياز محمد خان جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا، عثمان خان فوج ۾ رسالدار هو ۽ نياز محمد خان جمعدار هو.

جٽ برادري ۾ حاجي سردار محمد. الهہ لوڪ سندس پائيٺو هو حاجي فقير محمد ديال ڳڙ وارو اهي سٺو نالو رکندا هئا.

مهر محمد علي آرائين وڏي نالي وارو ماڻهو هو. سرڪار سان ويجهڙائي هوندي هئس. حافظ علي محمد صوفيا آباد وارو بہ پنهنجي سڃاڻپ رکندو هو.

پنجابين جو ڳوٺ پيڻ بہ 1901ع ۾ آباد ٿيو آهي. هڪ واري عطاالله بخاري ڊگهڙي آيو هو موجوده ڊاڪٽر طفيل واري ڪلنڪ جي جاءِ تي وڏو ميدان هو اُتي جلسو ٿيو هو ۽ ان جلسي ۾ جهيڙو ٿيو هو.

حڪيم شريف جو اهو بہ چوڻ آهي تہ حاجي موسو چاڪي (سومرو) جي جاءِ تي پيسُو واٽيي قبضو ڪرايو هو پر مير حاجي غلام حيدر اهو قبضو رات پيٽ ۾ ڇڏرائي ورتو هو. هو وڌيڪ چوي ٿو تہ مُکي هوت چند ۾ مُکي ڏيون جو رويو بهتر هو.

## چوڌري خالد محمود گِل

چوڌري خالد محمود، حاجي محمد شريف گِل جو پُٽ، چوڌري اسماعيل جو پوٽو ۽ چوڌري علاؤالدين جو پڙ پوٽو آهي. خالد محمود گِل جي تاريخ پيدائش 14 جون 1956ع آهي. هو چوي ٿو تہ سندن ڏاڏو چوڌري محمد اسماعيل گِل 1886ع ۾ انڊيا جي آمبرسر جي علائقي ڪان لڏي ڊگهڙي جي طرف آيو هو. ۽ ديهہ 164ـA ۾ اچي ڳوٺ ٻڌي ويٺو هو ان وقت انگريز سرڪار هن کي 2 بلاڪ زمين (ٻني) ڏني هئي.

چوڌري خالد اهو بہ چئي ٿو تہ اسان جي والد حاجي محمد شريف گِل جي مير حاجي غلام حيدر ٽالپر سان پارٽنرشپ هئي. اسان جو والد تقريبن 1952ـ53ع ۾ ديهہ 164ـA کان لڏي ڊگهڙي آيو هو هت پهرين ڪرائي جي جاءِ تي رهندو هو پوءِ پنهنجي جاءِ ٺهرايائين.

هو ٻڌائي ٿو تہ منهنجي والد حاجي محمد شريف گِل کي ڏهن پُٽڻ جو اولاد هو سڀ کان وڏو پٽ حاجي محمد اسلم هو ۽ ٻيو نمبر چوڌري محمد افضل هو. منهنجو ڀاءُ چوڌري امجد بہ حاجي هو. هو ڪبڊي راند ۾ سنڌ سطح جو رانديگر سليڪٽ ٿيل هو اهو 1980ـ81ع جو دؤر هوندو.

خالد محمود اهو بہ چئي ٿو تہ منهنجو والد چوڌري حاجي محمد شريف گِل هڪ دفع ايوب دؤر ۾ يونين ڪائونسل ٻيڙ جو پنجن سالن لاءِ چيئرمين بہ رهي چڪو آهي .(1954ع جي لوڪل بورڊ اليڪشن ۾ ڊگهڙي اندر چوڌري حاجي محمد شريف گِل کٽيو هو، ۽ خاڪو مهر هارايو هو) حاجي محمد شريف جو وڏو پٽ حاجي محمد اسلم ، جنرل مشرف جي شروعاتي دور ۾ يونين ڪائونسل ٻيڙ جو ناظم رهي چڪو آهي ،حاجي اسلم جي

تعليم B,A , LLB رهي هئي. هي پير پاڳاري سان ويجهو رهيو، انڪري فنڪشل مسلم ليگ جي سياست ڪيائين.

(چوڌري حاجي محمد اسلم گِل ، ڏگهڙي جو پراڻو سياستدان چيو ويندو هو هُن ڏگهڙي ۾ ايم پي، اي جي ٽينڊڙ اليڪشن ۾ ڪافي دفع حصو ورتو پر ڪامياب ٿي نہ سگهيو هو)

چوڌري ڊاڪٽر اسحاق جو پٽ چوڌري نويد ۽ ڏگهڙي ۾ ڪاٽن فيڪٽري جي مينيجر عبدالرشيد رياڙ جا پٽ چوڌري وقار عرف وڪي، چوڌري ماسٽر وجهات عرف پپن، چوڌري ڊاڪٽر نثاراحمد ۽ چوڌري فيصل آهن. هي چوڌري حاجي محمد اسلم گِل ۽ چوڌري خالد محمود گِل جا ڀائٽيجا آهن ۽ چوڌري عبدالرؤف عرف روفي ڀائيٽيو اٿس.

چوڌري وجهات عرف پپن جي ڀاءُ چوڌري ڊاڪٽر نثار احمد جي شادي پنجاب جي شهر فيصل آباد جي چوڌري محمد الياس بنديشي جي نياڻيءَ سان ٿيل آهي. فيصل آباد جي هڪ تڪ تي چوڌري الياس اڳ ايم اين، اي، ٿيندو رهيو هو. پر مشرف دور ۾ B.A جي شرط سبب چوڌري الياس پنهنجي ناٺي چوڌري ڊاڪٽرنثار احمد کي فيصل آباد مان ايم اين، اي بڻايو. تڏهن کان هو اتان کان ايم اين، اي بڻبو اچي. ڏگهڙي جو هي پهريون شخص آهي جيڪو ايم اين، اي بڻيو آهي اها الڳ ڳالهہ آهي تہ هو هاڻ رهي بہ فيصل آباد جي طرف ٿو.

## سيٺ محمد اڪرم آرائين

محمد اڪرم سيٺ عبدالعزيز جو پُٽ ۽ برڪت علي آرائين جو پوٽو آهي، سندس پڙ ڏاڏو اڪبر علي آرائين هو. هن جي تاريخ پيدائش 1960ع آهي، اصل ڳوٺ ديهہ 149 تعلقو ڏگهڙي اٿس.

1901ع ۾ سيٺ محمد اڪرم آرائين جو ڏاڏو برڪت علي انڊيا جي طرف جلندر کان هن پاسي لڏي آيو هو ان وقت انگريز سرڪار هُن کي هڪ بلاڪ ٻني ۽ سندس ڀاءُ کي بہ هڪ بلاڪ ٻني ڏني هئي.

سيٺ اڪرم آرائين وڏيڪ ٻڌائي ٿو ته منهنجي والد عبدالعزيز آرائين شروع شروع ۾ سرن جو ٻنو ڪوليو هو پوءِ بسون ونئي ٽرانسپورٽر ٿيو تقريبن 1958ع ۾ اسان جو ڏگهڙي جي مين چوڪ ۾پرچون جو دُڪان هو.

ان ڪانپوءِ بابا ڏگهڙي ۾ ٽنڊوغلام علي روڊ تي 11 نومبر 1966ع تي پهريون پيٽرول پئمپ قائم ڪيو هو جيڪو ESSO ڪمپني جو هو هاڻ PSO ڪمپني جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. ڏگهڙي ۾ آڳاٽي بئنڪ "سنڌ مرڪل ٽائيل" هئي، جيڪا سيٺ عمرالدين آرائين جي جاءِ ۾ قائم هئي. تنهن ڪانپوءِ 65_1964ع ۾ڏگهڙي اندر نيشنل بئنڪ قائم ٿي آهي ڏگهڙي جي ٽائون ڪميٽي جي عمارت اندر اڳ ڊسپينري هوندي هئي، جتي ڊاڪٽر نواز علي بلوچ وهندو هو (ڏگهڙي جو پهريون MBBS ڊاڪٽر ۽ ميڊيڪل آفيسر. ڊاڪٽر نواز علي لغاري(بلوچ) هو جيڪو ماستر ذوالفقار لغاري جو والد آهي. باقي فيروز الدين ۽ آصم بنگالي جي والد وٽ جيڪي ڏگريون هنيون ،ان ڪي LFMF چيو ويندو هو). سيٺ اڪرم جو اهو به خيال آهي ته ڏگهڙي ۾ اڳ "دي عمرڪوٽ ٽارنسپورٽ " ۽ ڪالي خان جون بسون هلنديون هنيون.ڏگهڙي جي ڪيپري سينما ڊاڪٽر فيروزالدين نهرائي هئي، جنهن جو اڳ نالو ڏگهڙي ٽاڪيز هو. پوءِ ذوالفقار علي ڀٽي ڏگهڙي ڪي واٽر سپلاءِ ڏيڻ جو اعلان ڪيو.ڏگهڙي ۾واٽر سپلاءِ 1974ع ۾ ٺهيو آهي، ان جو ٺيڪو ٽنڊوڄام جي هڪ ميمڻ ( ٺيڪيدار حاجي وريل ميمڻ جيڪو ايڊووڪيٽ حبيب الرحمن ميمڻ جو چاچو آهي) ڪنيو هو. ان اها سينما ورتي هئي ، ۽ ان جو نالو ڏگهڙي ٽاڪيز مان بدلائي حيدرآباد جي ڪيپري سينما کان متاثر ٿي، ڪيپري سينما رکيو (تڏهن ميجسٽيڪ سينما کي ميس ٽاڪيز سڏيو ويندو هو . اها سينما ڪيپري سينما کان اڳ، هڪ ميمڻ نهرائي هئي، پوءِ ان کان رحمت الله آرائين ورتي هئي. شايد 56_1955ع ۾) سيٺ اڪرم اهو به چئي ٿو ته ڏگهڙي ۾ مين چوڪ تي قائم جامع مسجد واري هنڌ اڳ گهوڙن جو اسطبل هوندو هو. هُو اهو به چئي ٿو ته ڏگهڙي ۾ توفيق پيٽرول پئمپ 1982ع ۾، سني پيٽرول پئمپ 1993ع ۾ ۽

معظم پيٽرول پمپ تقريبن 2005ع ۾ قائم ٿيا آهن. سيٺ اڪرم جو والد عبدالعزيز آرائين دنبالو يونين ڪائونسل ۾ ويهه سال چيئرمين پڻ رهيو آهي. سيٺ اڪرم آرائين اهو به چيئي ٿو ته انديا کان لڏي سنڌ ايندڙ جٽ ذات جي ماڻهن هٿ به پنهنجي ڳوٺن تي اڳوڻا نالا برقرار رکيا آهن ,مسئلن ، مندرا، نانگاهه ۽ دوبرچي وغيره آرائين ذات جي ماڻهن اهو عمل ڪونه ڪيو آهي.

## ڏاؤ ڀڳت ”جمعدار“ گجراتي

ڏاؤ ڀڳت ولد ڏُڙيو جمعدار گُجراتي سندس تاريخ پيدائش 1960ـ 01ـ03 آهي.

هي چوي ٿو ته ڳبرو ولد موتي اهو پهريون ماڻهون هو جنهن کي ڏکڙيءَ ۾ صفائي خاطر مير جان محمد ٽالپر ”اول“ راڄو خاناڻي مان وٺي آيو هو.

جيئن ته ڳبرو جي ان وقت ڄمار ڏهن سالن جي لڳ ڀڳ هئي ۽ هي راڄو خاناڻي ۾ پنهنجي والده ۽ ڀين مائيٽن سان گڏ رهندو هو. هن جي والده لُوس جي بيماري (انفلوئنزا) جي وقت (يعني 1918ع) ۾ انڊيا کان مائيٽن سان گڏ راڄو خاناڻي جي طرف لڏي آئي هئي.

جتان مير جان محمد ٽالپر ”اول“ ڳُبري کي ڏکڙيءَ وٺي آيو هو. ان وقت ڳُبري جي ڄمار ڏهه سال هئي. ٿيو هنيئن هو ته مير جان محمد ٽالپر ”اول“ ڪنهن ڪم سانگي گهوڙي تي چڙهي ڏکڙيءَ کان راڄو خاناڻي ويو هئو. اُتي ڏٺئين ته ڪجهه ماڻهو هڪ مئل جانور کي گهليو شهر کان ٻاهر اُڇلڻ پئي ويا ، جنهن تي پڇائين اهي ماڻهو ڪير آهن . جنهن تي مير جان محمد ٽالپر کي ٻڌايو ويو ته اهي گجراتي آهن ۽ شهر مان گند ڪچرو صاف ڪري شهر جي ٻاهر ڦٽو ڪندا آهن. جيڪا ڳالهه مير جان محمد کي وڻي هن به گجراتين کان ڏکڙيءَ جي صفائي لاءِ ماڻهو گهريو . جنهن بعد گجراتين پاڻ ۾ مشورو ڪري ڳُبري جي ڀانهن مير جان محمد ٽالپر ”اول“ جي حوالي ڪئي. پوءِ ڳُبري ڏکڙيءَ ۾ صفائي جو ڪم اچي ڪيو. ۽

سندس رهائش بہ ميرن جي اوطاق تي هئي جڏهن ڪُبرو جوان ٿيو تہ ان جي شادي بہ حيدرآباد جي گجراتي برادري مان ڪرائي وئي هئي ان ۾ هن جي مڪمل مدد بہ مير جان محمد ٽالپر "اول" ڪئي هئي. ڏاڏي ڀڳت وڏيڪ چوي ٿو تہ منهنجي ڏاڏي ڪُبري جي گهر واري يعني منهنجي ڏاڏيءَ جا پاءُ بہ پوءِ حيدرآباد کان لڏي ڍگھڙي اچي رهيا هئا.

ڏاڏي ڀڳت جو اهو بہ چوڻ آهي تہ منهنجي والد ڏوڙيي جي وفات سن 1989ع ۾ ٿي آهي. ڏاڏو ڀڳت اهو بہ چئي ٿو تہ محمد شاهہ جيلاني جي ميلن ۾ اڳ ملهہ ٿيندي هئي ۽ مير جانِ محمد ٽالپر "اول" پنهنجي پيرسني جي وقت ۾ بہ ميلي دوران ملهہ جي ملاڪڙي ۾ اچي ويهندو هو. هو اڪثر اڪين جي پنيڙين کي هٿن سان ڇڪي پوي ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو هو.

## ڪامريڊ مصطفيٰ "رضا"

محمد سرور پناڻ جي گهر ۾ اکيون کوليندڙ سندس فرزند ڪامريڊ مصطفيٰ "رضا" اڳتي هلي ڍگھڙي جي ڪيتر ۾ عَلم جي روشني خاطر ڏيئي جي لاٽ بڻيو.

ڪامريڊ پاڻ پنهنجي زندگي جا پويان ڏينهن سيد روشن علي شاهہ سونهري واري جي جاءِ ،جيڪا ڍگھڙي جي وارڊ نمبر 4 جي ڦُلو پاڙي ۾ واقع آهي، ۾ گذاريا ، اها جاءِ اڳ حاجي ڪالو شيدي جي هئي.

ڏنو ويجي تہ اڳ هتان جا ماڻهو ميرن جي مسجد قباءَ ۾ گڏ نمازون پڙهندا هئا ۽ امام حسين جي ياد ۾ محروم الحرام جي ڏهن ڏينهن جو ڏهاڙو امام بارگاهہ ۾ گڏجي ملهائيندا هئا. جن ۾ نمايا طور تي ڍگھڙي جي اڳوڻي تعلقہ ناظم مير زاهد حسين ٽالپر جو والد مير حاجي جان محمد ٽالپر جو نالو ڳڻائي سگهجي ٿو. ۽ خاص تيوارن جي ڏينهن ۾ سوامي ڪيمنانٿ جي مڙهي ۾ بہ ماڻهو بغير فرق جي گڏ ٿيندا هئا ،جن مان MPA مير حاجي محمد حيات ٽالپر جي وڏي چاچي مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جو نالو ڪٽي سگهجي ٿو. ۽ پوءِ مُلن جي دڙڪن سبب هِن گيڙو ويس سماج جي بهارن کي چڻ نظر لڳي ويئي.

ڪامريڊ مصطفيٰ پنهنجي آخري وقت ۾ رهڻ لاءِ اهڙي هنڌ جي چونڊ ڪري ايڪتا جا رنگ رچڻ تي چاهيا.

ڪامريڊ جي پهرين گرفتاري 1971ع ۾ تي هئي جڏهن بنگال ,بنگلاديش بڻيو هو. ۽ واڳ ڌڻين جي خُون ريزي خلاف ڏگهڙي شهر جي چوڪ تي اڪيلي سر احتجاج ڪيائين ۽ گرفتار ٿيوهو. جڏهن مير علي محمد ٽالپر حيدرآباد وارو پاڪستان جو دفاع جو وزير بڻيو هو تڏهن ڪامريڊ مصطفيٰ سان ڏگهڙي ملڻ آيو هو تڏهن ملاقات دوران ڪامريڊ مصطفيٰ هُن کي چيو هو ته "جي اچ منهنجي تنگ تنل نه هجي ها ته آئون توهان سان ملاقات نه ڪريان هئا ۽ هتان هليو وڃان ها".

(گهڻا ماڻهو اهڙا به آهن جيڪي ڪُرسين وارن جُون جُتيون چٽڻ لاءِ هر وقت تاڙ ۾ هوندا آهن ,پر هي ڪامريڊ هَٺيلو انسان هو چاپلوسي کان ڪرهت ڪندو هو).

ڪامريڊ مصطفيٰ سان ملڻ لاءِ ڏگهڙي اچڻ وارن ۾ گهڻن ايم.پي.اي ۽ ايم.اين.اي جا نالا اچن ٿا .جن ۾ سيد خادم علي شاهه ,سيد قربان علي شاهه نواب زاده مير علي بخش ماڪائي ٽالپر (مير منور ٽالپر جو والد) بشير لغاري (بدين) ۽ بدين جا هاليپوٽا اچي وڃن ٿا . سيد عنايت شاهه به ساڻس ملڻ ڏگهڙي ايندو هو.

ادبي رهاڻن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ, ڊاڪٽر غلام علي الانا ,تاج جويو, ڪامريڊ مير محمد ٽالپر, مهر ڪاڇيلوي ۽ فقير بشير لغاري جن سان ميل ملاپ رهندو هئن.۽ هو ساڻس ملڻ لاءِ ڏگهڙي به ايندا رهندا هئا.

بلوچستان جا اديب به ڪامريڊ مصطفيٰ سان ملڻ لاءِ ڏگهڙي آيا هئا, جن ۾ شهيد صبا دشتياري, رحيم بخش آزاد, ڪامريڊ عبدالواحد, صابر ناگمان, فريد بلوچ ۽ حميد بلوچ ڪٽنڊا وارو شامل هئا. ڪامريڊ جي ويجهن دوستن ۾ مرحوم مير حاجي نياز محمد ٽالپر, ماما خالد لغاري پانڊي شاخ وارو (ڪامريڊ, خالد لغاري جي ٻنيءَ واري اوطاق تہ به ڪافي وقت رهيو) وڪيل دوست محمد ڪولاچي ,ڪامريڊ شمشاد راڻا, ماستر احمد

علي "ڪوثر"، ڊاڪٽر صغير احمد قائمخاني، وڪيل محمد ايوبؒ قائم خاني، ڪامريڊ محمد سومار شالماڻي ۽ ٻيا پڻ رهيا آهن.

ڪامريڊ مصطفيٰ 1983ع ۾ ايم. آر. ڊي جي تحريڪ شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ جمهوريت جي بحالي واري تحريڪ جيڪا پوءِ MRD جي تحريڪ ۾ اچي ويئي هئي،تنهن ۾ ڏگهڙي ۾ گرفتار ٿيو هو 1986ع ۾ ان تحريڪ دوران وري گرفتاري جي صورت ۾ ڪيس ڏگهڙي ٿاڻي جي لاڪپ مان عوام جي هڪ وڏي هجوم ٿاڻي جون در ۽ دريون ٽوڙي ٻاهر آندو هو.

ڪامريڊ، عبرت اخبار جي هفتيوار ميگزين ۾ ڪالم به لکندو هو ،ڏگهڙي جي سوامي ڪيمنات تي پڻ هڪ ٻُڪ لسٽ (ڪتابچو) لکيو هنيائين.

سنڌي لکڻين جي حوالي سان ماستر قربان جسڪاڻي ساڻس گڏ هوندو هو،جيڪو سندس سڄو دوست به رهيو هئس.

ڏگهڙي ۾ سياسي نسر گرمين سان واڳيل ماڻهو،جن ۾ ڪاهي توڙي ساڃي ڏُر وارا ۽ قوم پرست ماڻهو ڪچهرين لاءِ ڪامريڊ مصطفيٰ وٽ ايندا رهندا هئا. ۽ سندس ڀرپور احترام به ڪندا هئا . ميرپورخاص وارو ڪامريڊ محبوب جيڪو هن جو دوست هو ۽ ملڻ لاءِ ڏگهڙي ايندو رهندو هو.

در حقيقت ڪامريڊ مصطفيٰ مائوزتينگ سوچ واري سياست جو حمائتي هو ،جڏهن ماما خالد لغاري جي ٻنيءَ واري اوطاق تي رهندو هو ته اتي خالد لغاري نمازين لاءِ مسجد جوڙائي هئي، جنهن تي ڪامريڊ هُن کي چيو هو ته تنهنجا گهڻا هاري نان مسلم آهن ،انهن لاءِ مندر به جوڙا ،جئين هو به پنهنجي عبادت ڪري سگهن. جنهن تي مندر جي تعمير پڻ ٿي هئي هُن کي سناتن ڌرم تي دسترس هئي.

ڪامريڊ مصطفيٰ "رضا" پراڻ دزياهه جي ڪلچر طرف سجاڳ ڏرين جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ سن 2000ع ۾ پنهنجي ساٿين جو قافلو ساٽڪري پراڻ درياهه جي ياترا شروع ڪئي هئائين، (ان سفر ۾ ماستر طاهر خاصخيلي ۽ نثار عرف ڪاري قمبراڻي گڏ هئس.) جيڪا ان وقت ٻين اخبارن سان گڏ روزانه آفتاب اخبار ۾ به تفصيل سان شايع ٿي هئي. ڏگهڙي

جا هُون تہ سمورا صحافي. ڪامريڊ مصطفيٰ جو احترام ڪندا هئا پر اصغرعلي اصغر، اشفاق احمد اشفي ۽ عبرت اخبار ڏگهڙي جو نمائندو قاضي محمد يوسف جنهن جو تعلق ٽنڊوجان محمد سان هو سي سنڌس گهڻو ويجهو هئا.

ڪامريڊ مصطفيٰ ٽائون ڪمٽين جي ليبر يونين ۾ ضلعي جي نمائندگي پڻ ڪِئي هئي ۽ صوبائي اليڪشن ۾ پڻ طبي آزمائي ڪئي هئن ،وڏيري سماج جي ڪري سنڌس رزلٽ منفي رهيو هو ،ڪامريڊ مصطفيٰ معراج محمد خان ڪي گهڻو ويجهو رهيا ۽ ساڻس گڏ سياست بہ ڪيائون.

ڪامريڊ کي آخري وقت ۾ ڪينسر جي موذي بيماري لاحق ٿي پئي هئي جنهن سبب 8 ڊسمبر 2008ع تي وفات ڪيائون.سندن پنجي ورسي جي نسبت سان سيد روشن علي شاهہ جي جاءِ تي ورسي جو اهتمام ٿيو هو جيڪو ماستر برڪت راهي ۽ ڪامريڊ مصطفيٰ جي وڏي فرزند شهباز جن ڪيو هو،هي تقريب 25 آڪٽوبر 2013ع تي رات جو ٿي هئي. جنهن جي صدرات ڪامريڊ شمشاد راڻا جن ڪئي هئي جنهن ۾ شاعري جي حوالي سان سيد منظور شاهہ لڪياري ماحول کي رنگي ڇڏيو هو ،زاهد ڪنيار بہ شاعري چئي هئي. ٻين شاعرن ۾ وڪيل ايوب قائمخاني، ماستر شهاب الدين غوري ،طاهر علي طاهر، نمر ناز محمد قاسم ڪلوئي، اختر آرائين ۽ برڪت راهي پڻ شامل هئا.

شاعري کان اڳ تقريري پروگرام ٿيو هو ، جنهن ۾ ڪامريڊ مجيد بلوچ ۽ صحافي ڊاڪٽر پرتاب راءِ تقريرون ڪيون هنيون. پروگرام جي آخر ۾ صدراتي تقرير ڪامريڊ شمشاد راڻا ڪئي هئي. پروگرام ۾ ايازحسين شلماڻي، محمد امين ڦمبراڻي، صحافي نصير قريشي، محمد علي، احسان جروار، سيد روشن شاهہ اقبال جت سميت وڏي انگ ۾ ماڻهن شرڪت ڪئي هئي.

- ڪامريڊ جو نالو مصطفيٰ پناڻ هو ۽ "رضا" تخلص هئس.

# ڪامريڊ راڻا شمشاد احمد

**ڪامريڊ جي پيدائش 1950ع ۾ هنڊ جهڏو شهر آهي.**

ڪامريڊ شمشاد معراج محمد خان کان متاثر ٿي سنڌس پارٽي "قومي محاذ آزادي" ۾ 1974ع ۾ شموليت ڪري سياست شروع ڪئي هئي. پوءِ 25 سال قومي محاذ آزادي سان سلهاڙيل رهيا هئا. ۽ 1998ع ۾ عمران خان جي پي، ٽي، آئي ۾ شامل ٿي ويا. ڏگهڙي جي ٽنڊوباگو روڊ تي علي حسن قائمخاني جي ٽرڪ اڏي لڳ عمران خان جو جلسو به ڪرايو هُن.

ڪامريڊ شمشاد ايم.آر. ڊي مومينٽ ۾ جيل ياترائون به ڪيون 23 مارچ 1981ع ۾ جمهوريت جي بحالي لاءِ سڏ ڏنو ويو ته هِن ڪامريڊ مصطفيٰ رضا سان گڏجي جدوجهدو جي شروعات ڪئي ۽ ڏگهڙي چوڪ تي پنهي چڙن جلسو ڪيو ماٺهو گڏ ٿي ويا جن ۾ مير عبدالحق ٽالپر به هو جيڪو لوڪل گورنمنٽ جو ملازم هو ۽ سنڌس هٽ ۾ ناڪي (چُنگي) جي وصولي واري بندي به هئي .ايتري ۾ پوليس اچي ويئي ماڻهو ڇڙوڇڙ ٿي ويا ,ڪامريڊ مصطفيٰ رضا ۽ ڪامريڊ شمشاد گرفتار ٿيا, انهن سان گڏ پوليس ٽڙ تڪڙ ۾ مير عبدالحق کي به گرفتار ڪيو هو. ٽنهين کي پهرين ميرپورخاص ۾ لاڪپ ڪيو ويو. ڪجهه وقت لاءِ کين انوسٽيگيشن لاءِ حيدرآباد موڪليو ويو. سنڌن خلاف ميرپورخاص جي مارشلا ڪورٽ ۾ ڪيس هليو.پهرين ڪوشش اها ورتي ويئي ته هنن کي الذوالفقار جو ميمبر ۽ را جو ايجنٽ ڄاڻائيجي ,پر پوءِ کين فوجي ڪورٽ ۾ چار مهينا سخت پورهئي سان سزا ڏئي حيدرآباد جي نارا جيل موڪليو ويو.

ڪامريڊ شمشاد 1983ع ۾ به ايم .آر. ڊي مومينٽ ۾ گرفتاري پيش ڪئي هئي.اهو آگسٽ جو مهينو هو.ڏگهڙي چوڪ ۾ ڪامريڊ شمشاد سان

گڏ 27 ماڻهن گرفتار ڏني هئي، پر تن مان 21 ڄڻا معافي نامان لکي آزاد ٿي ويا هئا باقي ڪامريڊ سان گڏ ڪُل ڇهه ڄڻن جيل قبولي جنهن ۾ شمشاد سان گڏ مصطفيٰ رضا ۽ صديق نوحاڻي به هو. ڪامريڊ شمشاد 1986ع ۾ به ان سلسلي ۾ جيل ويو هو. تڏهن ساڻس گڏ سيد روشن شاهه، گل حسن شاهه، دوست محمد ڪولاچي ۽ عمر بلوچ به گرفتار ٿيا هئا. انهن کي هڪ مهيني لاءِ حيدرآباد سينٽر جيل ۾ رکيو ويو هو. (ڪامريڊ ايسرو ميگهواڙ به MRD دوران جيل ويو هو.)

ڪامريڊ شمشاد جا وڏا اصل جالندر جا هئا، ورهاڱي وقت لڏي ڪراچي آيا جتي ڪامريڊ جا ماماڻا اڳ ئي رهندا هئا، ڪراچي کان جهڏو، اُتان فضل ڀنڀرو ۽ آخر ۾ 56-1955 ڌاري ڍگھڙي اچي رهي پيا.

ڪامريڊ جي تعليم گريجوئيٽس آهي، پاڻ ڍگھڙي ۾ ٽي.وي ، فرج وغيره جي دڪان رکن ٿا.

## لال محمد غوري

"لال محمد ولد ٽنون غوري جي پيدائش ڀارت جي ڳوٺ لانبيا، پوسٽ جيتارڻ، تاڻو ڪالو آنندپور، ضلعو پالي صوبي راجستان ۾ 1893ع ڌاري ٿي هئي.

لال محمد غوري 53-1952ع ڌاري ڍگھڙي آيو آهي ، هي رازڪي (مستري) جو ڪم ڪندو هو هن جي تعليم ميٽرڪ هندستان جي آهي، هن کي ٻن پٽن جو اولاد ٿيو هو هڪ ولي محمد ، ٻيو احمد غوري ڇٽي وارو .لال محمد جي ڍگھڙي ۾ رهائش وارڊ نمبر 7 جي نظير شاهه ڪالوني جي گهر نمبر 89_D ريلوي لائين لڳ آهي. هو چوي ٿو منهنجي ڍگھڙي اچڻ وقت جيڪي ماڻهو نالي وارا هئا انهن ۾ مير حاجي غلام حيدر ٽالپر ، رسالدار محمد عثمان خان خانمخاني ،جمعدار نياز محمد خان قائمخاني جا نالا اچن ٿا.لال محمد اهو به چئي ٿو ،ان وقت اسان جي هن گهر جي لڳ

ريلوي پٽڙي جي اوير پاسي وڏو ميدان هوندو هو. اُنڪري رات جو اتان اڪثر چوَر ايندا هئا, جنهن سبب آئون سڄي رات لٺ کڻي جاڳندو هئس.

لال محمد غوري کي گيتا ۽ رامائڻ جا پاٺ ياد آهن, انڪري ڪيس هٽ مهاراج گورو بہ چوندا آهن. ۽ هن جي سيوا بہ ڪندا رهندا آهن. ۽ هِن جيءَ گرو انڊيا ۾ هڪ عورت هئي, جنهن جو نالو مهاراج چاند ڪنور بائي هو لال محمد ، مارواڙي ، هندي ۽ ڪجهہ سنسڪرت ٻوليون ڄاڻي ٿو. هن جي ڄمار هن وقت 122 سال ٿئي ٿي. ان حساب سان هو هينئر ڍگهڙي ۾ سڀ کان وڏي عمر جو شخص آهي.هُن جو ذهن سالم ۽ صحت مناسب اٿس. هن جي چوڻ موجب لُوس جي بيماري وقت 1918ع ۾ هو 25 سالن جو هو. مطلب 1893ع ۾ پيدا ٿيو آهي

## روشنا ڪپري

روشنا ڪپري جي شناختي ڪارڊ ۾ تاريخ پيدائش 1954ع ڄاڻايل آهي, پر پاڻ چوي ٿي تہ سندس پيدائش جو اصل سال 1945ع آهي.

روشناجي ماءُ جو نالو سونيءَ ڪپري هو. سونيءَ جي پهرين شادي تاج محمد پرڳڙي سان ٿي هئي.

روشنا چوي ٿي تہ منهنجو والد تاج محمد پرڳڙي ڏنگو شخص هو منهنجي والده سونيءَ کي پنهنجي ماٽن سان بہ ملڻ ڪونہ ڏيندو هو. تنهن وقت منهنجي والده جي سؤنهن جي هِن تر ۾ وڏي هاڪ هئي. نيٺ مير خُدا بخش لانبٽ ڪڏاري واري جي فيصلي تحت منهنجي والده کي طلاق ملي ۽ اهو طئي ٿيو تہ ٽن دوستن مير حاجي غلام حيدر نور محمد شاهہ لڪياري ۽ وڏيري جمعون رمداڻ مان هڪ جمعون رمداڻ جي چونڊ ڪري ان وٽ منهنجي والده (سوني) کي سامر طور رهايو ويو جتان پوءِ سندس پاءُ جاڙو ڪپري پنهنجي ڳوٺ قاسم ڪپري جيڪو دونهاؤ شريف لڳ آهي اٺ وٺي ويو .ان وقت مير حاجي غلام حيدر ٽالپر بہ منهنجي والده سوني سان شادي ڪرڻ لاءِ جتن ڪري رهيو هو. ۽ هڪ ميڙ وٺي مير حاجي غلام حيدر

ٽالپر جاڙي ڪپري وٽ ڳوٺ ويو هو. پر جاڙي ڪپري سگ ڏيڻ کان جواب ڏيئي ڇڏيو هو. پوءِ هُن سونيءَ ڪپري جي سگ لاءِ سيد صالح محمد شاهہ کي چيو. ڇاڪاڻ جو جاڙو ڪپري سيد صالح محمد شاهہ جو مُريد هو. پوءِ الهہ بخش ڪلوئي ڪمنڊار ماهپاري واري جي ڏيءَ جو سگ بدي ۾ جاڙي ڪپري کي ڏنو ويو ۽ پهرين نڪاح بہ جاڙي ڪپري جو پڙهايو ويو ۽ پوءِ مير غلام حيدر جو سوني ڪپري سان نڪاح ٿيو. اهو تقريبن 48-1947ع جو قصو آهي.

مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جي وفات (1953) کانپوءِ بہ سوني ڪپري چار سال ميرن جي ديري ۾ رهي، پوءِ مير حاجي احمد خان ٽالپر منهنجي ماءُ سوني ڪپري کي چيو مائي ويهہ تہ هي تنهنجو گهر آهي. (مطلب ديرو ڇڏي ٻاهر نہ وڃ) پر سوني ديري ۾ ويهڻ کان جواب ڏنو. (جڏهن تہ مير حاجي احمد خان ٽالپر خود 1954 ۾ وفات ڪري ويو هو.) انڪري قصو سمجهہ ۾ نہ آيو.

پوءِ ميرن ڪاوڙ ۾ چيو تہ مائي سوني تنهنجو مير حاجي غلام حيدر سان نڪاح ئي ڪونہ هو. آخر ڳالهہ وڃي فيصلي تي پهتي. مير فتح خان جهڏي واري جي اڳيان حاجي محمد علي حافظ عطا محمد ٽالپر جي والد گواهي ڏني تہ مير حاجي غلام حيدر ۽ سونيءَ ڪپري جو نڪاح مون پڙهايو هو. ان ڳالهہ جو ڳواهہ مير منور ٽالپر جو ڏاڏو مير الهداد بہ هو. پر قصو ڪورٽ تائين پهتو. جتي ميرن جو وڪيل ڪيلا رام واٽيون ۽ منهنجي والده سونيءَ جو وڪيل هيرا نند واٽيون هو. فيصلو امڙ سونيءَ جي حق ۾ آيو. ڪورٽ ميرن کان سونيءَ ڪپري کي چار بلاڪ ٻنيءَ ڏگهڙي شهر ۾ هڪ ماڙي (جاءِ) ۽ ٽي ڍڳيون ڏياريون. چار بلاڪ ٻنيءَ هئي تن مان ٻہ بلاڪ ٻني ڏگهڙي شهر لڳ ٽنڊو جان محمد روڊ تي جتي هنيئر بہ نمرو ڪپري ڳوٺ واقع آهي ۽ ٻہ بلاڪ ٻنيءَ ڏگهڙي لڳ ميرپورخاص روڊ ويجهو ڏني ويئي. روشنا ڪپري وڏيڪ چوي ٿي تہ منهنجي بہ شادي ٿي هئي پر مونکي ڪوبہ اولاد نہ ٿيو هو. هن چيو منهنجيءَ نياڻيءَ آمنہ منهنجي گوڊ ورتل

آهي . (هي انٽرويو مون 26 فيبروري 2013ع تي اقبال سان گڏ روشنا ڪپري جي گهر وڃي ورتو هو. جنهن کان پوءِ جلد ئي روشنا ڪپري وفات ڪري ويئي)

## وسايو ڪپري

وسايو ڪپري ڊرائيور امين ڪپري جو والد ۽ تعلق ڪائونسل ڏگهڙي جي آفيس ۾ پٽيوالو آهي . وسايو ڪپري چوي ٿو ته اسان اصل ڳوٺ بالاچ ڪپري جا آهيون جيڪو چاند ماڙي لڳ ڪوٽ غلام محمد روڊ تي ديهه 177 ۾ آهي.جتان منهنجا مائٽ 1940ع ڌاري لڏي موجوده هنڌ ڏگهڙي شهر ۾ قائم پاڙي لڳ اچي ويٺا هئا. هو چوي ٿو ته اسان جا مائٽ مالوند هئا. ڏگهڙي ۾ جڏهن مير حاجي جان محمد ٽالپر کي مير غلام حيدر (ٽيون) جي روپ ۾ پهرين پٽ جو اولاد ٿيو هو ته اسان جي مائٽن مير حاجي جان محمد ٽالپر کي ٻه ٻلاڪ ٻنيءَ مٺائي ۾ ڏني هئي. وسايو اهو به چوي ٿو ته هڪ واري ڏگهڙي ۾ اقبال نالي ڪاسائي ڏڳيءَ ڪُني هئي جنهن جو ڪيس مير حاجي غلام حيدر ٽالپر (ٻيو) تي ٿيو هو.

وسايو ڪپري جي تاريخ پيدائش 1963ع آهي.

## لڪياري سيد

راجا دلوراءِ سنڌ جي سيوهڻ واري حصي تي حڪومت ڪندو هو جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته وڏو ظالم قسم جو شخص هو. سندس پاءُ ڇٽو امراڻي ان جي ظلمن کان تنگ ٿي بغداد ويو جتي عباسي خليفي معتصم باالله کي پنهنجي پاءُ جي دانهن ڏنائين .عباسي خليفي "سرمن راءِ" جي فوجي ڇانوڻي مان ترڪ سپاهي ۽ "سيد علي " نالي هڪ سپه سالار ڏيئي سنڌ روانو ڪيو.

سيد علي ۽ دلوراءِ جي وچ ۾ ڪاڇنگ ڪانه لڳي،بلڪ دلوراءِ ،سيد علي جي هٿ تي بيعت ڪري، مسلمان ٿي ،پنهنجي نياڻي جو سڱ سيد

علي کي ڏنو. اها ڳالهہ 220 هجري مطابق 835ع کانپوءِ جي آهي .مطلب اڃا سيوهڻ ، سيوستان آهي، ان جو نالو تہ سيد محمد عثمان بن شاهہ ابراهيم ڪبيرالدين عراق جي صوبي "مروند" جي رهندڙ "معروف قلندر" بعد ۾ اچي تبديل ڪيو هو. جيڪو قافلي جي صورت ۾ مڪران ديبل بندر ، مارواڙ کان اجمير ، دهلي ،ڪرنال، پاڪ پتڻ ۽ اُچ شريف کان ٿي سيوستان ۾ رهي پيو، جنهن هن کي سيوهڻ جي نالي ۾ تبديل ڪيو 21 شعبان 673 هجري مطابق 1275ع ۾ سندس وفات ٿي هئي. هن جي مزار سيوهڻ ۾ زيارين جي وڏي آمدگاهہ بڻيل آهي.

لڪياري سيدن جو ڏاڏو بغداد جو سيد هو ۽ سندن نانو سنڌي آهي.

تحفتہ الڪرام ۾ جيڪو اچي ٿو تہ "سيد علي متيارين ۾ رهيو" جيو وڃي ٿو تہ ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ وزن ڪونهي .مرزا قليچ بيگ چاٽائي ٿو تہ "سيد علي ترڪستان يا عربستان کان لڏي اچي "لڪي" ۾ ويٺو هو. سندس اولاد لڪياري سڏجي ٿي.

لڪياري ساداتن مان راشدي پاڙو نڪتو ، جنهن مان ڪنگري جا پاڳارا ۽ جهنڊي وارن پيرن جن گاديون وجود ۾ آهيون.

سيد علي لاءِ ٻي راءِ اها آهي تہ "سيد علي 641 هجري مطابق 1243ع ۾ سنڌ آيو ۽ لڪي ۾ رهائش اختيار ڪئين " واضع رهي تہ ان حساب سان راجا دلوراءِ جي وقت سان مشابهت ڪانہ رهندي.

سيد علي کي چار پٽ ٿيا هئا 1. سيد رڪن هن جي اولاد سنڌ جي مختلف هنڌن تي رهي ٿي. 2 . سيد حسن ،هن جي اولاد چنگا سڏجي ٿو. 3.سيد احمد، جيڪو آمري واري سيدن جو وڏو هو. 4. سيد عباس ،جيڪو ٺٽي وارن سيدن جو وڏو آهي.

سيد موليڏنو شاهہ لڪي کان عمرڪوٽ جي طرف زام جاڳو لڳ ميرن/ ٽالپرن واري خانپور/کن ۾ لڏي آيو هو. جنهن سبب لڪياري سيدن جو سلسلو هن تر ۾ وڌيو.

سيد موليڏنو شاهه کي ٻه پٽ ٿيا هئا، هڪ سيد ميئين شاهه، ٻيو سيدنور شاهه، سيد ميئين شاهه کي جڙيل شاهه ۽ عبدالرسول شاهه نالي ٻه پُٽ ٿيا هئا ۽ سيد نورشاهه کي وري چار پٽ ٿيا هئا ،جن ۾ سيد هاشم شاهه، قطب علي شاهه، اميد علي شاهه ۽ سيد صالح محمد شاهه عرف راضي شاهه، نئون ڪوٽ جي ڀير وارو.

چون ٿا ته ان سيد راضي شاهه پنهنجي مريدن مان ڪلوئي ذات وارن مريدن کي پٺيو هو. تن ڪلوئي مريدن مان ڪي انڊيا جي طرف رهن ٿا، تن جي خبر ڪونهي ،پر ڊگهڙي لڳ ڳوٺ مهاپاري وارا سندس ڪلوئي ذات جا مُريد شڪيا ستابا آهن.

سيد موليڏنو شاهه جي پٽ سيد نورشاهه جي پوٽي ۽ هاشم شاهه جي پٽ سيد قربان شاهه ڊگهڙي لڳ پراڻ ڪنڌي تي دونهائو جي پٽن ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي.

دونهائون لاءِ هڪ روايت آهي ته "جڏهن پراڻ وهندي هئي ، تڏهن ڪنڌي تي گهاٽا وڻ هوندا هئا ،تڏهن اُتي هڪ پترڻ هوندو هو ،جنهن لاءِ ملاح هميشه دونهن ڏکائي رکندا هئا جئين هن طرف ايندڙ مسافر وڻن جي گهاٽي هجڻ ڪري ڀلجي نه پون .انڪري ان جو نالو دونهن وارو هنڌ پيو ۽ پوءِ دونهائون بڻجي پيو" پوءِ ان جي طرف خانپور/ڪن ڪان لڪياري سيد لڏي اچي وينا ته اهو دنهائون، دونهائو شريف سڏجڻ لڳو انهن ئي سيدن جو اولاد آهي سيد منظور حسين شاهه لڪياري، جيڪو هاڻ ٽنڊوجان محمد شهر ۾ رهئي ٿو.

ڊگهڙي ۾ وري ميرن واري مدرسي جي گهٽي ۾ مير احمد خان ٽالپر جي اوطاق / بنگلي جي پويان سيدن جو علم آويزان آهي، جنهن کي سيدن جو پڙ چون. اتي سيدن جا گهر آهن .جيڪو سيدن جو پاڙو سڏجي . هي لڪياري سيد سڏائين ٿا .

سيد ڪبيرشاهه عرف پوڙهو شاهه ولد سيد پيرو شاهه، سندس تاريخ پيدائش 1952ع آهي هن جو چوڻ آهي ته اسين لڪياري سيد آهيون .سيد

پوڙهو شاهہ جو والد سيد پيرو شاهہ ،جنهن جو تعلق ٻيڙو قمبراڻي سان هو تنهن ڏگهڙي ۾ سيد مگڻ شاهہ جي پيڻ سان شادي ڪئي هئي. تقريبن 1950ع ڌاري.

پوءِ 1962ع ڌاري سيد پيرو شاهہ ٻيڙو قمبراڻي ڪان لڏي ڏگهڙي ۾ پنهنجي سهري وٽ اچي رهي پيو.. اهڙي ريت سيد الهڏنو شاهہ جيڪو تر جي مٺي طرف جو هو تنهن بہ سيد مگڻ شاهہ جي ٻي پيڻ سان شادي ڪئي هئي. ان جي ڏگهڙي پوليس ۾ نوڪري هئي سو بہ شادي کان پوءِ هِت رهي پيو هو.

سيد پوڙهو شاهہ وڏيڪ ٻڌائي ٿو تہ وڏل شاهہ وڏو دونهائو شريف وارو، تنهن ڏگهڙي ۾ تابوت ٻلي فقير کي ڏنو هو سيج الهڏني شاهہ کي ڏني هئي ۽ ذوالجناح پيرل شاهہ کي ڏني هئي.

هو چوي ٿو تہ ان کان اڳ ڏگهڙي جي جيلاني پڙ ۾ صرف هڪ عَلم لڳل هوندو هو. جتي شيدي، خاصخيلي ،ٽالپر ۽ ٻيا امام جو ماتم ڪندا هئا.

سيد پوڙهو شاهہ اهو بہ چوي ٿو تہ ڏگهڙي جو جڙيل شاهہ قبرستان سائين جڙيل شاهہ لڪياري جي نالي سان آهي. جيڪو مگڻ شاهہ وارن جو وڏو هو ۽ مگڻ شاهہ تي تي گڏريا آهن جڙيل شاهہ لڪياري، قبرستان کي بخاري سمجهڻ غلط فهمي آهي.

(هڪ روايت آهي تہ ڏگهڙي ۾ ڪوسہ ذات جا ماڻهو جيڪي پاڻ کي زنگاڻي ڪوسہ سڏائين ٿا، سي اڳ سيدن جي پاڙي وٽ ويٺل هئا ۽ 21۔ 1920ع ڌاري اتان لڏي ڏگهڙي جي وارڊ نمبر هڪ ،واري موجوده هنڌ تي ويا آهن مطلب سيد ان ڪانپوءِ ڪوسن جي اڳوڻن پٽن تي آيا هوندا. ان حساب سان جڙيل شاهہ قبرستان سيد جڙيل شاهہ کان بہ اڳ قائم نظر ايندو)

جڙيل شاهہ قبرستان وٽ محمود شاهہ جي درگاهہ آهي. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ بچل خاصخيلي جهڏي واري جڏهن اُتي پنيءَ پي ڪيڙائي تہ زمين

مان انساني هڏا نڪري پيا هئا.جنهن کي هن قبر جو روپ ڏئي وري اُتي دفن ڪرائي ڇڏيو . پيرِ اها محمود شاهہ جي درگاهہ سڏجڻ لڳي. ڏگهڙي واري مهاجر مسجد بہ ان بچل خاصخيلي جي زمين تي جڙيل آهي. ۽ ڏگهڙي جي بازار اڳ هئين هئي موجوده جمعدارن (گجراتين ) جي پاڙي کان وٺي مهاجر مسجد جي اڳيان گذري، منشي قائمخاني جي گهر کان تي، سوامي ڪيمناٿ جي مڙهي تائين هئي.

## سائين عبدالواحد آريسر

سنڌ جو مشهور معروف سياستدان ، اديب عبدالواحد آريسر صاحب . جڏهن جمعيت طلبہ اسلام ڇڏي هئي، اهو وقت 1969ع جو هو پاڻ جمعيت طلبہ السلام پاران سنڌ جا جنرل سيڪريٽري هئا، ۽ ان دور ۾ جمعيت طلبہ السلام جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري جاويد ابراهيم پراچہ هو سو بہ جمعيت جي اجلاس ۾ سنڌ آيل هو اهو اجلاس ڏگهڙي شهر جي جامعہ عربيہ اشاعت القران مدرسي ۾ ٿيو هو جنهن ۾ اختلافن سبب عبدالواحد آريسر جميعت طلبہ السلام کي هميشہ لاءِ الوداع ڪيو هو. اختلافن جو ڪارڻ ون يونٽ وارا فساد هئا.

تنهن کانپوءِ عبدالواحد آريسر سائين جي ايم سيد کان متاثر ٿي جئي سنڌ ۾ شموليت اختيار ڪئي هئي ۽ مولوين واري سياست کي ڏگهڙي ۾ هميشہ لاءِ خداحافظ چئي. عبدالواحد آريسر جئي سنڌ جي سياست کي نوان رنگ ڏنا، هو انتهائي سادگي پسند ۽ غزب جو مقرر هو لکڻين بہ ڪمال هئس، ڪئين ڪتابن جو مصنف ٿي رهيو .مون سڏائين هُن کي پنهنجو سياسي امام سمجهو.

آريسر صاحب ڏگهڙي جي ميرن واري مدرسي ۾ ڪجهہ وقت لاءِ پڙهيو ۽ ڪجهہ وقت لاءِ نوحاڻين جي ڪنگورو ڳوٺ ۾ مولوي عبدالحي نوحاڻي وٽ بہ پڙهيو هو (نوحاڻين وارو اهو ڳوٺ ڪنگورو اڳ اُت ڪنگاڻي واڻين جي رهڻ جي ڪري ڪنگورو سڏجڻ لڳو هو. ڪنگورو شاخ تي نالو بہ ان

ڳوٺ جي ڪري پيو آهي هاڻ ان شاخ تي ڪنگورو موري به آهي . رئيس ڪرم خان لغاري چوي ٿو ته ڪنگورو نالي ملاح هو جنهن تان اهي نالا پيا آهن.پرمونکي واٽين واري روايت صحيح لڳي ٿي ) سو آريسر صاحب گهڻو وقت پيينديءَ شريف ۾ پڙهيو آهي.آريسر جا ڏگهڙيءَ ۾ وڏيرو ٻلو رمداڻ ۽ وڏيرو محمد هاشم رمداڻ ذاتي دوست رهيا ها. ڏگهڙيءَ جي ماسٽر محمد ابراهيم قمبراڻي کي پاڻ مذاق مان پنهنجو خليفو سڏيندو هو. عبدالواحد آريسر جي تاريخ پيدائش 11 آڪٽوبر 1949ع آهي ۽ سندس وفات 3 مئي 2015ع بروز آچر آهي.

هن کي جڏهن مدفون ڪيو پئي ويو، تڏهن چانڊوڪي رات پنهنجي روشني هن الست انسان جي جنازي تي هاري رهي هئي. جڻ تنهن وقت پاڻ هميشه جيان مُرڪي رهيو هو موکي جي مُند جو پيپاڪ،رندن کان موڪلائي سدائين لاءِ پنهنجي ڌرتي ماتا جي ڪک ۾ آرامي ٿي رهيو هو.هُن وڏو پنڌ ڪيو هو. ڏونگر ڏوريا هئين ،رڻ ڪڇا هئين، ڪئين پيرا ٽُرم جون ياترائون ڪريءِ گهاٽا سنين،پر ڪنهن به ناٽي جي چُسڪي نه ورتئين. هو ضمير جو قيدي هو. ۽ پنهنجو عشق سلامت رکيائين.

هُن چاهيو ٿي منهنجي ڌرتي جي گهوٽن جا موڙ سلامت هجن . ڪا به سُهٽي ٻڏي نه مريءَ هڪ سنڌ هجي آزاد ، پيا اُن ۾ ساقين جا دور سلامت هجن.منهنجي دعوي آهي ته سائين جي ايم سيد جي ٻولي کي عوامي رنگ اُنڙآباد جي عبدالواحد آريسر ڏنو،۽ سائين جي ايم سيد جي جدوجهد کي عوامي ڍنگ، رتي ديري جي مهندار بشير احمد قريشي ڏنو هو. پنهين ۾ ڪمال جي سادگي هئي،۽ ان سادگي جو ڇا ته جمال هو پنهين جو مصور سائين جي ايم سيد هو ۽ پئي موهن جي دڙي جون مورتيون هنيون ڇا ته رهاڻ هو ڇا ته رقس هو سندن دؤر سنڌ جي آزاد راجائن جو پونئر جنم هو.

## حيدر بخش جتوئي

حيدر بخش جتوئي 7 آڪٽوبر 1901ع تي ڳوٺ "بڪي ديري" تعلقي ڏوڪري ۾ فقير الهداد خان جتوئي جي گهر ڄائو هو. 1923ع ۾ مئٽرڪ جي امتحان ۾ بمبيءَ يونيورسٽي طرفان لاڙڪاڻي سينٽر سنڌ ۾ پهريون نمبر کنيائين 1927ع ۾ ڊي .جي .سنڌ ڪاليج ڪراچي مان بي، اي .آنرس ڪيائين.

1927ع ۾ ئي ملازمت جي چونڊ ۾ پهريون نمبر آيو ۽ روينيو کاتي ۾ هيڊ منشيءَ سان ملازمت شروع ڪيائين.۽ رتي ديري ، قمبر ۽ جوهي ۾ هيڊ منشيءَ ٿي رهيو. 1931ع ڌاري مختيار ڪار ٿيو ۽ پاڻ ان دوران ڏوڪري بدين، جيمس آباد ، ڊگهڙي ۽ گهوٽڪي ۾ رهيو.1936ع ۾ قادرپور شهر تعلقو گهوٽڪي ٻوڏ جي زد ۾ اچي ويو پاڻ رات ڏينهن هڪ ڪري بند ٻڌائي شهر کي بچائڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

(ڊگهڙي وارو لقاءُ ڪونه هو جتي شهر کي ٻوڙيو به ويو ۽ ماڻهن جا گهر پٽ ڪري نالو به وڃان ڦاهيو ويو)

حيدر بخش جتوئي 44_1943ع ۾ حرن خلاف قائم اسپيشل مليٽري ڪورٽ ۾ جج مقرر ٿيو هو. ان عرصي ۾ ڪنهن به هڪ حُر کي سزا نه ڏني ويئي. سندس قانوني مهارت ڏسي انگريز جج به حيران رهجي ويا. پاڻ 1945ع ۾ ملازمت تان استعيفيٰ ڏيئي "سنڌ هاري ڪميٽي" ۾ شامل ٿيو.هُن جي وفات 21 مئي 1970ع ۾ ٿي آهي.

(ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي _ مرتب سڪندر ملاح ،ص 18_17، سال 2001ع)

چيو وڃي ٿو ته حيدر بخش جتوئي (اندازن 35_1934ع) ۾ جڏهن ڊگهڙي ۾ مختيارڪار هو ، تڏهن جهڏي طرف جي هڪ لغاري همراه ،مگڻهار فقيرن جي هڪ ٻانهن (عورت) زوري پاڻ وٽ ويهاريو ڇڏي هئي. "اُن عورت جو نالو سنڌ جي مشهور گلوڪار مائي ڀاڳي ٻڌايو وڃي ٿو. (مائي

ياڳي جي پيدائش 1920ع آهي). تڏهن مگڻهار فقير پنهنجي دانهن کڻي ڏگهڙي جي مختيار ڪار حيدربخش جتوئي وٽ پهتا هئا. فيصلو رکيو ويو، فيصلي ۾ حيدر بخش جتوئي لغاري همراهَ کي فقط ايترو چيو " توکي مگڻهار فقيرن جي عورت وٺي تي تہ پلي ويهار ،پر فقيرن کي لغاري ذات جي هڪ عورت بدلي ۾ ڏيڻي پوندي" بس ان ڳالهہ لغاري همراهَ کي منجهائي ڇڏيو ۽ هُن مگڻهار فقيرن کي سندن عورت واپس ڪئي.

حيدر بخش جتوئي ڏگهڙي ۾ پنهنجي مختيارڪاري دوران ،ڏگهڙي لڳ ڳوٺ فقير غلام علي لغاري ۾ قرآن مجيد پڙهي پورو ڪيو هو ۽ اخبارون بہ تڏهن اُن ڳوٺ ۾ پڙهندو هو.حيدر بخش جتوئي 1945ع ڌاري "سنڌ هاري ڪميٽي " جي سلسلي ۾ ڏگهڙي ۾ ڳوٺ علي محمد پٽي ۾ پڻ آيو هو. هن کي باباءِ سنڌ بہ چيو ويندو آهي، حيدرآباد شهر جو حيدر چوڪ سندس نالي سان منسوب آهي.

## ميرن واري قباءَ مسجد

هي مسجد ڏگهڙي جي پهرين مسجد ليکي ويندي، منهنجو نانو حاجي ڪالو شيدي چوندو هو تہ "آئون اجا سورانهن، سترنهن سالن جو مس هئس ، تڏهن ميرن واري ڪچي مسجد جي تعمير ٿي رهي هئي. ان وقت مونکي ٻوڪاني ٻڌل هوندي هئي ۽ مون بہ ان مسجد جي تعمير ۾ مٽي کڻي ڪم ڪيو هو"ممڪن آهي مسجد جو صفا ڪچو نشان ان کان بہ اڳ جو هجي." پر باقدي ڪچي تعمير منهنجي ناني جي چوڻ موجب ٿي اٿس منهنجي ناني جي پيدائش شناختي ڪارڊ ۾ 1905ع آهي .۽ مسجد جي تعمير وقت سندس ڄمار 17,16 سال هئس. ان حساب سان مسجد جي تعمير جو وقت 1921_22ع بيهندو.

قباءَ مسجد جي ٻي تعمير 1372هجري مطابق 1953ع ۾ ٿي آهي جيڪا ميرحاجي غلام حيدر ٽالپر جي پيڙهہ ڪرائي هئي. موجوده وقت ۾ مسجد جا ٽي وڏا قباءَ تڏهن جا آهن.ان ڪم جي سنڀال بہ مير حاجي غلام

حيدر ڪندو هو پر هو ايڪسيڊنٽ ۾ وفات ڪري ويو تہ مسجد جو ڪم مڪمل مير حاجي فتح خان ڪرايو هو.

مسجد جي صرف ويرانڊي جي تعمير پيهر 2015ع ۾ ٿي آهي. جنهن لاءِ جسماني جفاءَ ڪشي مير عبدالحق ٽالپر جام ڪئي آهي.

هن مسجد جي اڳ مرمت محمد سلطان مستري (رازو) ۽ ان جو پُٽ محمد خاصخيلي ڪندا هئا.

## ڏگهڙيءَ شوگر مل

ڏگهڙيءَ شوگر مل 97_1996ع ۾ ڪمند جي ڪرشينگ شروع ڪئي آهي هن جي ڪيپيسٽي 4 ٽن آهي، هن مل ۾ محمد اڪرم آرائين جنرل مئنيجر آهي ۽ مرتضيٰ ڪمبوهہ ڪين مئنيجر آهي. ٻئي ڏگهڙي شهر جا رهواسي آهن. هي مل يونين ڪائونسل پيرڙ ۾ نوحاڻين جي ڳوٺ ڪُنب ويجهو ٽنڊوغلام علي روڊ وٽ واقع آهي. هن مل جو شروعاتي ڪم محمد سليمان عابد ڪرايو هو جيڪو شفيع محمد آرائين جو ناني آهي.

## رحمت الله آرائين

بيلدار رحمت الله جو والد حاڪم آرائين هو هن جو ڳوٺ حاڪم آباد (ديهہ 178) آهي. ڏگهڙي کان ڳوٺ 170_A ويندڙ رستي تي اڳ ٽالهي جا وڻ هوندا هئا، جيڪي رحمت الله پوکيا هئا . هي ڊاڪٽر شائستہ آرائين جو ڏاڏو هو رحمت الله آرائين جي پيدائش 1911ع ۾ ۽ وفات 1981ع اٿس.

## عبدالواحد آرائين.

عبدالواحد ولد خوشي محمد آرائين تعليم سنڌي فائنل هئس. سنڌي ، بلوچي ۽ اردو زبانن تي ابور هئس،. پنجابي مادري زبان هئس .صبح سوير ننڊ مان اٿي . احمد ملاح جو ڪتاب يعني قرآن مجيد جو سنڌي ترجمون

جيڪو شاعرانہ انداز ۾ تيل آهي پڙهندو هو. هُن جي پيدائش 1934ع ملير ڪراچي ۾ ٿي هئي. ۽ وفات 2006ع ۾ ڏگھڙي ۾ ٿي.

## شنڪر جمعدار

ڏگھڙي جو شنڪر جمعدار (گجراتي) ريلوي کاتي جو ملازم آهي. ڪرڪيٽ سان جنون جي حد تائين محبت ڪري ٿو. پاڻ ڏماڪا اليون کان سواءِ ٻين ٽيمن ۾ بہ راند ڪيڏي چڪو آهي. هن جي خاص ڳالهہ انگلش ۾ ڪميٽري ڪرڻ رهيو آهي. هو مڪمل اڻپڙهہ آهي، پر انگلش جا رٽيل لفظ روانگي سان ڳالهائي وجي ٿو هن جي ٻولڻ ۾ اڪثر ورجاءُ هوندو آهي پر اوچار صحيح وني ٿو.

## مٺو جمعدار

هي بہ گجراتي برادري جو فرد آهي جيڪو اڪثر سنيمائن جا سائن بورڊ لکندو هو هن کي بہ تعليم هڪ درجو هئي، پر شوق ۾ هي بورڊ لکڻ سکي ويو هو. جيڪو ڪجهہ لکي ڏيو هو سو هو فلمي پوسٽرن جي هيٺيان لکي ويندو هو اھا ئي هن جي سڃاڻپ بنجي وئي.

## ظفر احمد

ظفر احمد عرف ايڊي هي ڏگھڙي جي سماجي شخصيت طور سڃاڻپ رکي ٿو. ڏگھڙي جو ايڊي سينٽر بہ ڪافي وقت سنڀاليندو هو ڏگھڙي ۾ سوئي گئس آڻڻ لاءِ بک هڙتالون پڻ ڪيائين.

## مصري مگھڻار

مصري مگھڻار ڏگھڙي جو اهو شخص آهي، جنهن سنڌ جي تقريبن هر عصر سيني گلوڪارن سان گڏ پڪواز وڄائي آهي، هي هينئر پرويز

بجاراڻي جيڪو ڏگهڙي جي زرعي بئنڪ ۾ آفيسر آهي ۽ اصل جيڪب آباد جي طرف جو آهي ان سان دوستانه محفلن ۾ پڪواز وڄائي ٿو. پرويز جي نالي چيو وڃي ٿو ته هُن جو گلو شاندار آهي ۽ هو انعام جي ملندڙ رقم مان رپيو به نٿو کڻي سڀ پيسا پڪوازي وغيره کڻندا آهن.

## ڏگهڙيءَ ۾ ڪاٽن فيڪٽري

هي فيڪٽري 1932ع ۾ ٺهي ۽ 1978ع ۾ بند ٿي ويئي. هي فيڪٽري پهرين بشراج ڪمپني جي هئي ۽ بيو مالڪ فخردين جي هو. هن فيڪٽريءَ ۾ ٽن شفٽن ۾ 500 کان وڌيڪ مزدور ڪم ڪندا هئا. هن جو نالو ڏگهڙيءَ جيننگ فيڪٽري هو. پهريون ڪاٽن سليڪٽر لال محمد ولد شمس الدين جت هئس.

## اسحاق "ڪارو" مڱڻهار

هن پنهنجي دؤر ۾ گلوڪاري ۾ سٺي شهرت ماڻي، هن کي مرحوم مير حاجي جان محمد ٽالپر پاڻيندو هو. توڙي جو مير جان محمد ٽالپر جي شاعري منو ڪيجي به ڳائي آهي پر ڪاري مڱڻهار کي ڏگهڙي جي ويجهو انب موري تي رهڻ ڪري مير جان محمد ٽالپر سان وڌيڪ ويجهڙائي هوندي هئي.

## عجيب سڃاڻپ

ڏگهڙي ۾ ڪافي ماڻهو اهڙا ملندا جن جي هڪ يا ٻه پانهون انگريزي حروف ڊي جيان آهن. ان لاءِ چيو وڃي ٿو ته ڊاڪٽر فروزالدين جي وقت ۾ ڪنهن پار کي جي بخار ايندو هو ته ان پار کي ڊاڪٽر فروزالدين کان انجيڪشن هڻائي ويندي هئي. ان سان پار جو بخار ته لهي ويندو هو پر اُن پار جي پانهن/ پانهون هميشه لاءِ ڪرڪيءَ، ٽيڙيون ٿي وينديون هيون. پوءِ اها

ڏگهڙيءِ ان جي آس پاس جي ماڻهن جي بين الاقوامي سڃاڻپ بڻجي ويئي.
ان پانهن وارو همراه دنيا ۾ ڪٿ به نظر اچي ته پڪ ڄاڻو اهو ڏگهڙي جي تر جو آهي.

ڏگهڙي تعلقه هاسپيٽل جي عمارت 3 مارچ 1963ع ۾ تعمير ٿي آهي ان جو افتتاح به هيلٿ منسٽر (اولهه پاڪستان) جي عبدالقادر سنجراڻي ڪيو هو.

## ڏگهڙيءَ ۾ بجلي

مهر ڪاڇيلوي لکي ٿو ته 1933ع ۾ ضلعي ٿرپارڪر ۾ صرف ميرپورخاص شهر ۾ بجلي جي سپلائي جو انتظام هو جيڪو ننڍي پيماني تي هڪ پرائيوٽ ڪمپني سپلائي ڪندي هئي 1957ع ۾ حڪومت مقامي پاور هاؤس جو انتظام پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو جنهن سبب 1962ع ۾ حيدرآباد ٿرمل اسٽيشن سان ملائي ميرپورخاص کي بجلي ڏني وئي ۽ 1963ع ۾ ڏگهڙي، ٽنڊوجان محمد ۽ جهڏو کي بجلي ڏني ويئي.
(تاريخ ٿرپارڪر،مهر ڪاڇيلوي_صفحو 339_اردو)

ڏگهڙي ۾ واپڊا گريڊ جو ڪم 1958ع ۾ شروع ٿيو 1962ع ۾ بجلي سپلاءِ ڪئي ويئي . اها 33 هزار KV هئي. شهر جي وڌندڙ آبادي خاطر ڪپت کي ذهن ۾ رکندي، پيهر 1979ع ۾ واپڊا گريڊ کي نئي 66 هزار KV جي لائين ۾ تبديل ڪيو ويو. مسئلو اچا وڌڻ ڪري وري 20 مارچ 2015ع ۾ نئون افتتاح ٿيو آهي . جنهن سان هڪ لک 32 هزار KV جي لائين ۾گريڊ کي تبديل ڪيو پيو وڃي. هي پروجيڪٽ هڪ سال جو آهي ان ڪان پوءِ شهرين ۽ آس پاس جي ماڻهن کي وڌيڪ بجلي سپلائي ٿي سگهندي.

ڏگهڙي ۾ بجلي کان اڳ روشني خاطر فانوس يا گولن کان ڪم ورتو ويندو هو.

## ڊگهڙيءَ ۾ ريلوي نظام

ڊگهڙي ريلوي جي پٽڙي تہ 1909ع ۾ وڇائيجي چڪي هئي، پر موجوده ريلوي اسٽيشن جي عمارت 1938ع ۾ ٺهي هئي.

ڊگهڙي پوسٽ آفيس 1897ع ۾ قائم ٿي آهي ۽ ڪم بہ تڏهن شروع ڪيس.

ڊگهڙي مختيار ڪار آفيس 1908ع ۾ تعمير ٿي آهي.

## ڊگهڙيءَ ۾ لائبريريون

ڊگهڙيءَ جي ڀر ۾ پهرين لائبريري ڳوٺ فقير غلام علي لغاري ۾ فقير بشير لغاري جي آهي ،جنهن جو افتتاح 1960ع ۾ پير سائين پاڳاري علي مرادن شاهہ راشدي جن ڪيو هو. ڊگهڙي شهر ۾ لائبريري 66_1965ع ڌاري موجوده بوائز هائير اسڪول ڊگهڙي ۾ کُلي هئي.

1962ع ۾ هاءِ اسڪول قائم ٿيو 1964ع ۾ ڪلاس هليا، ۽ پوءِ لائبريري قائم ٿي. ڊگهڙي ۾ شاهہ عنايت جي نالي سان لائبريري سول اسپتال لڳ 92_1991ع ۾ پرديپ ڪالاٽي ڪولي هئي، 1997ع ۾ شهيد هوش محمد شيدي روڊ، نيو مير جان محمد ڪالوني ۾ سائين جي ايم سيد جي نالي سان لائبريري قائم ٿي هئي، جنهن جو افتتاح سائين عبدالواحد آريسر ڪيو هو. اهي ٻئي لائبريريون مالي خساري سبب بند ٿي ويون هنيون.

ڊگهڙي ۾ "الخدمت پبلڪ لائبريري" بہ آهي جنهن جو انچارج محمد اشرف قائمخاني آهي.

جولاءِ 2015ع ۾ ڊي.ايس. پي آفيس ڊگهڙي لڳ موجود پريس ڪلب جي صحافين جي جستجو سان "مير حاجي فتح خان ٽالپر" جي نالي سان لائبريري جو افتتاح ، ايم. پي. اي مير حاجي محمد حيات ٽالپر ڪيو آهي.

## ڏگهڙيءَ جا شاعر

ڀهريون شاعر جڙيل شاهه بخاري کي سمجهو وڃي ٿو مير حاجي جان محمد ٽالپر به شاعر هوبين پر سيد فداحسين شاهه حاجي طاهر اطهر انصاري، برڪت راهي، سليم نياز ظهير اقبال ، ايوب قائمخاني،ماستر شهاب الدين غوري وغيره اچن ٿا.

## ڏگهڙيءَ شهر ۾ قتل

ڏگهڙي شهر وجود 1880ع ڌاري ورتو آهي ۽ 2015ع تائين مطلب 135 سالن جي ڇماڻ ۾ هن شهر اندر انسان جي قتل ٿيڻ جو ڳاڻيٽو 40 جي انگ کي ڪراس ڪري چڪو آهي اوسطن ٽن سالن کان ڪجهه سرس ڏينهن ۾ هڪ انسان قتل ٿيو آهي، اهو قتل عام ۽ ڪربلا بڻائي ٿو ته هن ننڍڙي شهر جي ماڻهن ۾ سهپ تمام گهٽ آهي .الاهي ڪڏهن هت رواداري جو سج ابرندو ،ڪڏهن ڇيتن جي مُنڊ ايندي ۽ ماڻهو سُکون جي بانسري وڄائيندا.

ان الميي جا وارث پاڻ سڀ آهيون، ڇاڪاڻ جو هت تعليم جي سخت ضرورت آهي تعليم به اها جيڪا بغير متڀيد جي هجي ،۽ ان لاءِ ڪوشش ڪير به نٿو وٺي.!!

## ڏگهڙيءَ ۾ ان جي پسگردائي ۾ رهندڙ بيون ذاتيون

قريشي، اُنڙ لُنڊ، چوهاڻ بروهي، سمان ، ڪليري،حانجاڻا، خيبر،ڪير منگي، ڪورائي، مگسي، مياڻان، ملاح، ٻبر، گورايا،بجاڻا، راهيمان، موسي پوٽا، ڪاڪي پوٽا، لباري، ڀيل، عباسي، سانڌ ماڇي، لوڊا، برهماڻي، بنجاره، پنچارا، ڪوڪر، ڪتي، هيسباڻي، شيخ، ڏاهري، ڪمبوهه، درس، مميڻ، اوڏ، گراٽا، راوڙا، گورچاڻي،ڪلهوڙا، جت ، انصاري ۽ پناڻ وغيره اچن ٿا.

## پنجابي ۽ اردو ڳالهائيندڙ

پنجابي ڳالهائيندڙن جي اڪثريت هن تر ۾ ڄمڙاؤ واهه جي تعمير وقت 1901ع ڌاري آئي آهي ۽ اردو ڳالهائيندڙ 1947ع جي سانحي سبب سنڌ آيا آهن ، ۽ تن مان ڏگهڙي ۾ به آباد ٿيا آهن. پنهين ڌرين جو تعلق پارٽ مان لڏي ايندڙ سان آهي. پنهين ڌرين ڪي سنڌ ڌرتي پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏنيون آهن ۽ اميد ته وقت سان گڏ هي برادريون به پنهنجي ڌرتي ماتا جي خمير ۾ ملي هڪ ٿي وينديون ۽ اهو عمل شروع به ٿي چڪو آهي.

## ڏگهڙيءَ جي ٽائون ڪميٽي

ڏگهڙي ۾ ڊسمبر 1947ع ۾ نوٽيفائيڊ ايريا ڪميٽي ٺهي هئي، جنهن جو پهريون چيئرمين مير حاجي غلام حيدر ٽالپر ٿيو هو ۽ 1958ع ۾ ٽائون ڪميٽي وجود ۾ آئي آهي.



# محمد صادق اوٺو

محمد صادق اوٺو جنهن کي وڏو صادق بہ چوڻ، جيڪو ميرواهہ گورچاڻي کان ڏگهڙي لڏي آيو هو ،سندس ذات اوٺو هئي ،اوٺو جت ذات جو پاڙو آهي،۽ جت سنڌ ۾ رهندڙ آڳاٽي ذاتن مان هڪ آهن.

محمد صادق جي شادي ڏگهڙي ۾ وڏي الهڏني شيدي جي ڀيڻ سان ٿي هئي، ان ڪارڻ ئي پوءِ هو ڏگهڙي ۾ پنهنجي سهريجن وٽ رهي پيو هو. ان محمد صادق کي پنج پُٽ هئا 1. مصري 2. قادربخش 3. محمد عرس 4. سومرو 5. جمعون. انهن مان مصري کي هڪ پُٽ ٿيو هو جنهن جو نالو ماستر محمد بچل هو اهو محمد بچل ، حاجي مصري ، گل حسن ، ماستر محمد جمن، فدا حسين، محمد امين، ۽ محمد اسلم وارن جو والد هو.

صادق جي ٻي پُٽ قادربخش کي هڪ پُٽ ٿيو ، جنهن جو نالو محمد هو جنهن کي اولاد ۾ خدابخش ۽ علي مراد جي نالن سان ٻہ پُٽ هئا.

صادق جي ٽي پٽ محمد عرس کي وري ٽي پٽ ٿيا خدابخش ، نبي بخش م ۽ محمد رمضان صادق جي چوٿين پٽ سُومرو کي هڪ پٽ ٿيو ان جو نالو بہ صادق رکين جيڪو سومرو عرف طارق،قيصر ۽ زبير وارن جو والد هو.

صادق اوٺو جو پنجون پٽ جمعون بني اولاد رهيو مٿي ڄاڻايل صادق جو اولاد ڏاڏاڻي پيڙهي ۾ اوٺو (جت) آهي. هي پاڻ کي اوٺو سڏائيندا بہ آهن.پر سندن سرٽيفيڪٽن ۾ ذات جي خاني ۾ قمبراڻي(شيدي) لکيل اٿن. مطلب سندن ڏاڏاڻي ذات مٿي  ناناڻي ذات ۾ گم ٿي ويئي آهي. هي ڇڏو پاڻو

صادقاڻي به سڏائيندا آهن .سندن وڏو ڏاڏو محمد صادق اوٺو دفن به ميرواهه گورچاڻي جي قبرستان يوسف شاهه ۾ ٽيل آهي.

## همال گاڏو

ڏگهڙي ۾ همال مزدورن وٽ استعمال ٿيندڙ گاڏي جي ايجاد علاؤ الدين ولد عبدالله عباسي ڪئي آهي . هي 1947ع ۾ انڊيا جي صوبي راجستان کان پنجاب جي شهر اوڪاڙو ويو هو ۽ 1960ع ۾ اوڪاڙو کان ڏگهڙي لڏي آيو. ان وقت ٿي ڏگهڙي ۾ مزدورن لاءِ ڪاٺي جو گاڏو ٺاهيائين ،جنهن جي ماپ ويڪر ۾ساڍا ٽي فُٽ ۽ ڊيگهه ۾ ست فُٽ هئي، هُن جا ڦيٿا (ٽائير) چوڏانهن انچن جا ۽ انهن جي ٿولهه اڍائي انچ هئي . هي منفرد گاڏو ڏگهڙي شهر جي ايجاد آهي. جنهن کي علاؤ الدين عباسي ٺاهيو هو. علاؤ الدين کي ٻن پٽن جو اولاد هو هڪ بشير احمد ۽ ٻيو شمشير مُوي ميڪر.

علاؤالدين عباسي 1977ع ۾ وفات ڪري ويو ان وقت هن جي عمر 80 سال هئي. ڏگهڙيءَ ۾ علي بُڪ شاپ وارا سندس اولاد آهن.

## ڏگهڙيءَ ۾ رانديون

حالات مان اندازو ٿئي ٿو ته ڏگهڙي جي پهرينً راند مَلهه رهي آهيَ سڄي سنڌ جيان ڏگهڙي ۾ به جيلانين جي يارهين جو عرس ملهايو ويندو آهي. تنهن سبب محمد شاهه جيلاني جي درگاهه جي پڊر ۾ ملهه راند ٿيندي هئي .شروعات ۾ گجراتي برادري جو وڏو ڪُبرو به ميرجان محمد ٽالپر(اول) جي سامهون اُتي ملهه راند رهيو هو .تنهن کانپوءِ ڪريم داد جروار محمد هاشم شيدي ۽ يڪو پهلوان خاصخيلي وارن جا نالا ٻُڌجن ٿا. اها راند ڏگهڙي ۾ جيلاني جي وفات 1905ع کانپوءِ شروع ٿي هئي.

ڏگهڙي ۾ فٽبال راند جي شروعات تقريبن 61_1960ع ۾ ٿي آهي،آڳاٽي ڪلاڙين ۾ وسيم راهمون ڪڇي جو چاچو الهه ورايو ڪڇي،

ماستر محمد يوسف قائمخاني، محمد قاسم مڪراني سائيڪلن وارو. مستانو مڪراني سائيڪلن وارو مختيار آرائين، محمد علي ڪمبوه (ڏوبي) عبدالله مڪراني، وارن جا نالا اچي وڃن ٿا. پوئين ڪلاڙين ۾ استاد خدابخش عرف هودي مڪراني جو نالو مشهور رهيو.

هٽ والي بال راند موجوده گورنمنٽ گرلس هائير سيڪنڊري اسڪول واري هنڌ کيڏي ويندي هئي، اڳ اُتي وٽنري اسپتال بہ هئي . اهو 66_1965ع جو زمانو هو ان جا رانديگر. چوڌري حاجي مجمد اسلم گِل، بابو محمد حنيف آرائين، ماستر محمد يوسف قائمخاني، ماسترر نعيم قائمخاني ۽ هوتو مالهي وارا هئا.

ڏگهڙي ۾ ڪوڏي ڪوڏي راند 70_1969ع ڌاري شروع ٿي آهي جنهن جا رانديگر هئا. جاويد عرف جاودي قائمخاني، قمڻ گجر، يوسف ڪاسائي، چوڌري امجد گِل، چوڌري جاويد گِل، انبو شيدي، مطصفيٰ شيدي، رسول بخش دايو گيلو ميگهواڙ، جمعون شيدي ،حاجي شالماڻي ، مگڻ (خان ) شيدي استاد عمر ڪوسو وغيره ، هن راند جوميچون آگيڏنو دايو ۽ مامون شفيح سومرو رڪرائيندا هئا. ميرواهہ روڊ لڳ اولڊ مير جان محمد ڪالوني جي وارڊ نمبر 3 ۾ موجوده حاجي لکانو شيدي جي دڪان پويان هن راند جو گرائونڊ هوندو هو . 1977ع ڏگهڙي ۾ هن راند هلندي هڪ همراهہ کي اتفاقن سان ڏڪ لڳلي پيو هو. جنهن ۾ هو گذاري ويو هو.

ڏگهڙي ۾ گهڻي شهرت ڪرڪيٽ کي ملي، هن راند جي شروعات هت 78_1977ع کان ٿي آهي آڳاٽي ٽيمن ۾ اسٽار اليون ، واپڊااليون ، مالهي اليون جا نالا اچي وڃن ٿا ۽ پين ۾ KK اليون ،شيرواني (پراچا) اليون ، جيلاني اليون ، ڪوسہ اليون، جناح اليون، سنڌ اليون ، ڏماڪا اليون ، صحافي اليون ،خان اليون، واپڊا اليون وغيره ، اچي وڃن ٿيون.

رانديگرن ۾ ماستر عطيق جو پٽ مختيار خانزادو ، نظير آپريٽر ، هدايت الله قائمخاني ، علي شير (وڏو) قائمخاني ، چيتن چوهاڻ ، پگڙو مل، ڪرشن گاوري، ادريس فوٽوگرافر، آتمارام ، شهزاد عرف بنٽي، عمران ،

سهيل للو ذمي ، استاد غلام علي قمبراڻي، سردار طاهر قائمخاني، ماستر دستگير آرائين ، عادل واڇ ميکر، علي حسن (بجلي) قائمخاني ، رياض عرف راجو حاجي صفدر قائمخاني ، صفدر انجنيئر آرائين، ماستر اسماعيل سمون (ڪچي) مُلان آصف ، وقار ، صديق ڪبو، ماستر ابراهيم عرف ابهرو قمبراڻي وغيره هئا. استاد حنيف اختر عرف پولو ۽ استاد عمر کوسي کي ڪرڪيٽ جو انتهائي شوقين چيو ويندو هو. متين ٽيمن مان تقريبن ٽيمون بند ٿي ويون آهن سواءِ کوسہ ڪرڪيٽ ڪلب جي سبب هو ڏگهڙي ۾ ڪو بہ سرڪاري راند جو ميدان نہ هجڻ. ڏگهڙي ۾ هاڻ ٽيپ بال جو روجان وڌي ويو آهي. نائيٽ ٽورنامنٽ بہ وڏلي ٿيندا آهن.

ڏگهڙي ۾ ڪرڪيٽ راند ڪڏهن واپڊا واري گرائونڊ ۾ ڪڏهن سول اسپتال لڳہ گورنمنٽ بوائز هائير سيڪنڊري اسڪول جي لڳ، ميمڻ ٽائون ۾، نيو ميرجان محمد ڪالوني ۾ ،مطلب جتي جتي بہ اجا ڪالونيون قائم ڪونہ ٿيون هينون اتي راند کيڏي ويندي هئي. هاڻ ٽيپ بال جي ڪرڪيٽ معظم پيٽرول پئمپ لڳ مير زاهد حسين ٽالپر جي بني ۽ مير حاجي حيات ٽالپر جي بنگلي پويان کيڏي ويندي آهي پر ڏگهڙي ۾ ڪو مستقل گرائونڊ رانديگرن کي ميسر ناهي (منشيات جي عام جا م واهپي کلاڙين کي کوکلو ڪري ڇڏيو آهي گٽڪو مين پڙي، ٺري وغيره تي پابندي نہ هجڻ ڪري رانديگرن جي صحت موڪلائي ويئي آهي، لڳي ٿو نوجوان نسل جي صحيتابي ۽ راند جو مستقبل ديواني جو خواب بنجي رهجي ويندو)

ڏگهڙي ۾ ونجهوٽيءَ، ڪريم بورڊ ۽ بيڊ منٽن جون راندون بہ ٿينديون رهيون آهن. چُوپڙ ۽ پتي راند عام ٿيندي هئي، اتيءَ ذڪر راند جو بہ وڏو شوق هو اڄڪلهہ ڏٻو بہ کيڏي وڃي ٿي. ٻارن کي ڪمپيوٽر راندن جو گهڻو اشتياق آهي.

هي ساروڻيون اسان سان استاد عمر کوسي ۽ ماستر نصرالله عرف سُولو پهلوان ونڊيون آهن. جيڪي خود ڪرڪيٽ ۽ ڪبڊي جا رانديگر رهيا

آهن.استاد عمر ڪوسو ته ڪوسه ڪلب جو آنر آهي ۽ اڄا تائين ڪوسه ڪرڪيٽ ٽيم هلائي پيو ڪيس ڄس هُجيس.

## ڊگهڙيءَ جي ٽرانسپورٽ

پهرين پبلڪ لاءِ بس ڊگهڙي ۾ 1944ع ڌاري آئي هئي. جنهن جو مالڪ پريم چند واڌيون ميرپورخاص وارو هو.بس جو ڊرائيور گٽيش يا گنش نالي ميگهواڙ هو. 1947ع جي ورهاڱي سبب بس جي مالڪ پريم چند پنهنجي بس پهاڙ خان مهر مارواڙي کي وڪڻي پاڻ هندستان لڏي ويو. انهن مارواڙي مهرن جون پوءِ ميرپورخاص ۾ ڪالي خان جي نالي سان بسون هليون . ميرپورخاص جو ڪالي خان پمپ به سندن حوالي سان سڃاڻپ رکي ٿو.

پروفيسر الله بچايو مهر ڊگهڙي وارو جيڪو هاڻ ميرپورخاص ۾ رهي ٿو. سي پڻ مارواڙي مهر آهن. ۽ گهر ۾ مارواڙي ٻولي به ڳالهائيندا آهن.

مٿي ڄاڻايل بس عالمي جنگ جي ڪري تيل جي اڻاٺ هجڻ سبب ڪجه وقت لاءِ ڪوئلي جي آسٽيم تي هلائي وئي هئي. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ ڪانپوءِ ان بس تي ڊرائيور تلسي داس سوٿهڙ ٿيو هو جيڪو ميرواهه گورچاڻي جو هو ۽ ان سان گڏ بس تي ٻيو ڊرائيور پڻ ميرپور خاص جو هو سندس نالو ته الهائي چا هو پر اڪثر ميرپور خاص مان پان سوپاريون آڻي هٽ ڪپائيندو هو جنهن سبب سڀ هن کي چاچا زنده باد جي نالي سان سڏيندا هئا.ڪيبينن جو گهڻو سامان تقريبن چاچو زنده باد ميرپور خاص مان آڻي ڊگهڙي اچي ڪپائيندو هو.

ڊگهڙي جي حوالي سان بس جو پهريون مالڪ چاچا حاجي اسماعيل آرائين بڻيو هو جنهن 1956ع ۾ ڊگهڙي ۾ بس آندي هئي.

ڊگهڙي ۾ سڀ کان اول ٽرڪ به حاجي اسماعيل آندي هئي. اها ٽرڪ ڊاج ڪمپني جي هئي ۽ ڊيزل بجائي پيٽرول تي هلندي هئي. اهو 1956ع

جو زمانو هو ۽ ان ٽرڪ جو نمبر هو TR_980 هلائيندڙ ڊرائيور جو نالو بندو هو. چاچا حاجي اسماعيل جو پٽ لياقت علي اڄ تائين گڊز ٽرانسپورٽ هلائيندو اچي. ٻي ٽرڪ جعفر خان قائمخاني محمد علي ڳوٺ واري آندي هئي.

## ڏگهڙيءَ ۾ صحافت جي شروعات

فقير بشير لغاري جن جو چوڻ آهي ته "ڏگهڙي جي صحافين ۾ پهريون نالو شاهه بيگ لغاري جو اچي ٿو جيڪو ان وقت اخبارون وڪڻندڙ (ايجنٽ) پڻ هو اهو تقريبن 51_1950 جو دؤر هو. شاهه بيگ لغاري واري زماني ۾ ڏگهڙي ۾ چار پنج ڪاپيون جنگ اخبار جون اينديون هيون انڪانپوءِ نور احمد خاصخيلي جو نالو اچي ٿو جيڪو پڻ اخبارون ڪپائيندو هو نور احمد خاصخيلي جي وقت ۾ ڏگهڙي ايندڙ اخبارن ۾ اضافو ٿي چڪو هو جن ۾ ڪاروان ، مهراڻ ۽ پوءِ عبرت جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا."

هاڻ ته ڏگهڙي ۾ وڏو تعداد اخبارن جو اچي ٿو ٽي _وي چينلن سميت صحافين جو تعداد به وڏي ويل آهي ۽ ، به پريس ڪلب آهن. جن ۾ محمدجسن قائمخاني، قاضي محمد يوسف، مشتاق احمد نياز اشفاق احمد اشفي، امان الله مهر ، نصير فوٽو گرافر ، تاراچند تارا ، افتخار راڻا، اصغر علي اصغر، ڊاڪٽر سرفراز روپ چند ، مير محمد ٽالپر ،دليپ ڪمار سيد پاون شاهه احسان جروار ، ڊاڪٽر پرتاب ، ساجد سوناري ، اسلم شاهه ،انورنوحاڻي ، ارباب نوحاڻي ، مختيار چيليو ،جمال شاهه اشوڪ ، طالب آرائين، جاويد چٽي وارو توفيق سردار، الطاف جروار وغيره جن جا نالا اچي وڃن ٿا . انهن مان ڪجهه ته صحافت ڇڏي به چڪا. آهن ۽ ڪي وري ڏگهڙي شهر ئي ڇڏي چڪا آهن پر پوءِ به نوان ماڻهو ايندا رهن ٿا ۽ سلسلو اڳيان هلندو رهي ٿو.

## ڏگهڙيءَ ۾ ڳاڙهي بازار وارن جو به هڪ گهر هو

ڪرشن عرف ڪانيو ولد پيسو مل جنهن جي ڄمڻ جو سال 1950ع آهي . سو چوي ٿو تہ مُنو واڻيون ٽنڊي غلام علي واري ڏگهڙي جي موجوده ميمڻ ٽائون واري ہنيءَ ڪليم ۾ ورتي هئي.

اها ہنيءَ مُولي مالهي وٽ مقاطي ۾ بہ هئي ، انڪانپوءِ پيسو مل جيڪو ڪرشن جو والد هو تنهن مقاطي تي سا ہنيءَ ورتي هئي.

اها ہنيءَ مُنو واڻيي ٽنڊو غلام علي واري ڪان پوءِ حاجي غلام حسين ولد محمد قاسم هَڏ خريد ڪري ورتي.

ڪرشن وارن جي مقاطي جي دؤر ۾ اُن ہنيءَ تي هڪ گهر ڪا ڪُوڙي زال ٻاولو جو بہ هو. هو فقير سڏائيندا هئا. ڪاڪوڙي کي هڪ ڌيءَ بہ هئي . جنهن جو نالو برسات هو. برسات نيڻين نقشي خوبصورت هئي هو مُوڊ ۾ هوندي هئي تہ جهونگارندي بہ هئي سندس گلو زبردست هوندو هو.

اهي فقير ڳاڙهي بازار واريءَ ڪِرت بہ ڪندا هئا. ڪرشن چواڻي تہ فقيرن جو اهو گهر 1948ع کان 1985ع تائين اِت رهيو پوءِ ميمڻ ٽائون مان لڏي هليا ويا اتي هڪ ٻي عورت بہ هئي. جنهن جو نالو موتي جانَ هو، جنهن کي بہ هڪ ڌيءَ هئي . اُن جو نالو نظيران هو. نظيران سان ڪراچي جو هڪ شهمير نالي مڪراني اچي لڳو هو جيڪو پوءِ هُن کي ايران وٺي ويو هو . نظيران ڪجهہ سال شهمير مڪراني وٽ رهي هڪ واري واپس ڏگهڙي آئي هئي. تڏهن هو صرف بلوچي ڳالهائيندي هئي ڪجهہ وقت ڏگهڙي ۾ رهي گهُمي ڦري نظيران واپس شهمير وٽ موٽي ويئي.

# سڀ رنگ سانول

تاريخي آثارن مان پروڙ پوي ٿي ته شهر ڍگهڙي جو وجود 85_1880ع ڌاري پوندي نظر اچي ٿو.

هي شهر جتي محمد شاهه جيلاني جي آستان جي حوالي سان سڃاتپ رکي ٿو اُتي سوامي ٻائي ڪيمنات جي مناسبت سان پڻ شناسائي رکي ٿو. ڪو وقت هي شهر همرچي جي رنگن ۾ رچيل هو، پر اڄ نه ماڻهين جا اُهي ڪيت آهن نه ڪنيارن جُون آويون، ها اهي آويون جن لاءِ پٺائي چيو آهي.

نهائينءَ کان نينهُن سِکُ منهنجا سُپرين!
سـڙي سارو ڏيـنهن، ٻَهَر ٻاڦ نـه نـڪري.

جمعي جي رات ايندي ئي زائرين جيلاني جي درگاهه تي پتنگن جيان مڙندا هئا اندر ۾ اُميدن جي ڳنڍ ٻڌي بغير ڪنهن ذات پات جي فرق سان ايندا هئا. ۽ مَندر جي ميلي مهل سوامي واري پڌر تي مير حاجي غلام حيدر ٽالپر کان وٺي مير حاجي محمد حيات ٽالپر تائين پٽلي هٽي ويٺل نظر ايندا هئا هاڻ اهو عمل تيزي سان گهٽجي رهيو آهي.

بس 2003ع ۾ لاهوت وڃڻ ٿيو ته فجر مهل محبت فقير جي درگاهه تي پهتاسين .درگاهه جي اڳڻ تي هڪ راڳي مَڌر آواز ۾گيت آلاپي رهيو هو جنهن جا ٻول هئا.

تيڏا ديدار ڪيتا، ميڏي سڀ نمازان ادا ٿي ڳيان!

درگاهه جي ڏَر وٽ ويٺل هڪ ماه جبين ناري اُهي ٻول پنهنجي نوٽ بُڪ تي، اُتاري رهئي هئي، اڄ جڏهن جيلاني جي درگاهه ۽ سوامي جي مڙهي

ڏانهن ڏسان ٿو تہ هنگلاج ۾ لاهوت جا رنگ تصور تي تري اچن ٿا.۾ ڀٽائي ڪيڏو نہ پنڌ ڪيو هو ان چاهہ جي هيڄ ۾ جيڪو لا حاصل هو ڇاڪاڻ جو عشق ڇٽبو ئي لاحاصلات ڪي آهي! خود مرشد لطيف چواٿي،

ڏوريان،ڏوريان، مَ لَهان! شال مَ ملان هوتَ!

مَن آندر جا لوچ ، مَڇِڙِ مِلڻ سان مائي ٿئي.

مونکي ڪَنهن ڇيو ڏکڙي ۾ ميرن واريءَ مسجد جي اوله ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي تلهيءَ هئي جتي پاڻ چِلو ڪڍيو هئن ، پرمون ڇيو نہ ! انڪري جو ڀٽائي جڏهن هي فاني جهان ڇڏيو هو تڏهن سرفراز ڪلهوڙو اڃا سنڌ جي تخت تي نہ ويٺو هو نہ ڏکڙي ڪو وجود ورتو هو ها پُراڻ جون ڪنڌيون سندس ميزبان بڻيون هيون ، اها پُراڻ جنهن لڳ فقير بشير لغاري ٿو رهي، جن جي اکين ۾ مون عَلم جو اشتاق ڏٺو آهي هو مونکي مهراڻي جو مور ٿو لڳي ، جيئن اياز چيو آهي تہ :

رُڃ مان آجان رَڙ آچي تي ، منان سمجهي مٿا مُور سارا.

سيد فدا حسين شاهہ جي چواڻي تہ اسان جا وڏا سڏو ڪوئيٽہ کان ڏکڙي لڏي آيا هئا . سيد فدا حسين شاهہ اهلِ تشيعہ جي عَلم سان گڏ سنڌي جو پلوڙ شاعر بہ آهي، توڙي جو سندس نسبت پنجابين سان آهي پاڻ چوي ٿو تہ جڏهن سائين جي ايم سيد منهنجي وڏن وٽ ڏکڙي آيو هو تڏهن موجوده نظير شاهہ ڪالوني ۾ سائين وارن جي اڳيان جيڪو چوڪرو رات جي وقت ڪُلهي تي گولو ڪٽي پئي هليو سو آئون هئس ،صرف اهو آعزاز ڪيڏو نہ آملهہ آهي.

چون ٿا ڏکڙي ۾ بُولو فقير رات جو آخري ريل گاڏي گذري وڃڻ کانپوءِ سمهندو هو انڪري جو متان ڪو مسافر بيگاهہ ويل ۾ اچي ۽ بکيو نہ سمهي رهي. اڄ ڏکڙي ۾ سيٺ تہ گهڻا آهن پر ڪٿي بہ سنت نيڻو رام اسلام ڪوٽہ واري جي آشرم جيان ننگر هلندي نظر نٿو اچي.

مونکي شهيد مالڪ نوحاڻي جي بيباڪي سان اُنس رهيو آهي توڙي جو سندس عَلم محمد رمضان نوحاڻي جي پيٽ ۾تمام گهڻو ڪورو رهيو

هو پر ٻنهين جي محنت نوحاڻي قبيلي لاءِ ڏگهڙي شهر ۾ منفي سوچ جي ٻرندڙ مچ کي ڪافي ماٺو ڪيو آهي ۽ اها تات ڳر موڙي اُٿي آهي ته هڪ ڏينهن هي برادري سموري سنڌ ۾ صرف لطيف شناسائي جي روپ ۾ ڃاتي ويندي.

اقبال جت جي ڪيڏي نه وزن دار تشريح آهي ته "ڏگهڙي ۾ سنڌ هاؤس تي ويهي ڏسبو ته جيلاني درگاهه جي اڱڻ ۾ اهل تشيح جو علم آويزا نظر ايندو ۽ پير ۾ سندن عبادت گاهه آهي، لڳ ڏيو بنڌين جي مسجد ۽ ڳجهه وَکن تي سوامي ٻائي ڪيمناٿ جو مندر ۽ هي قومي تحريڪ جو سنڌ هائوس." اقبال جڏهن اهو چوندو هجي ته ڪيڏو نه گيڙو ويس غزل آهي.

سائين عبدالواحد آريسر هڪ ڏينهن ڏگهڙي ۾ ڪچهري دوران شعر:

"سرخ گلابان دي موسم وچ قلان دي رنگ ڪالي"

جي تشريح ڪري سڄي محفل کي حيران ڪري ڇڏيو هو. آريسر صاحب چواڻي ته اعجاز منگي ٻن ان تشريح تي اچرج ۾ وٺجي ويو هو. سائين آريسر پاڻ پنهنجي شروع واري دور ۾ ڏگهڙي جي ميرن واري مدرسي ۾ پڻ ڪجهه وقت لاءِ پڙهيا هئا ۽ پاڻ وڏا اهل علم هئا.

شهيد بشير خان قريشي سان گڏ ڏگهڙي ۾ مهاجر مسجد ڪان شيدي پاڙي ايندي اسانکي اُماس رات جي وچين پهر ۾ شهيد سنڌ چيو هو ته "ماڻهو به سمجهندا هوندا ته پاڻ جئي سنڌ وارا به ڪي جن آهيون جو لوڪ ستو پيو آهي ۽ پاڻ گهٽين ۾ جيئي سنڌ جا نعرا هڻندا وتون ۽ تنهن مهل مونکي آئين لڳو جڏهن حليم باغي چئي رهيو هجي " چانڊوڪي ۾ چوڙا چڪ نه هڻندا هوندا؟" هُونءَ به سسئي جو پنڌ ته ڪرٽو ئي انهن کي آهي جن جي اندر ۾ اُڪير هجي اياز چيو آهي.

درياهه اندر جا دهشت آ، ڪنهن وقت قيامت ٿي ويندي،

ٿون مان رڳو هن سنڌو تي ، ڪا لهر اُڀاري ويندا سين.

۽ پوءِ شهيد سنڌ بشير خان قريشي جي اها جاکوڙ جي لهر پوري دنيا 23 مارچ تي ڪراچي ۾ انساني سمنڊ جي ڇولين جي روپ ۾ ڏٺي هئي.

۽ پاڻ اُن ميڙ ۾ حافظ نظاماڻي جي لفظن ۾ چئي ويو

ڪو آ رحمان جي پاسي!
ڪو آ ڀڳون جي پاس!
آئون سجدو انهيءَ کي ڏيان ،
جيڪو آ انسان جي پاسي!

۽ سندس شهادت پاڻ کي اهو درس به ڏنو ته اياز چواڻي

"سي ڪانئر ٻي ڪنهن ڪُڙم مَنجهان، جي پريت ڪري پڇتائن ٿا"

هو يگانو ۽ اَڻٽڪ مهندار هو. تڏهن ته آريسر صاحب هُن لاءِ چيو هو "چا ته شخص هو" آهڙن عظيم شخصيتن جي آماج گاهه ٻٽيل منهنجي شهر ڊگھڙي ۾ جڏهن مذهبي اُلاهه ٻرندي ٿو ڏسان ته منهنجو آندر ئي ڇڇو وڃي تازو هيل سال (2014ع ۾) حضرت علي جي ولادت واري ڏينهن کان ڪُجهه ڏينهن اڳ ڊگھڙي جي محمّدي چوڪ تي سپاه صحابه ۽ شيعن جُون ڏريون مذهبي نفرت سان ليس ٿي آمهون سامهون ٿئين ٿيون ته انتظاميه ته پريشان ٿئي ٿي پر اهل دل به پريشان ٿين ٿا. سال 2014ع ۾ ذري تان انساني رت جي هي انتهاءَ پسند راند ٿيندي ٿيندي ٽري ويئي، پر جي مستقبل ۾ ڪي مناسب حل نه ڳولهيا ويا ته ڪو قهر ٿي ويندو.

هي اها سنڌ آهي جنهن لاءِ سرويچ سجاولي منظر ڪشي ڪندي چيو هو

جنت الفردوس آهن ٻئي ڪنڌيون مهراڻ جُون.

مهرباني ڪري ان سرڳ ۾ ڪو نرڳ نه وجهو پاڻ کي ته سُتيءَ ئي مليل آهي هر ٻرک ۾ ساجن کي پرکڻ جي ڇو جو سڀ رنگ سانول آهي، تڏهن ته اياز چيو هو

تنهنجي ڪوثر توکي پهتي، مون کي ڏينم ڇَڏي،
ڪعبي ۾ ٻي ياد آچي ٿي مون کي ڪينجهر جي،

متان وري ڪنهن يوري ييل جي مَڙهه کي لحد مان ڪڍي روڊن تي گهيليو ڇاڪاڻ جو ايوب کوسي جو ڪو نظم ضمير ٻڌجي پوءِ سڄي حياتي ڏنگنيدو رهندو.

# الهہ بخش خان ولد سبوج خان نوحاڻي

## چاچي الهہ بخش خان نوحاڻي جي پيدائش 1947ع ۾ ٿي.

سندن ڳوٺ مريد خان نوحاڻي ديهہ A_161 تعلقو ڏگهڙي آهي. هي پاڻ ۾ چار ڀاءُ هئا مدد خان، محمد علي، الهہ بخش ۽ محمد قبول. سندن پاڙو نوحاڻي قبيلي ۾ سنجراڻي سڏجي ٿو.

چاچي الهہ بخش نوحاڻي کي ٽي پٽ ٿيا هئا ، جن ۾ شهيد عبدالمالڪ نوحاڻي ، محمود ۽ خان نوحاڻي پنهنجي پٽ شهيد عبدالمالڪ نوحاڻي جي زندگي تي روشني وجهندي چاچا الهہ بخش چوي ٿو تہ شهيد مالڪ جي تعليم فقط ٻہ ڪلاس هئي. هو انهن سالن جي ڄمار ۾ اسڪول ويو هو. ڪجهہ وقت لاءِ شهيد مالڪ مال ٻہ چاريو هو . پوءِ روزگار خاطر پاڻ ڪراچي ويو هو. جتي شفيق ملز ۾ ڪم ڪرڻ لڳو هو ۽ افضل نالي همراه سان گهر ۾ گڏ رهائش اختيار ڪئي هئس. پوءِ ان جي چوڙين جي دڪان تي ڪم پڻ ڪيس. ڪراچي ۾ تقريبن ڇهہ سال رهيو هو.

چاچو الهہ بخش اهو بہ چئي ٿو تہ شهيد عبدالمالڪ مون سان گڏ شهيد فاضل راهو جي جلسن ۾ هلندو هو . اسماعيل راهو بہ هن کي ڀائيندو هو. شهيد عبدالمالڪ جي شادي 1997_98 ۾ ٿي هئي. کيس چار پٽ ذيشان ، صعبان . فرحان، عرفان ۽ ٻہ نياڻين جو اولاد ٿيو هئس.

شهيد مالڪ نوحاڻي ڪوچن (پبلڪ ٽرانسپورٽ ) جي آڏي تہ ڪم ڪيو ۽ پوءِ ڪنڊيڪٽري جو ڪم پڻ ڪيئن.

چاچو الهه بخش ٽڏو شوڪارو پرندي چوي ٿو ته شهيد عبدالمالڪ نوحاڻي ڏک ڏيڻ وارو ڪم ڪڏهن به نه ڪندو هو. شهيد مالڪ جتي سنڌ ۽ عام ماڻهن لاءِ جدوجهد ڪندو هو اُتي هن پنهنجي ڳوٺ ۾ بجلي ۽ پڪو رستو منظور ڪرائي عمل ڪرائين ۽ ڳوٺ ۾ اسڪول جي پڪي بلڊنگ لاءِ ڀرپور ڪوشش ورتائين.

چاچي الهه بخش نوحاڻي جو اهو به چوڻ هو ته ڏاڏي جي وقت ۾ سندن گهراڻي جي زمين جي وڏي ايراضي هئي. ڪنهن وقت ۾ ڪُنب (لال چتو قبرستان ) جي چئوطرف هنن جي زمين جي ايراضي هئي ۽ هاڻ به 25 ايڪڙ زمين اٿن.

چاچا الهه بخش خان نوحاڻي جو فرزند ، شهيد عبدالمالڪ نوحاڻي ،ڏگهڙي جي سياسي ڪيتر ۾ هڪ نرالو ڪردار ٿي اڀريو هو .مسڪين ماروئڙن سان رهڻ ۽ انهن جي اهنجڻ جي اپٽار ڪرڻ ، هُن جي ضمير ۾ شامل هو.توڙي جو سندس تعلق ترقي پسند پارٽي سان هو. پر ڏگهڙي ۾ هو سيني سنڌ پرست پارٽين جو نمايا ڪردار هو، ۽ آئون هُن کي ڏگهڙي جو ننڍڙو شهيد بشير خان قريشي چوندو آهيان.

اهو پهرين آڪٽوبر جو اياڳو ڏينهن هو جڏهن جمهوريت جي دعويدار پيپلز پارٽي سنڌ دشمني وارو ٻٽو مقامي نظام سنڌ اسيمبلي جي قرادادا جي معرفت سنڌ مٿان ٿافي ماڻهن جا روح ئي روهڙي چڏيا هئا. جنهن تي سنڌ ۾ تحريڪ اُٿي، جنهن ۾ سنڌ جا چار ڳڀرو جوان شهيد ٿيا هئا . اُن ۾ ڏگهڙي جي ٽنڊوغلام علي روڊ تي ڊاڪٽر انور کتري جي ڪلنڪ اڳيان عبدالمالڪ نوحاڻي 03 آڪٽوبر 2012ع تي شهادت جو پيمانو پنهنجي لبن سان لاٿو هو.ان جدوجهد دوران ڏگهڙي لڳ رهندڙ هڪ ٻي نوجوان نالي شهادت جروار به ميرپورخاص ۾ شهادت ماڻي هئي. جنهن جو تعلق عوامي تحريڪ سان هو . شل سنڌ جون ماٺورون سڏا اهڙا پٽ ڄڻيون رهن جيڪي ساهه ڏئي ويسا ڏين ٿا .

ماڻهن جي نفرت کي ڏسندي جمهوريت جي ٺيڪيدارن 21 فيبروري 2013ع تي سنڌ اسيمبلي مان ٺي اهو بل واپس ورتو ۽ نفرت جا ڪارا داغ پنهنجي جسم تي سجايا.

## نوحاڻي قبيلو

هي قبيلو نوحاڻي بلوچ قبيلي سان تعلق رکي ٿو پنهنجي پاڻ کي رند قبيلي منجهان هجڻ جو سڏائي ٿو. بلوچ قبائل پنهنجو پاڻ کي شام ملڪ جي علائقي "حلب" جو سڏائن ٿا. مختلف تاريخي ڪتابن ۾ ذڪر اچي ٿو ته ، جڏهن واقع ڪربلا کان پوءِ اهلبيت کي شام قيدي ڪري آندو ويو ته مسلمانن ۾ تمام گهڻي ڪاوڙ جي لهر ڇانئجي وئي، جئين ته شام تي يزيد ۽ پوءِ سندس خاندان بنواميه جي حڪومت هئي، ۽ سندن رويو اهلبيت سان نامناسب رهيو ۽ اهلبيت تي سختيون ڪيون ويون. ۽ جنهن جي نتيجي ۾ مختلف وقتن تي اهلبيت هجرتون ڪيون، جيئن ته بلوچ قبائل اهلبيت جا حمايتي هئا، ۽ طرفدار به هئا. ان ڪري بلوچن جي شام ملڪ جي علائقي "حلب" کان لڏپلاڻ جو سلسلو جاري ٿيو. ۽ بلوچ اهلبيت سان گڏ ۽ پوءِ ڌار ڌار وقتن تي هجرتون ڪندا پهرين بغداد پوءِ فارس، بندرعباس ۽ بعد ۾ مڪران تائين پهتا ، جڏهن ته ڪجهه بلوچ قبائل ۽ ڪُرد قبائل ان واقعي کان اڳ ۾ مٿيئن علائقن ۾ موجود هئا. جن جو ڌنڌو مال مويشي چارڻ ۽ بادشاهن جي فوجي دستن ۾ شامل ٿيڻ هيو. ڪافي وقت انهن علائقن ۾ رهيا ،جڏهن سندن تعداد وڌي ويو ته ذريعه معاش جي قلت محسوس ٿيڻ لڳي ، ان ڪري ڪجهه بلوچ قبيلن سوچيو ته ذريعه معاش جي لاءِ وڏيڪ علائقن ۽ چراگاهون تلاش ڪجن ان ڪري 44 قبيلا مير جلال خان رند جي سرڪردگيءَ ۾ مڪران کان هجرت ڪري موجود بلوچستان جي علائقن ۾ اچي پهتا ،مقامي لنگهه تان سندن جهڙپون ٿيون. پر آخر فتحياب ٿيا، ۽ فتح ڪيل علائقا پاڻ ۾ ورهائي ڇڏيائون ۽ اُتي هر هڪ قبيلو پنهنجي پنهنجي ڍنگ سان زندگي گذارڻ لڳو فتح ڪيل علائقن کي ڪجهه هن طرح

ورهايو ويو. مثال طور رند قبيلو شورڻ ۾ آباد ٿيو لاشاري قبيلو گنداوهہ ۾ ڪوسا ڪيچ ۾ جتوئي قبيلو سٻي ۾ ۽ اهڙي طرح نوحاڻي قبيلو وري نليءَ ڳاج جي علائقن ۾ آباد ٿي ويو. بلوچ قبيلا ميرجلال خان، مير شهداد خان ۽ مير شهڪ خان رند جي دور تائين پرسڪون ۽ صلح سانت سان پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ رهيا، پر جڏهن مير چاڪر خان رند کي بلوچ قبيلن جوسردار چونڊڻ ۽ پڳ ٻڌائڻ جو وقت آيو تہ لاشاري قبيلي ۽ ڪجهہ ٻين بلوچ قبيلن ان تي اعتراف واريا.

پر اڪثريتي راءِ سان چاڪر خان رند کي بلوچ قبائل جو سردار چونڊيو ويو، لاشاري قبيلي ۽ سندس طرفدار قبيلن ان فيصلي کي دل سان قبول نہ ڪيو اڳتي هلي مير چاڪر خان رند ۽ لاشاري قبيلي جي سردار مير گهرام خان لاشاري جي وچ ۾ دلدار مائي گوهر جتڻ جي معمولي مسئلي تان ٻنهي قبيلن رند ۽ رند لاشاري جي وچ ۾ ڳالهہ جنگ ۽ جدل تائين پهچي وئي پهرين جهڙپون ۽ پوءِ باقائده جنگيون شروع ٿي ويون، بلوچ قبائل ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا، ڪجهہ رندن جا طرفدار تہ وري ڪي لاشارين جا طرفدار بيهي رهيا، جيڪي قبيلا اٽڪريا تي ويهي رهيا تن ۾ هي نليءَ ۽ ڳاج تي سڪونت اختيار ڪيل قبيلو نوحاڻي بہ شامل هيو ان وقت نوحاڻي قبيلي جي سردار عمرخان نوحاڻي جيڪو مير چاڪر خان رند جو پاڳيجو پڻ هيو تنهن اٽڪريو تي پهرين ٻنهي قبيلن کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، جڏهن رند ۽ لاشاري هوڏ تان نہ لٿا تہ پاڻ اٽڪريو تي رهڻ کي ترجيح ڏني رند ۽ لاشاري ڪيتري وقت تائين وڙهندا ۽ تباهہ ٿيندا رهيا.جڏهن تہ لاشارين جو پاسو ڪمزور ٿيڻ لڳو، تہ اُن وقت مير گهرام لاشاري جنگي چال ڪيڏندي سئو گهوڙي سميت سردار مير عمر خان نوحاڻي وٽ سام پوڻ لاءِ نلي اچي ويو سردار عمر خان ڪيس انڪار ڪري واپس روايو ٿيو واٽ تي ڪيس سردار ميرعمر خان نوحاڻي جو فرزند ڪلو خان نوحاڻي مليو جنهن ڪائنس حال احوال ورتا ۽ مايوسي جو سبب پڇيو جنهن تي گهرام لاشاري ڪيس سردار مير عمر خان وٽ سام تي وڃڻ ۽ نوحاڻي سردار جي

انڪار بابت ٻڌايو جنهن تي نوجوان مير ڪلي خان جو رت جوش کاڏو ۽ سام جهلڻ جي پڪ ڏياري واپس پنهنجي ڳوٺ نليءَ وٺي آيو سردار مير عمر خان تمام گهڻو ناراض ٿيو پر ڪلو خان ضد تان نہ لٿو. جنهن تي قبيلي جي ڪن پاڙن سندس حمايت ڪئي، جڏهن نوحاڻي قبيلي طرفان لاشاري جو ساٹ ڏيڻ جي خبر مير چاڪر خان رند کي پئي تہ تپي ڳاڙهو ٿي ويو ،سردار مير عمر خان نوحاڻي ڏانهن معيارون بہ موڪليائين ۽ وڏو لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو تہ جيئن نوحاڻين ۽ لاشارين کي عبرتناڪ سزا ڏئي سگهجي ، ان دوران ساڃاهہ وند رند بلوچ ۽ خاص ڪري بلوچي شاعر ۽ بهادر بيبورغ رند مير چاڪر خان رند کي ان جهيڙي ۽ نلي تي ڪاهہ ڪرڻ کان روڪڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ کيس چيو تہ سردار عمر خان نوحاڻي جي رڳن ۾ رند رت ڊوڙي رهيو آهي . هيءُ پنهنجو ئي رت وهائڻ جي مترادف آهي، اُن ڪري نليءَ تي حملہ آوَر ٿيو هوڏانهن نوحاڻي ۽ لاشاري جو گڏيل لشڪر بہ جنگ لاءِ تيار بيٺو هو بلوچي تاريخ جي هيءَ تباهہ ڪن جنگ شروع ٿي وئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ميدان لاشن سان ڀرجي ويو.

سردار مير چاڪر خان رند بهادر ۽ تلوار جا ڌڻي سڏائيندڙ جوڌا جوان جهڙوڪ بجاراڻي رند جو وڏو پيرو شاهہ بيبورغ رند (شاعر) مير هان رند ۽ ريجارڻ رند تلوارن جو کاڄ بڻجي ويا ۽ خود مير چاڪر خان رند زخمي ٿي گهوڙي تان ڪري پيو جنهن تي مير گهرام خان لاشاري جي لشڪر کيس مارڻ لاءِ ڄُلهہ ڪئي، پر نوحاڻين کيس بچائي ورتو. ۽ هڪ نوحاڻي جوڌي جوان کيس پنهنجو گهوڙو ڏنو ۽ زخمي چاڪر کي ڪٽي گهوڙي تي ويهاري اهو چئي جنگ جي ميدان تان صحيح سلامت ٻاهر ڪڍيو تہ "مير چاڪر همت هجنئين تہ وري اچجان" جنهن تي لاشاري ناراض پڻ ٿيا تہ ڇو دشمن زندهہ ڇڏيو ويو. شڪست خورده مير چاڪر خان پنهنجو سڀ ڪجهہ نليءَ جي ميدان ۾ تباهہ ڪرائي ويو هيو تنهن ۾ اها همت نہ هئي تہ وري ڪو رندي لشڪر گڏ ڪري وڙهي سگهي، اُن ڪري هرات جي بادشاهہ شاهہ حسين وٽ دربار ۾ وڃي رسيو ۽ اُن کان مدد طلب ڪيائين . پهرين تہ کيس

شاهه حسين بايقراهه جواب ڏنو پر گهڻي منٿ سماجت ۽ لالچ ڏيڻ کيس راضي ڪيو افغاني ،بادشاهه کيس زنون بيگ ارغون جو لشڪر ڏئي روانو ڪيو هاڻ چاڪر ڏارين کي پنهنجي ڌرتيءَ ماءُ کي لتاڙڻ ۽ پائرن کي تباهه ڪرائڻ لاءِ نليءَ ۽ گاج جي علائقن تي ڪاهه ڪرائي آيو نوحاڻي قبيلي توڙي لاشارين زنون بيگ ارغون کي منهن ڏيڻ لاءِ تلتيءَ ۾ اچي دولهه ڏرياءَ خان جي پناهه حاصل ڪيو گڏيل لشڪر سبيءَ وٽ رنديءَ ۽ ارغوني فوجن سان ٽڪر کاڌو زنون بيگ ارغون جو پٽ سلطان مارجي ويو ۽ لشڪر پسائي اختيار ڪئي، ۽ زنون بيگ ارغون وڏي تياري ڪرڻ لاءِ هرات هليو ويو هر وقت ڦيرو کاڌو زنون بيگ ارغون سُتت ئي محمد خان شيبانيءَ سان جهيڙيندي 1507ع ۾ مارجي ويو ظهيرالدين بابر ڪابل فتح ڪيو ۽ ارغونن کي هرات خالي ڪرڻ جو الٽيميٽم ڏنو ارغونن ڪجهه سال مهلت ورتي ۽ رندن سان رابطو ڪري موجوده بلوچستان ۾ داخل ٿيا، ٻي طرف ڄام نندو سمون جي وفات ٿي چڪي هئي ، ۽ ڄام فيروز تخت نشين ٿيندي ئي دولهه دريا خان کي ناراض ڪري وڌو ۽ اهو تلتيءَ ۾ پنهنجي جاگير ۾اچي رهيو جڏهن ارغونن جون فوجون زنون بيگ ارغون جي پٽ شاهه بيگ ارغون جي قيادت ۾ سنڌ جي سرحدن ۾ پهتو ته ڄام فيروز دولهه دريا خان وٽ راضي ڪرڻ لاءِ پهچي ويو آخر دولهه دريا خان دشمن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو. ان سنڌي لشڪر سان گڏ نوحاڻي ۽ لاشاري قبيلو به شامل ٿي ويو ڇو ته دولهه دريا خان جي قيادت ۾ ارغوني بلوچستان جي سرزمين هنن پنهي لاءِ تنگ ٿي چڪي هئي رندي ۽ ارغوني لشڪر سندن جاني دشمن هيو. لشڪر سان جنگ ۾ دولهه دريا خان شهيد ٿي ويو.۽ سنڌي لشڪر شڪست کاڌي ۽ ڄام فيروز ڀاڄ کائي وڃي ڪڇ ۾ پهتو. نوحاڻي ۽ لاشاري قبيلي جو به هتي ڪو به جيئدان نه رهيو ، ان ڪري اهي به وڃي ڪاٺياواڙ پهتا. لاشارين ۽ نوحاڻين گڏجي هڪ راڄواڙو (علائقو) فتح ڪيو ۽ اُتي پنهنجي زندگي گذر سفر ڪرڻ لڳا. هيڏانهن سنڌ تي مڪمل قبضي بعد ارغونن (ڪم ڪاغذ ڦاٽو) جي مصداق چاڪر رند کي بلوچستان جي علائقن مان

ڏوڙائي ڪڍيو ڪمزور مير چاڪر رند مهاڏو اٽڪائي نہ سگهيو ۽ وڃي ملتان جي سلطان حسين لانگاهہ وٽ پهتو جنهن ڪيس باقي زندگي گذارڻ لاءِ ساهيوال ۾ زمين جو ڪجهہ ٽڪرو ڏنو جنهن ۾ زندگي جا آخري ڏهاڙا گذاريائين اُتي ئي فوت ٿي ويو سنڌ تي وري شاهہ بيگ ارغون جو فرزند حسن بيگ ارغون حڪومت ڪرڻ لڳو. ان عرصي دوران نوحاڻي ۽ لاشاري قبيلو مڪمل طرح ڪانياواڙ ۾ ٿي رهڻ جو فيصلو ڪيو پر غريب حال لاشاري نوحاڻين سان گڏجي سنڌ ملڪ جو رُخ ڪيائون ۽ سنڌ جي سرحدن ۾ داخل ٿي جائزو وٺڻ لڳا. ۽ حالتون معلوم ڪرڻ لڳا ۽ ٿر جو ريگستان پار ڪري اچي ريگستان جي سرحدي علائقي موجود شهر ڏگهڙي جي ويجهو 8 ڪلو ميٽر اولهہ طرف پراڻي ڍوري ڪُنب جي ڪنڌي تي آباد ٿيا. جتي اڳ ۾ دل ذات جا فرد رهندا هئا. سنڌ جون حالتون پرسڪون ڏسي هتي ئي رهڻ جو فيصلو ڪيائون ۽ گڏوگڏ اهو بہ ذهن نشين ڪيائون تہ اگر خدانہ خواستہ ارغونن يا رندن يا مغلن ڪاهيو تہ هڪ رات جي مسافريءَ ڪانپوءِ ريگستان ۾ پناهہ وٺي سگهجي ٿو اُن ڪري ڍوري ڪنب تي رهائش اختيار ڪيائون ۽ ان ڪري ڪنب وارا نوحاڻي جي نالي سان سڏجڻ لڳا. جيئن تہ هي قبيلو ويڙهاڪ فطرت جو مالڪ هيو ان ڪري جيئن ئي مغل ڪمزور ٿيا ۽ ڪلهوڙن زور ورتو تہ هي قبيلو ڪلهوڙن جي فوج ۾ شامل ٿي ويو ۽ وڏيڪ ذريعہ معاش جي تلاش ۾ ڪنب کي ڇڏي هيڏانهن هوڏانهن پکڙڻ ۽ آباد ٿيڻ لڳو. هڪ ڳوٺ مان ڪئي ڳوٺ جنم وٺڻ لڳا. جهڙوڪ : ڳوٺ ڪنگورو جنهن ۾ سردار قبائلہ نوحاڻي ، رهي ٿو ڳوٺ ڪنڌ لڳ 32 ميل موريءِ ڳوٺ مائين لڳ ديهہ 170. ڳوٺ ڪرچ لڳ ڪڙيو گهنور ضلع بدين ، وغيره ۾ آباد ٿيا. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ڪلهوڙن ديره جات کان بلوچن جو ٽالپر قبيلو گهرايو ۽ فوجي عهدن تي معمور ڪيو اُن ڪري بلوچستان مان تمام گهڻا بلوچ قبيلا اچي سنڌ ۾ رسيا ۽ ڪلهوڙن جي فوج ۾ ڀرتي ٿي ويا ۽ اهڙي طرح هيءَ نوحاڻي قبيلو بہ ٽالپرن جي ڪمن ۾ اچي ويو جڏهن ڪلهوڙن ۽ ميرن ٽالپرن جي وچ ۾ اٽڪٽ شروع ٿي ۽ ڳالهہ وڃي مرڻ مارڻ

تائين پهتي تہ مير بهرام خان ٽالپر سندس هڪ فرزند ڪلهوڙن کان خطرو محسوس ڪندي حج تي روانو ڪيو تہ مير بجار ٽالپر اعتماد وارو ساٿي حاجي شهڪ نوحاڻي کي گڏ ساٿ ۾ ورتو ۽ ٻئي ڄڻا حج بيت الله روانہ ٿيا. پويان وري ميان سرفراز ڪلهوڙي مير بهرام ۽ سندس پيو پٽ صوبدار پري دربار ۾ مارائي ڇڏيا . ٽالپرن ٻين بلوچن جي مدد سان سرفراز ڪلهوڙي جي حويلي تي حملو ڪيو ميان سرفراز حيدرآباد نڪري ويو بلوچ مير بجار خان ٽالپر جو انتظار ڪرڻ لڳا. آخر مير بجار خان ٽالپر ۽ حاجي شهڪ نوحاڻي بہ حج بيت الله تان موٽي آيا . ٽالپرن بلوچ قبيلا گڏ ڪيا ۽ ڪلهوڙن سان لانياري ضلع سانگهڙ وٽ جنگ ڪئي. نوحاڻي قبيلي ڀرپور ان جنگ ۾ حصو ورتو ڪلهوڙن شڪت کاڌي، هاڻي مير بجار خان ٽالپر سمبل طور ڪلهوڙن کي گادي تي ويهاري باقي حڪومت جو ڪاروهنوار هٿ ۾ ڪٽي حڪومت ڪرڻ لڳو ان دوران نوحاڻين هٿان ڪجهہ جمالي قبيلي جا ماڻهو مارجي ويا. جمالي وچي مير بجار خان ٽالپر جي مامي جهان خان پرڳڙي وٽ دانهين ٿيا ۽ جهان خان ان جهيڙي ۾ ٽپي پيو مير بجار خان ٽالپر کيس روڪيو پر نہ مڙيو ۽ هلان ڪري حاجي شهڪ نوحاڻي جا ٻہ ڀائيٽا جيڪي فتح باغ (ماٿلي) جي ويجهو رهندا هئا. تن کي قتل ڪري ڇڏيو. نوحاڻين جهان خان جي ان اُرهہ زورائي جي دانهن مير بجار خان کي ڏني مير بجار خان کي گهرايو ۽ تنبيهہ ڪئي ۽ نوحاڻين سان فيصلو ڪرڻ جو چيو تہ جهان خان ڪاوڙجي پيو ۽ مير بجار خان جيڪو سندس ڀاڻيجو هيو تنهن سان جهڙپون ڏيندو دربار مان اٿي روانو ٿي ويو. مير بجار خان ناراض ٿي پيو ۽ حاجي شهڪ نوحاڻي جي فرزند رامڻ خان نوحاڻي کي اهو چئي لاچاري ظاهر ڪئي تہ توهان ڄاڻو تہ جهان خان ڄاڻي.پوءِ رامڻ خان گوٺ ڪُنب (تعلقو ڏگهڙي، ديهہ 161 يوسي پيرڻ ضلع ميرپورخاص ) هليو آيو جتي مختلف ڳوٺن جا نوحاڻي سڏيا ويا ۽ نوحاڻي قبيلي جي جنگي سردار حسيب خان نوحاڻي مير بجار خان ٽالپر جي مامي جهان خان پرڳڙي سان جنگ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آخر هن قبيلي جو لشڪر تيار ٿيو ۽

ٽنڊو جهان خان تي ڪاهي ويو ۽ گمبسان جي جنگ لڳي، ڪيترائي جوڌا جوان مارجي ويا آخر جهان خان پرڳڙي ۽ ٻئي طرف رامڻ خان نوحاڻي ٻه مارجي ويا ٽنڊو جهان خان کي باهه ڏئي ساڙيو ويو. جيڪو اڄ ڏينهن تائين قتل صورت ۾ ان جنگ جو نشان آهي، شهيد ٿيل نوحاڻين کي ڳوٺ ڪنب لڳ نوحاڻين جي قبرستان اولياءَ لال ڇتو ۾ دفن ڪيو ويو، مير بجار خان جي ناني ۽ جهانيان جي ماءُ بجار خان وٽ روڄ راڙو ڪيو آخر بجار خان ٽالپر پنهنجو فوجون موڪلي نوحاڻي قبيلي جا ڇهه عدد نالي وارا فرد گرفتار ڪرائي ماريا، جن ۾ مير بجار جو حج بيت الله وڃڻ وقت ساٿ ڏيندڙ حاجي شهڪ نوحاڻي ۽ نوحاڻين جو جنگي سردار حسيب خان ۽ سندس ڀائر جعفر خان توڙي هوت خان پڻ ٻڌي شهيد ڪرايا، نوحاڻين ميرن جو لشڪر ڇڏي ۽ اڇي پنهنجن پنهنجن ماڳن تي رهيا، ڪجهه ڏينهن بعد مير بجار ٽالپر عمرڪوٽ جي قبضه خور جوڌپور راجه جي موڪليل ٻائي سپاهين ڪن جي ڳالهه ٻڌائڻ بهاني مير بجار کي زخمي ڪري وڌو، بجار آخري وقت اچڻ تي سندس پٽ عبدالله خان ٽالپور کي سڏيو ۽ چيو جوڌپور جي راجا کان عمرڪوٽ نه وٺي سگهيس، ۽ نوحاڻي ٻڌي مارايم اهو سور وٺي ٿو وڃان، ۽ عبدالله کي چيائين ته نوحاڻي جيئن به راضي ٿين تيئن ڪجان ۽ عمرڪوٽ ضرور فتح ڪجان ۽ پوءِ عبدالله ٽالپر قرآن شريف نوحاڻين وٽ ميڙ ڪٺي آيو ۽ نوحاڻين خون بخش ڪيا، ۽ وري ٽالپرن جي فوج ۾ شامل ٿي ويا، عمرڪوٽ تي مير عبدالله خان ٽالپر نوحاڻين کي ساڻ ڪري فوجون وٺي عمرڪوٽ ويو راجه جا سپاهي ڪوٽ خالي ڪري ڀڄي ويا، اهڙي طرح نوحاڻي وري ميرن ٽالپرن جي سپاهه جو حصو بڻجي ويا، جڏهن ٽالپرن مير فتح علي خان جي اڳواڻي ۾ هالاڻيءَ وٽ جنگ ڪئي ته به نوحاڻي قبيلو ميرن ٽالپرن جي ڪمان ۾ جنگ ۾ جوهر ڏيکاريا، هي قبيلو ٽالپرن جي شاخ مانڪاڻي سان گڏ رهيو، جڏهن مير ٿاري خان مانڪاڻي ۽ مير محمد خان جي وچ ۾ ول واري جنگ لڳي ته هي قبيلو مير ٿاري خان ٽالپر جي ڪمان ۾ شهداداڻي ٽالپرن جي خلاف وڙهيو جڏهن مياڻيءَ جي

جنگ لڳي ته هن قبيلي جا ڪيترائي فرد شهيد ٿيا جهڙوڪ شاهڻ خان سندس ڀائر غلام حسين ، براهم . ٻجار ۽ مرزا خان ، امير بخش ، غلام حيدر وغيره وغيره ، جڏهن وري مير شير محمد ماڻڪاڻي جنگ جو تبل وڄايو ته وري 300 نوحاڻين هن جنگ ۾ شامل ٿي شهيد ٿي ويا.جهڙوڪ : علڻ خان، ٻلوخان ، بلوش خان ، وغيره وغيره ، اڄ به ڏبي جي ميدان تي شهيد هوش محمد شيديءَ سان گڏ به جرنيل نوحاڻين جون تربتون ساکي آهن ته آخر ۾ هوش محمد شيديءَ گڏ نوحاڻي قبيلي جا فرد ٿي بهادريءَ جا جوهر ڏيکاري رهيا هئا، هن قبيلي نوحاڻي ماضيءَ جيان ڌرتيءَ سان وري به ويساه گهاتي نه ڪئي، ۽ ساه ڏيئي ويساه قائم رکيو ٽالپرن جنگ هارائڻ کان بعد انگريزن کان رعايتون حاصل ڪيون ۽ انهن جي پيروي ڪندي ڪجهه ٻين بلوچ قبيلن پڻ رعايتون ورتيون ۽ مراعاتون حاصل ڪري امير ۽ نواب ٿي ويا پر هي قبيلو ڪڏهن به انگريزن جو ڪنهن به وقت ساٿاري نه رهيو اُن ڪري انگريزن سڄي دور ۾ تڪليفن ۾ رهيو جڏهن انگريزن جي خلاف حُر تحريڪ شروع ٿي ته هيءَ قبيلو وري حُرن جي طرفدار ٿي ويو ۽ کين پناهون ڏيڻ لڳو ڪيترائي ناميارا حُر فقير هتي اچي پناه وٺندا هئا، جهڙوڪ مهڪاڻي فقير مريد مهڪاڻي وغيره جن جي ڪري انگريز سرڪار ڏمر جي حُرن کي پناه ڏيڻ جي عيوض نوحاڻين جي سردار حاجي شاه محمد نوحاڻي ۽ سندس ڀائرن کي قيد ڪري گم ڪري ڇڏيو جيڪي ڪيترن ئي عرصي دوران گم هئا آخر ۾ ملتاني پير مخدوم مُريد حسين قريشي جي زور ڀرڻ تي کين ظاهر ڪري ڪورٽن حوالي ڪري ڪيس داخل ڪري جلين ۾ واڙيو ويو ان کان علاوه حُر فقيرن دائم ڪوري ،ڏنو ڪوري وغيره کي پڻ هن قبيلي ڪنب تي پناه ڏني،

جيئن ته اڳ ۾ ئي ذڪر ٿي چڪو آهي ته هيءَ قبيلو ماڻڪاڻي ميرن سان گڏ رهيو ، انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ ڪانپوءِ هن قبيلي جا فرد ماڻڪاڻي ميرن وٽ نوڪري ڪرڻ لڳا، ماڻڪاڻي ميرن کين زمينن جي سنڀال لاءِ ذاتي دوستن ۾ کين رکيو، پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ زرعي سڌارا آيا ،

جاگيردارن جون جاگيرون تني وييون ۽ ميرن جون بہ جاگيرون ختم ٿيون، نوحاڻين هڪ ايڪڙ بہ نہ ورتو ۽ ٽالپرن وٽ وڃي ڪانئن پڇاءَ ڪئي تہ زمينون ڪنجن پيون، اسان لاءِ ڇا حڪم آهي تہ ٽالپرن کين بہ اجازت ڏني تہ توهان بہ جيڪڏهن زمينون کڻڻ چاهيو تہ وڃي کڻو ڇو تہ اهي زمينون هاڻ اسان جون ناهن رهيون. پوءِ هن قبيلي زمينون کڻڻ شروع ڪيون ۽ موجوده وقت تعلقہ ڏگهڙي ۾ هن قبيلي وٽ 10000 هزار ايڪڙ زمين ۽ 14 واٽر ڪورس پنهنجا آهن. جنهن تي آبادي ڪري پنهنجو پيٽ گذر ڪن ٿا.

سچي سنڌي قوم وانگين هن قبيلي ۾ بہ تعليم جي کوٽ آهي، سنڌس اڪثريت اڻ پڙهيل هجڻ ڪري سدائين ٻين جي هٿان استعمال ٿيندا رهيا آهن . جنهن جو مثال ماضيءَ قريب ۾ پراڻي چرچ تي عبدالمالڪ نوحاني کي شهيد ڪيو ويو. هاڻي هن قبيلي جا باشعور فرد مختلف سياسي تنظيمن ۽ پارٽين ۾ پڻ حصو وٺي رهيا آهن ۽ ان ڪري هاڻي سندن لاڙو تعليم ڏانهن پڻ ٿيندو پيو وڃي . ڪجهہ عرصو اڳ هي قبيلو مالداري هجڻ ڪري چراگاهن ڏانهن لڏپلاڻ بہ ڪندو هو پر پاڪستان ٺهڻ بعد زرعي اصلاحات جي نتيجي ۾ زمينون ملڻ ڪري هڪ هنڌ آباد ٿيندو پيو وڃي ۽ ان ڪري سندن ڳوٺن ۾ اسڪول کلڻ پيا ۽ تعليم وٺي رهيا آهن.

وزيراعظم محمد خان جوڻيجو جي دور ۾ قبيلي جي سردار دودو خان نوحاڻي ڪافي ڪوششون وٺي ڳوٺ ڪنگورو ۾ هاءِ اسڪول کولرايو ۽ انهيءَ انقلابي قدم جي ڪري پڻ ڪيترائي ٻار ان مان پڙهي پنهنجي مستقبل سڌاري ۽ سنواري رهيا آهن. ان بعد ڳوٺ ڪُنب ۾ پڻ تازو مڊل اسڪول قائم ٿيو آهي ، ان کان علاوه سيني ڳوٺن ۾ تقريبن پرائمري اسڪول قائم آهن جن ۾ ٻار تعليم جي زيور سان آراستہ ٿي رهيا آهن.

هن قبيلي جي فردن ۾ صلاحيتن جي ڪابہ کوٽ نہ آهي، جهالت واريون روايتون جو هجڻ سندن ترقي ۾ رڪاوٽ جو باعث بڻجي رهيو آهي، جنهن سان بہ وفا ڪندا آهن ، آخري حد تائين هليا ويندا آهن . ان ۾ نفعي

نقصان جو ڪو نہ سوچين جيل کي پيو گهر ڪري چوندا آهن ، هن قبيلي جو فرد اگر هڪ دفعي جيل ياترا نہ ڪري تہ ان کي مڙس ڪري نہ مڃيندا آهن. پلاند ڪرڻ سندس روايتن ۾ شامل آهي. اگر ڪنهن پلاند نہ ڪيو تہ عورتون ان کي گهر ۾ تعنا ۽ مِهڻا ڏينديون آهن. ۽ سندس ٽڪر پاڻي ايستائين حرام ڪري ڇڏينديون آهن, جيستائين پلاند نہ ڪندو آهي. ان ڪري ڪافي جهيڙا جهڳڙا ان سبب ڪري بہ ٿيا آهن ،نوحاڻي قبيلي جا فرد پنهنجن رستن ۽ رسمن جا رکوالا ۽ امين آهن. هيٿارن جو شوق تمام گهڻو اٿن سندن سڃاڻپ جو هٿيار ڪهاڙي اٿن اُن ڪري هتي جا ڪهاڙين ٺاهڻ وارا ڪاريا (لوهار) بہ ان ڪم کي سٺو ڄاڻن اُن ڪري هن علائقي جون ڪهاڙيون پوري سنڌ ۾ مشهور آهن. خاص ڪري ٽنڊو غلام علي جا ڪاريا ان ڪم جا ماهر ليکيا وڃن ٿا. پر هاڻي وقت گذرڻ سان گڏوگڏ ڪهاڙي جي جاءِ ٻيا آٽوميٽڪ هٿيار والاريندا پيا وڃن لباس ۾ ۽ شڪل شبيهہ سندن اڪثر ڪري پهراڻ ڏاڙهي ۽ پٽڪو سڃاڻپ هئي. گهر ۾ عورتون ڪجهہ وقت اڳ ۾ گگهو استعمال ڪنديون هيون ، پر هاڻي پهراڻ، پٽڪي ۽ ڏاڙهي وانگي اهو بہ گهٽجندو پيو وڃي.

هن قبيلي ۾ ڪيترائي شاعر ۽ سگهڙ بہ پيدا ٿيا آهن. مثال طور شاهو فقير مرزو نوحاڻي ، سردار حاجي شاهہ محمد خان نوحاڻي ، اُستاد سجاول نوحاڻي ، مولوي سردار الدين نوحاڻي. گبر خان ، ميرهان خان نوحاڻي ، منو نوحاڻي ، رامڻ خان نوحاڻي ، علي محمد نوحاڻي ، خليفو محمود نوحاڻي، فقير ڏٽي بخش نوحاڻي وغيره وغيره.

هن قبيلي ۾ تمام گهڻي لطيف شناسي بہ آهي ، هن قبيلي جا مرد توڙي عورتون لطيف جا پارکو ۽ حافظ آهن. سندن ڪچهريون جو موضوع اڪثر ڪري لطيف سرڪار هوندو آهي ، لطيف جي بيت کانسواءِ ڪچهري اڌوري سمجهن ،نوحاڻي قبيلي جا ڪيترائي فرد لطيف دسترس رکن ، مثال طور فقير ڏٽي بخش ڳوٺ ڪُنب لطيف جو عاشق ۽ حافظ هيو خيلفو محمود نوحاڻي ۽ اُستاد سجاول جا راڳائي ٿي گذريا آهن.حاجي حسيب

خان نوحاڻي ۽ سردار دودو خان نوحاڻي پڻ لطيف جا پارکو ۽ سندس شاعريءَ سان عشق رکندڙ هئا, موجوده وقت ۾ ماستر نواز علي نوحاڻي, علي محمد نوحاڻي ,نواب خان نوحاڻي , اسماعيل نوحاڻي وغيره لطيف جا پارکو ۽ حافظ آهن,

نوحاڻي قبيلي جي فردن کي گائڪ بہ اهو وڻي جيڪو لطيف کي ڳائي , ان ڪري زياده تر سندن ڪچهريون توڙي ڪاڄن ۾ سواءِ ڪڇي برادرن يعني اُستاد منو ڪڇي , عثمان ڪڇي ڪانسواءِ ٻيو نہ گهرائيندا هئا, سندن ڪاڄن ۾ اگر ڪنهن فنڪار لطيف جو بيت ڪجهه پڙهيو تہ جڻ اُن جي شامت اچي وئي, پوءِ اُن جا سازئيندا بند ۽ مٿس جُٺ ٿيندي شروع گائڪيءَ جي سُرن مان بہ سٺو ڄاڻن , سنگيت جي ڪلاسيڪي توڙي نيم ڪلاسيڪي گائيڪي مان بہ ڄاڻن ۽ سمجهن ,مذهب سان سندن لڳاءُ فطري آهي, هن قبيلي ۾ ڪيترائي مولوي ۽ عالم سڳورا پيدا ٿيا آهن, نالي وارو عالم ۽ بزرگ مولوي عبدالحي نوحاڻي آف ڪنگورو پنهنجي دور جو تمام وڏو جيد عالم هيو جنهن جون دين لاءِ تمام گهڻيون خدمتون هيون,پاڻ انگريزن خلاف اٿندڙ تحريڪن ۾ ڀرپور حصو ورتائين , جهڙوڪ , تحريڪ خلافت ۾ حصو ورتائين ان بعد پاڻ جميعت علماءِ هندجي پليٽ فارم تان تمام گهڻو سرگرم رهيو , جڏهن مڪي ۽ مديني تي شاهہ سعود حاڪم ٿي آيو , جنهن تي هندستان جي مسلمانن ۾ تشويش پيدا ٿي ۽ انڊوپاڪ مان علمائن جو هڪ وفد تيار ڪري شاهہ سعود سان ڳالهين لاءِ موڪليو ويو , جنهن ۾ مولوي عبدالحي نوحاڻي بہ ميمبر طور شريڪ هيو جميعت علماءِ هند جي طرفان تعلقہ ڏگهڙي جا عهديدار پڻ رهيا, ان کان علاوه پاڻ ڪيترن ئي مدرسن جو بنياد پڻ رکيائون , جهڙوڪ 1900ع ۾ مير غلام حيدر جي مدد سان ڏگهڙي ۾ مولوي عبدالحي نوحاڻي ۽ سندس ساٿي عالم مولوي عبدالواحد خاصخيلي مدرسي جو بنياد وڌو جيڪو اڄ بہ "ميرن جو مدرسو" نالي قائم آهي ۽ ڪيترائي سوين شاگرد ديني علم سان منور ٿي رهيا آهن.

ان کان علاوه ڪنگورو ۾ سندس ڳوٺ هڪ وڏي مدرسي جو بنياد رکيائين ، جنهن مان پڻ هزارين شاگرد فارغ تحيصل ٿيا.

جيئي سنڌ محاذ جو باني عبدالواحيد آريسَر به مولوي عبدالحيءَ جي مدرسي جو شاگرد رهي چڪو آهي، سڄي سنڌ ۾ هن مدرسي جا شاگرد پکڙيل آهن، ان کان علاوه پرپاسي جي ڀيڻ ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ سندس مدرسي مان فارغ ٿيل عالم پڙهائڻ جو ڪم سر انجام ڏنو سنجر چانگ جي ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ مولوي صاحب جي شاگردن ننڍا وڏا مدرسا قائم ڪيا ۽ دين جي تعليم ڏني ، ڍگهڙيءَ جي ويجهو عبدالرشيد ابڙينگ جي ڳوٺ ۾ پڻ مولوي صاحب جي مدرسي جي شاگرد عالمن ذرس تدريسي جو ڪم ڪيو.

اڄ به مولوي صاحب جي ان ٻاريل لاٽ کي سندس پوٽو عالم مولوي خان محمد نوحاڻي صاحب جاري ۽ ساري رکيو پيو اچي، پاڻ تمام وڏو عالم ۽ طبيعتن حليم ، سہاجهو، ملڻ ساز ۽ گهڻ سونهون انسان آهي.

قبيلي نوحاڻي جا فرد ڪڪڙن توڙي ڪُتن جا تمام وڏا شوقين آهن سندن ڪڪڙ توڙي ڪُتا پوري سنڌ ۾ اڄ به مشهور آهن. وٽن ڪڪڙن توڙي ڪُتن جا ڀلا نسل آهن، وڏن وڏن مقابلن ۾ پوري سنڌ ۾ سندن ڪڪڙ توڙي ڪُتا مقابلن ۾ حصو وٺندا آهن..

ان کان علاوه ڀلن گهوڙن جا به شوقين ڪجهه وقت اڳي هر فرد وٽ ڀلو گهوڙو ضرور هوندو هو اڄ به رئيس حاجي غلام الله خان نوحاڻي آف ڪُنب وٽ 5 عدد گهوڙا هڪ ئي وقت موجود آهن، جن مان 2 گهوڙا اڄ به سنڌ ۾ ڀهرين جوڙ ۾ پڇن ٿا، ان کان علاوه هن قبيلي جا فرد مينهن ڍڳين ، ٻڪرين ، توڙي رڍن جا ڌڻ ڌارين ٿا، ۽ تمام وڏا ڀاڳيا آهن وٽن ڀلي نسل جا پاڏا ، ڍڳا ، گهوڙا وغيره آهن.

هن قبيلي جا ماڻهو تمام گهڻو مهمان نواز پڻ آهن ، هر ڳوٺ ۾ جيترا گهر اتيريون ئي اوطاقون هونديون اٿن، سندن اوطاق تي هر وقت مهمان پيا ايندا ويندا آئي جو آڌت سندن ريت آهي.

دنيا جي ريتن رسمن کان باغين کي پناهہ ڏيڻ کي فخر سمجهن شادين مرادين توڙي غم جي وقت سندن گيت توڙي اوسارا اڄ انهن بلوچي روايتن جا امين ڏسبا.

اڄ هن قبيلي ۾ ڪجهہ لکيل پڙهيل شخصيتن جي ڪري پراڻو طريقو ختم ٿيڻ ڏانهن وڃي رهيو آهي ۽ تعليم ڏي رجحان وڌي رهيو آهي، جيڪو سٺو سنوڻ لڳي ٿو.

(هي قلمي نسخو محمد رمضان نوحاڻي کان مليو.)

## جهان خان پرڳڙي

ڪامريڊ مير محمد ٽالپر ٽنڊوڄام وارو لکي ٿو تہ ”سنڌ جو پهريون حڪمران مير فتح علي ٽالپر هو جنهن کي حاڪم بنائڻ ۾ ٽن ماڻهن جو اهم هٿ هو، هڪڙو رئيس قيصر خان نظاماڻي ٻيو اميد علي خان جمالي ٽيون جهان خان پرڳڙي

مير فتح علي کي سنڌ جو حاڪم ٿيڻ کانپوءِ اها ڳڻتي ٿي پئي ڪٿي ائين نہ ٿئي مونکان هي تخت ڦري وٺن . انڪري هُن انهن کي مارائڻ جو سوچيو جنهن ڊپ کان قيصر خان نظاماڻي جيسلمير ڏي ڀڄي ويو، اميد علي خان کي سندس خاندان سوڌو مير مارائي ڇڏيو سندن قبا نواب شاهہ کان ٻن ميلن تي واقع آهن.

جهان خان پرڳڙي کي مارائڻ لاءِ ڏگهڙي طرف ويٺل نوحاڻين کي چيو ويو. نوحاڻين رات جو پرڳڙين جي ڳوٺ تي ڪاهہ ڪئي . اتفاق سان جهان خان ڳوٺ ۾ ڪونہ هو پر نوحاڻين جي خوف کان پرڳڙي ڊنا ڪونہ جيڪو ٿي گهران نڪتو تنهن چيو ٿي آئون آهيان جهان خان اهڙي ريت صبوح تائين 80 کن پرڳڙي شهيد ٿي ويا ، صبوح جو جهان خان ڳوٺ پهچي نوحاڻين کي چيو آئون آهيان جهان خان، هنن بي گناهن کي ڇو ماريو اٿو، نوحاڻين ڏڪ هڻين جهان خان کي بہ شهيد ڪيو گل شاهہ قبرستان ويجهو

شيخ پرڪيو روڊ تي سيني شهيدن جون قبرون موجود آهن (ڪتاب موچارا مُنهن، ڪارامُنهن، ڪامريڊ ميرمحمد ٽالپر ص 134_135_2000ع).

پرڳڙين جو اهو قبرستان شهيدن جو قبرستان سڏجي ٿو. جيڪو حيدرآباد کان پنج، ڇهه ڪلوميٽرن جي پنڌ تي تنبو غلام حيدر جي ڏاڪٽي چيڙي تي موجوده گل شاهه جي درگاهه جي اوپر ۾ شيخ پرڪيو روڊ تي واقع آهي. تنبوغلام حيدر به دراصل غلام حيدر پرڳڙي جي نالي سان منسوب آهي. پرڳڙين جو اهو قبرستان هاڻ ابتر حالت آهي. جيڪو هڪ مٽيءَ جي دڙي تي ڳٽتي جوڳي صورت ۾ موجود آهي. چوطرف سِرن واري ٻنو معافيا مٽيءَ ڪٽي رهي آهي. ان قبرستان ۾ جوڙيل قبرن جا مٿيان حصا گهٽي ڀاڳي پنهنجي قبرن واري هنڌ کان هيٺ ڪري پيا آهن. پر تنهن هوندي به انهن حصن تي درج ٿيل تاريخون اڃا آرام سان پڙهي سگهجن ٿيون: ۽ جهان خان پرڳڙي جا وارث هاڻ اُتي ڪونه ٿا رهن لڏي دوڙ نواب شاهه جي طرف ويل آهن.

قبرستان ۾ هون ته قبرن جو ڳاڻيٽو مختصر وڃي رهيو آهي، پر تن ۾ به اڪثريت هڪڙي تاريخ واري قبرن جي ملي ٿي. سا تاريخ آهي 11 محرم 1212 هجري (بمطابق جولاءِ 1797ع) تحرير نالا هن ريت آهن. شهيد جهان خان پرڳڙي، شهيد حسن پرڳڙي، شهيد رستم خان پرڳڙي شهيد عبدالله پرڳڙي، شهيد حمزو پرڳڙي، شهيد محمد خان پرڳڙي ۽ شهيد غلام محمد پرڳڙي اچي وڃن ٿا. ممڪن آهي شهيدن جون ڪجهه قبرون ٻيون به هجن ۽ ڪجهه قبرون شهيد لفظ کان بغير به آهن. بيشڪ سي نوحاڻي ڏگهڙي جي ڪنب جي طرف جا هئا، پر تن نوحاڻين جي پوئيرن جو چوڻ آهي ته تنهن وقت مرندڙ پرڳڙين جو تعداد سورانهن، سترانهن مَس هو. ۽ تي نوحاڻي ٻـڙان جهڙي ۾ مارجي ويا هئا. هو وڏيڪ چون ٿا ته اهو قصو سينو به سينو اسان وٽ دهرائبو اچي ٿو. جنهن تحت اهو واقعو مير بجار جي وقت جو آهي، ۽ جهان خان پرڳڙي مير بجار جو مامون هو. اُن جهان خان پرڳڙي جمالين ۽ نوحاڻين جي جهيڙي جي وچ ۾ پئي جمالين جي طرف وٺي

نوحاڻين جا ٽيٰ همراهَ ماريا هئا. جنهن پلاند ۾ نوحاڻين جهان خان پرڳڙي ۽ سندن درجن کن همرائن کي ماريو هو. ۽ نوحاڻين جي اڳواڻي ڪندڙ رامڻ نوحاڻي جيڪو حاجي شهڪ خان نوحاڻي جو پٽ هو سو به ان جهيڙي ۾ مارجي ويو هو جنهن جي قبر به ڏگهڙي لڳ نوحاڻين جي ڪنب قبرستان ۾ موجود آهي .نوحاڻي وڏيڪ ٻڌائين ٿا ته پوءِ ميربجار نوحاڻين جا ڇهه کن همراهَ مامي جهان خان پرڳڙي جي پلاند ۾ ٻڌي مارايا. بعد ۾ ميربجار جي پٽ مير عبدالله پنهنجي والد مير بجار جي وصيت موجب نوحاڻين کي پرچايو هو.

هاڻ ڏسون ته مير بجار 1194 هجري مطابق 1781ع ۾ جوڌپوري (ڪوڪڙي) هٿان مارجي ويو آهي (ڏسو ڪتاب_ ٽالپرن جي تاريخ پهرين ڇڀاري) پيو ته مير بجار جي والد مير بهرام ٽالپر جون به شاديون هيون. هڪ مري ذات مان ٻي نظاماڻي ذات مان ڪيس مري ديري مان مير بجار ۽ مير صوبدار نالي به پٽ ٿيا هئا.جڏهن ته نظاماڻي ديري مان هڪ پٽ محمود نالي هئس (ڪتاب اِيضن) مقصد جهان خان پرڳڙي مير بجار جو مامون نه هو.

دراصل جيڪا شيءِ مونجهارو پيدا ڪري پئي سا اها ته مير بجار جي دؤر ۾ ميرن وٽ سپه سالاري ته آهي پر ڪا دربار نه آهي ۽ نه ئي تڏهن مير سنڌ جا تخت ڌڻي آهن . ۽ مير بجار 1781ع ۾ مارجي ويو آهي ۽ جهان خان پرڳڙي جي قبر تي وفات جي تاريخ 11 محرم 1212 هجري جولاءِ 1797ع آهي. پل ڪٽي اسان چئون ته ميرن فرحت جي وقت ۾ پرڳڙين جون قبرون ٻڌايون هونديون.

۽ اُهي مير شعيه هئا ان ڪري محرم ۾ قبرون ٻڌايون هوندن. پر تاريخون ڇو تبديل ڪن هئا؟ ۽ شعيه 11 محرم نه بلڪ پهرين تاريخ کان 9 محرم تائين نئي سر ساليانه ڪچيون قبرون ٻڌائيندا آهن ۽ روز عشوره (10 محرم) کانپوءِ اهو ڪم نه ڪندا آهن.

جنهن جو مطلب نوحاڻين ۽ پرڳڙين جو جهيڙو اصل ٿيو ٿي جولاءِ 1797ع ۾ آهي. جيڪو مير فتح علي جو دؤر آهي. ۽ نڪوئي مير فتح علي جا ماماڻا پرڳڙي آهن.

اهو قصو آهي ته ڊگهڙي جي نوحاڻين سان واڳيل، پر ڪٿي ڪامريڊ مير محمد ٽالپر جو بيان پري ٿيندو وڃي پيو ته ڪٿي وري نوحاڻين جون ساروڻيون حال حقيقت کان پري بيٺل نظر اچن ٿيون.

# ماستر خير محمد ولد محمد مريد چانڊيو
# قومي عوامي تحريڪ

### هن جي تاريخ پيدائش 1960-6-10 آهي

ڏگهڙي لڳ ٽنڊو غلام علي جي روڊ طرف نوحاٽين جي اولهه ۾ چانڊيا ذات جا ماڻهو آباد آهن جنهن لاءِ ماستر خير محمد چانڊيو جو چوڻ آهي ته منو چانڊيو ڳوٺ جيڪو هاڻ جهان خان چانڊيو ڳوٺ سڏجي ٿو سو اسان جي ذات جي ماڻهن جو آڳاٽو ڳوٺ آهي. هتي آباد چانڊيا اڪثر بدين جي شهر ڪوسڪي جي ديهه انگڙيوال کان آيا آهن. ۽ سندن اچڻ جو وقت تقريبن انگريز دؤر آهي.

چانڊين ۾ حاجي نور حسن چانڊيو جو به وڏو ڳوٺ آهي. حاجي نورحسن پيپلز پارٽي سان تعلق رکي ٿو ، پاڻ ڏگهو عرصو ضلعي مير پورخاص ۾ پ پ پ جي طرفان ڊسٽرڪ صدر پڻ رهيا آهن ۽ ڏگهڙي شهر ۾ ڪامريڊ شمشاد راڻا جي شاپ تي حاجي نورحسن چانڊيو جو ميل ميلاپ ۽ ڪچهريون ڪندي وڏو وقت گذريو آهي. ماستر منظور چانڊيو جيڪو پ. ٽ . الف جو مرڪزي عهديدار آهي. سو به هڪ منفرد شخصيت آهي ۽ ماستر مرتضيٰ چانڊيو سندس ننڍي قد وارا ڀائر ۽ ماستر ايوب چانڊيو حاجي نور حسن جا تمام ويجها عزيز آهن. هتان جا چانڊيا سنڌ جي اُتر وانگر گرم مزاج جا نه آهن. سادگي پسند ۽ ڏاڍا صابرين ۽ سُلجهيل آهن. توڙي جو سندن گهڻائي پ پ پ سان سياسي طور وابستگي رکي ٿي پوءِ به اندر ۾ قوم پرست آهن.

## دنبالو

پٽيالا لفظ جي معنيٰ آهي دنبالو جنهن جو انگريزي هم معنيٰ لفظ ٽيندو (a fter Behind) وغيره جنهن جو مطلب آهي ته هن شهر جي ماڳ جي پهرين انتخاب تي نه پر ٻئي تي شهر جي اڏاوت ڪئي وئي.

( سنڌ جو مهراڻ، راوتي / عطا محمد ڀنڀرو_ ص 157_ سال 1995ع)

ڏگھڙي شهر جي اولهه ۾ ٽنڊو غلام علي روڊ تي دنبالو نالي سان ٻه وسطيون موجود آهن. هڪ پراڻو دنبالو ۽ ٻيو نئون دنبالو.هڪ جمڙاؤ واهه تي ۽ ٻيو نصير واهه تي موزين جي شڪل ۾ موجود آهن. نئون دنبالو ته هاڻ هڪ شهر ٿيندو وڃي.جتي زوار بوزدار رهي ٿو.

## ڳوٺ صوفن شاهه

آسي سالن کان وڏي چمار رکندڙ يار محمد ولد عبدالرشيد چيليو ويٺل ڳوٺ صوفن شاهه لڳ ڏگھڙي. يارمحمد سان اسان جي ڪچهري تاريخ 30 نومبر 2012ع تي ڳوٺ صوفن شاهه ۾ ٿي.

يار محمد چيليي جو چوڻ هو ته اسين ڏگھڙي ۾ تقريبن پاڪستان جي ٺهڻ کان ڪجهه سال اڳ ۾ آيا هئاسين.

يارمحمد چوي ٿو ته موجوده وقت ۾ جتي هينئر مير حاجي محمد حيات ٽالپر جي اوطاق وارو بنگلو آهي اُتي اسان جي آڳاٽي رهائش هئي. مير روڊ جي ٻي طرف جتي مير زاهد حسين ٽالپر جي گاڏين جا تنبيلا آهن. ان طرف ويٺل هئا. پوءِ اتان لڏي اسين هت ڳوٺ صوفن شاهه ۾ آياسين.

صوفن شاهه ڳوٺ جو اصل نالو نواز علي شاهه آهي. سيد نواز علي شاهه , سيد مريد شاهه جو فرزند هو. ڏگھڙي جي مريد شاخ تي سيد مريد شاهه جو نالو رکيل آهي.

نواز علي شاهه وٽ زمين جي حوالي سان 5,6 واٽرن جي ايراضي هئي.

سيد صوفن شاهه نواز علي شاهه جو ننڍو هو صوفن شاهه وارا اصل هندستان جا وينل هئا. سيد نواز علي شاهه رهارس (ٻاڙمير) هندستان مان سيد صوفن شاهه جي ساليءَ سان شادي ڪئي هئي.

صوفن شاهه جڏهن هندستان کان لڏي ڳوٺ نواز علي شاهه مائي ۾ آيو ته هتِ هارپو ڪرڻ لڳو هو. يارمحمد چيليي چواڻي ته مون هن کي ٻه ڍڳا، هڪ 17 روپين ۾، ٻيو 24 روپين ۾ وٺرائي ڏنا هئا.

سيد نواز علي شاهه کي هڪ نياڻي جو اولاد هو سيد نواز علي شاهه جي وفات کان پوءِ هن جي گهر ۾ ڪو مرد نه بچو هو. نواز علي شاهه جي گهر واري (جيڪا اصل ٻاڙميري جي هئي) کي 17 بلاڪ، زمين مان حصو مليو هو جيڪو به هن جي مائٽن وڪڻي ڇڏيو هو پوءِ نواز علي شاهه جي گهرواري به گذاري ويئي. باقي وڃي نواز علي شاهه جي نياڻي بي بي امام زادي بچي، سموري ملڪيت ان جي حوالي ٿي. ان دوران هندستان کان لڏي آيل بي بي امام زادي جي ماسيءَ جو گهر وارو سيد صوفن شاهه هت هارپو ڪرڻ لڳو هو. سيد نواز علي شاهه جي گهر ۾ جڏهن ته ڪو مرد زنده نه بچو هو ته سيد وڏل شاهه (مير پور خاص وارو) انهي زمين جي مالڪي جي دعوا ڪيس ذريعي داخل ڪئي، ڪيس هليو، بي بي امام زاديءَ سان گڏ سندس ماسيءَ جو گهر وارو سيد صوفن شاهه مددگار ٿي بيٺو ۽ انهي جو ساٿ مير حاجي غلام حيدر ٽالپر پڻ ڏنو، سامهون ڌر سيد وڏل شاهه جي صورت ۾ هئي.

هڪ ڏينهن مير حاجي غلام حيدر ٽالپر سيد صوفن شاهه کي اچي مبارڪون ڏنيون ته پاڻ ڪيس کٽي وياسين.

(ڪامريڊ ميرمحمد ٽالپر ٽنڊي ڄام وارو پنهنجي بهترين تصنيف "موچارا منهن، ڪارا منهن" ۾ لکي ٿو ته "بي بي صاحب پنهنجي مائٽن جي خوف کان اچي مير حاجي غلام حيدر ٽالپر جي ديري ۾ پناهه ورتي هئي. بي بي صاحب جيترو وقت ديري ۾ هئي، مير صاحب ديري ۾ نه ويندا هئا. اوطاق تي رهندا هئا.)

ان وقت هڪ اندازي موجب سيد نواز علي شاهه جي زمين چار هزار ايڪڙن جي قريب هئي.

ان دوران سيد صوفن شاهه جو پيٽيو سيد علي شاهه به هندستان مان لڏي هت آيو هو اهو موالي ۽ عياش قسم جو شخص هو جنهن هت اچي ڪافي ماڻهن کي نشي ۽ عياشي جي عادتن سان لڳايو.

سيد صوفن شاهه کي ٽي پٽ گل شاهه، جڙيل شاهه ۽ شير شاهه جي نالن سان هئا ۽ هڪ نياڻي جو اولاد پڻ هئس.

صوفن شاهه پنهنجي نياڻي جو سڱ پنهنجي بيٽيوئي موالي سيد علي شاهه جي پٽ علي اڪبر شاهه کي ڏنو هو.

سيد صوفن شاهه جي نياڻي سيد علي اڪبر شاهه جي گهر واري بي بي وڏيل، اڄا حال حيات آهي.

صوفن شاهه جي سيدن کان نشي ۽ عياشي سموري ملڪيت پڳڙن مٿ تي وڪڻائي ڇڏي، اهڙي ريت هي ڳوٺ سيد نواز علي شاهه عرف ڳوٺ صوفن شاهه سيدن جو عبرت ڪداهه بڻجي ويو هاڻ ته تعلقي ڏگهڙي ۾ صرف سندن يونين ڪائونسل صوفن شاهه جي نالي سان آهي.

يارمحمد چيليو وڏيڪ چئي ٿو ته چيليا ذات سمن جي نک آهي. اصل ٺٽي جا هئا، هڪ سمي همراهه پنهنجي نياڻي جي شادي ۾ ڏيج ۾ سون جي چُلهه ڏني، جنهن تان اهو پاڙو چُلهيا سڏيو ويو اڄان به ٺٽي جي طرف چيلهيا ذات جا ماڻهون ويٺا آهن. اهي ئي ڏگهڙي ايندي تي پيا چيليا.

رٽائيرڊ سب انسپيڪٽر محمد حسن دل يار محمد چيليئي جي ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي چوي ٿو ته چيليا ته اصل ٺٽي جا هئا پر اسان جو آڳاتو ڳوٺ ڪنگورو شاخ جي موري کان ميرن جي لانڍي ويندڙ روڊ تي لڳ ڏبڪي جي نالي موجود آهي. اسان جو ڏاڏو محمد اسماعيل، گهرو تڪرار تان ڪاوڙجي لڏي پراڻ جي ڪپ تي ڳوٺ دونهائي واري پاسي فقيرن جي ڪڏ وٽ ويٺو جتي اڄان به اسان جي وڏن جي ڊٺل گهرن جا نشان موجود آهن.

محمد حسن جو وڏيڪ چوڻ هو تہ اسان جا مائٽ 1901ع کان اڳ پراڻ تي فقيرن جي کڏ واري ڳوٺ مان لڏي اچي هت هن ڳوٺ نواز علي شاھہ مائي (صوفن شاھہ) ۾ ويٺا. هت چيلين سان سڱاوتيون ڪيائون، تڏهن هت چيليا اڪثريت ۾ هئا دل ذات جا ماڻهو ٿورا هئا انڪري دل بہ چيلين سان ملي چيليا سڏجڻ لڳا. محمد حسن جو ڏاڏو اسماعيل، جنهن کي عبدالواحد نالي پٽ هو عبدالواحد جي اولاد آهي، حاجي اشرف، اسماعيل، محمد حسن ۽ ڊاڪٽر عبدالجبار دل.

محمد حسن چوي ٿو تہ متارو ۽ سندس پٽ ماسٽر منظور ذات جا چيليا آهن، ۽ اسان جو گهراڻون ۽ سپاهي عبدالغفار ٽوڙي سندس پاءُ مختيار سڀ ذات جا دل آهيون.

(هن ڪچهري ۾ عبدالطيف خاصخيلي مون سان گڏ هو.)

## حفيظ رحمان ولد افضل آرائين نمبردار

هي 15 جنوري 2013ع جو ڏينهن هو اقبال ۽ آئون ڳوٺ ديهہ A_170 ۾ پهتا هئاسين. جتي اسان جي ملاقات حفيظ الرحمان آرائين سان رٿيل پروگرام تحت ٿي هئي.

حفيظ اسان کي گهر جي اڳڻ ۾ لڳل ڪرسين تي اچي ويهاريو ٽوڙي جو منهنجي هن سان پهرين ملاقات هئي، پر هو مونکي ملندي شرط هڪ ملڻهار ۽ خوش طبعيت شخص لڳو.

حفيظ پڇڻ تي ٻڌايو تہ اسان جو هي ڳوٺ ديهہ A_170 منهنجي ڏاڏي حاجي خير محمد آرائين 1901ع ۾ هت اچي ٻڌو هو. اسان جو ڏاڏو پهرين جلندر ۾ رهندو هو پوءِ لڏي فيصل آباد آيو ۽ پوءِ اتان کان لڏي هن موجوده هنڌ يعني ڊگهڙي شهر جي اولهہ ڏکڻ ۾ ڳوٺ ٻڌي اچي ويٺو. ان ڏينهن کان ٿي هن ڳوٺ جو نالو حاجي خير محمد آرائين ۽ ڳوٺ جي پوسٽ آفيس جي اسٽمپ تي پڻ اهو نالو درج آهي. پر اڪثر سڏجي A_170 ٿو.

اسان جي ڏاڏي جو ڏگھڙي لڳ هن ڳوٺ ۾ اچڻ ۽ رهڻ جو مقصد ايگريڪلچر هو. سرڪار هُن کي هٿ گھرائي 16 ايڪڙ زمين مفت ڏني ۽ ٻي زمين پڻ آسان قسطن ۾ ڏني هئي.

حاجي خير محمد آرائين کي ٽن پٽن ۽ ٻن نياڻين جو اولاد ٿيو هو وڏو پٽ حافظ محمد افضل آرائين ، ٻيو حافظ عبدالحق ، ٽيو عبدالخالق آرائين جيڪو پڻ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو هو.

افضل آرائين شروعاتي چار ڪلاسن جي تعليم حاصل ڪئي پوءِ سنڌ مدرسته الاسلام ڪراچي ويو . افضل آرائين نمبردار ، جو جنم 28 ڊسمبر 1906ع ۾ ٿيو هو ۽ وفات 1973ع ۾ ڪيائين ميٽرڪ کان پوءِ جيئن ئي ياراهين ڪلاس ۾ آيو ته سندس والد حاجي خير محمد وفات ڪري ويو جنهن سبب گھر جو سڄو وزن افضل جي ڪُلهن تي اچي ويو. انڪري هو پنهنجي تعليم اڌ ۾ ڇڏي ڳوٺ موٽي آيو. گھر جي ذميواري سان گڏ ڳوٺ جي ذميواري به سنڀاليائين. ڳوٺ ۾ پهرين مڊل اسڪول کولرايائين پوءِ اُن کي اپ گريڊ ڪرائي هاءِ اسڪول جو درجو ڏيارائين ، جيڪو اڄ تائين پڻ موجود آهي. افضل آرائين هڪ سماجي شخصيت هو. ماڻهن جي ڪمن سانگي سڄو سڄو ڏينهن گھر کان ٻاهر رهندو هو. اهو ئي سبب آهي جو افضل آرائين ڏگھڙي شهر کان به اڳ پنهنجي ڳوٺ ۾ هاءِ اسڪول کولرايو . اهو اسڪول ان وقت پوري ضلعي ٿرپارڪر ۾ چوٿين نمبر تي هو اسڪول جي افتاح جو وقت 1952ع ڌاري آهي. تنهن وقت اسڪول لاءِ سرڪاري بلڊنگ نه هئي ، جنهن سبب افضل آرائين ان اسڪول لاءِ پنهنجي گھر جا ڪمرا مهيا ڪيا هئا. ان اسڪول ۾ تنهن وقت ۾ 250 شاگرد تعليم پرائيندا هئا. هاسٽل لاءِ ڳوٺ ۾ موجود اوطاقون ميسر ڪيون ويون هيون ، جتي شاگردن کي راهيو ويندو هو.

حفيظ آرائين چوي ٿو ته افضل نمبردار ڏگھڙي شهر ۾ پڻ زمين ورتي هئي، جيڪا ڏگھڙي جي محمدي چوڪ کان ٿيندي موجوده بلوچ پاڙي جي لڳ تائين هئي. درحقيقت اها ٻني ايگريڪلچر لاءِ ورتي هئي پر پوءِ شهر

جوحصو تي ويئي. حفيظ اهو بہ چوي ٿو تہ ڏگهڙي شهر ۾ ٽنڊوباگو روڊ تي وڏي پارڪ لڳ موجوده قبرستان جي زمين افضل آرائين عام ماڻهن لاءِ ڊونيٽ ڪئي هئي. ڏگهڙي شهر ۾ جانورن جي اسپتال لاءِ زمين پڻ افضل آرائين ڏني هئي. جنهن تي پوءِ عمارت تعمير ٿي.

افضل آرائين آخري وقت تائين ضلعي ڪائونسل جو ميمبر رهيو. ضلعي ۾ ٽي۔بي ايسوئشن جو پڻ ميمبر ٿي رهيو هو پر گهڻو عرصو مارڪيٽ ڪميٽي جو ميمبر ٿي رهيو هو. سندس سماجي خدمتن جي ڪري ڳوٺ جا ماڻهو سدائين هُن سان گڏ هوندا هئا. پاڻ وڏين برساتن يا ڏڪئي وقت ۾ دل کولي ماڻهن جي مدد ڪندا هئا.

ڳوٺ ديهہ 170۔A (خيرمحمد آرائين) ۾ اڳ گهٽيون 40 فٽ رستا 60 فٽ ۽ مين روڊ 80 فٽ جا هئا.سڄو ڳوٺ رٿابندي تحت جڙيل هو. اڳ ڳوٺ ۾ ڪڇين ۽ ميگهواڙن جا پنج، ست گهر هوندا هئا، پوءِ انهن جي آبادي وڌي آهي. اهي ماڻهو مزدوري سانگي هت آيا هئا.

ڳوٺ ۾ افضل نمبردار وٽ اڪثر سرڪاري عملدار ايندا هئا. سياستدان ايوب کهڙو ۽ حسين شهيد سروردي سان نمبردار جو گهرو تعلق رهيو هو. افضل نمبردار گهوڙي تي سواري ڪندا هئا حفيظ اهو بہ چوي ٿو تہ 1960ع ڌاري نمبردار موٽرڪار ورتي هئي، پر جيئن تہ ڏگهڙي کان ڳوٺ تائين رستو ڪچو ۽ خراب هجڻ ڪري ڪار ڪي اڪثر ڏگهڙي شهر ۾ بيهاريو ويندو هو.

ڪار کي وڙلي ڳوٺ آڻڻ پوندو هو تہ دمبالو کان جمڙاؤ واهہ جي پٽڙي وٺي آندو ويندو هو.

ڏگهڙي کان ديهہ 170 واي رستي تي چوڌري حاجي رحمت الله ديهہ 178 واري ٽالهي جا ڪافي وڻ لڳايا هئا.

افضل آرائين کي پڻ ٽن پٽن ۽ ٻن نياڻين جو اولاد هو. جن ۾ پهريون ڊاڪٽر خليل الرحمٰن. جيڪو آئي اسپيشلسٽ هو ٻيو حبيب الرحمٰن جيڪو پرائمري اسڪول ۾ هيڊ ماستر هو ۽ ٽيو حفيظ الرحمن ، جيڪو پڻ

B,E انجنيئر رهيو ۽ ست اٺ سال واپڊا ۾ پرائيويٽ نوڪري به ڪيائين پوءِ سڄي هندستان جو سير پڻ ڪري آيو هو.

حفيظ وڏيڪ ٻڌائي ٿو ته سندن پڙ ڏاڏو خليل احمد آرائين برٽس ريلوي ۾ وٽرنري ڪمپاؤڊر ٿي رهيو. جنهن دوران هُن يوگنڊا ۾ نوڪري ڪئي هئي . حفيظ چوي ٿو ته جلندر ۾ پيپل زمين سندس ڏاڏو مسجد ۽ مدرسي کي گفٽ ڪري آيو هو. هو اهو به چوي ٿو ته ڊگهڙي شهر ۾ قبرستان لڳ ويٺل بروهي ذات جي ماڻهن کي هن پلاٽ مُفت ۾ ڏنا هئا.

حفيظ آرائين اسان کي ڪچهري ۾ اُباريل بيضا ۽ چانهه پياري ۽ ماني لاءِ تمام گهڻو زور ڀريو پر اسان حفيظ پاران سندس والد محمد افضل آرائين جي معلومات ڏيڻ تي ٿورا مڃيا ۽ ماني کان معذرت ڪري موڪلايو.

## ڳوٺ ڪنڊو پنهور

هن ڳوٺ جي پولنگ اليڪشن جي حوالي سان ڊگهڙي شهر ۾ هڪ پرچار رکي ٿي.

غلام نبي ولد خير محمد پنهور ٻڌائي ٿو ته اسان جو ڳوٺ 1901ع کان پوءِ جو آهي ۽ هو وڏيڪ صرف ايترو ٿو چئي ته منهنجو ڏاڏو مهر پنهور هو ۽ ان جي والد جو نالو ملهار هو.

## ڳوٺ فقير اسماعيل جوڻيجو

ڊگهڙي کان ٽنڊو باگو روڊ تي ويندي ڪجهه ئي ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي مريد شاخ تي موري اچي ٿي جنهن کي جوڻيجن جي موري چيو وڃي ٿو. موري پهچندڙ رستي جي هڪ طرف فقير اسماعيل جوڻيجو جو ڳوٺ ته ٻي طرف خير محمد جوڻيجو جو ڳوٺ واقع آهي.

عبدالڪريم ولد مراد علي جوڻيجو ، جنهن جي تاريخ پيدائش 1952ع آهي. جنهن جو چوڻ هو ته هن ڳوٺ جا اڪثر وڏا بدين ضلعي جي

شهر ترائي جا رهندڙ هئا.جتان ڏگهڙي لڳ ڳوٺ صوفن شاهه ۾ اچي ويٺا ۽ پوءِ اُتان لڏي هي ڳوٺ فقير اسماعيل جوڻيجو ٻڌائون.

فقير قائم جوڻيجو وارا 1945ع ڌاري جهڏي کان لڏي آيا آهن فقير اسماعيل صوفن شاهه ۾ سيدن جي حويلي جي چوڪي (چوڪيداري) ڪندو هو جتي هڪ چور نالي حسين چيليو فقير جي سيني ۾ ڪهاڙي واهي ڪڍي هئي جيڪا ڳن تائين فقير جي ڇاتي ۾ لهي ويئي هئي.

فقيرمالوند جو شوق رکندو هو. اوطاق به زبردست هلايائين . پوءَ فقير 150ايڪڙ زمين جو زميندار به بنجي ويو هو. ان ڳوٺ ۾ 70 سالہ ابراهيم شيدي ۽ نمر ماڇي وارا پڻ رهندا هئا.

محمد جوڻيجو جو چوڻ هو ته سندس والد خير محمد جوڻيجو اصل ڳوٺ پنهل جو راڄ لڳ سانگهڙ ۾ رهندو هو جتان لڏي ڳوٺ صوفن شاهه ۾ آيو ۽ پوءِ فقير اسماعيل جوڻيجو جي ڳوٺ جي اُير ۾ پنهنجي نالي سان ڳوٺ ٻڌائين .

محمد ولد خير محمد جوڻيجو جي تاريخ پيدائش 1972ع آهي.هوطبيعتن انتهائي سپاجهو ۽ صاف گو پڻ آهي ۽ محنت ڪشش اهڙو جو پنهنجي ٻني ۾ پاڻ هارپو ڪرڻ سان گڏ موٽرسائيڪل تي هڪ ڏينهن ۾ ڏگهڙي کان ننگر پارڪر تائين به تي موٽي اچي ٿو.

اهڙي طرح هت ٽنڊو غلام علي روڊ لڳ وڏيري غلام نبي جوڻيجي جو ڳوٺ به آهي. غلام نبي جي پٽ جو نالو عبدالجبار جوڻيجو آهي.

## ڏگهڙيءَ لڳ ڪارو دڙو

ڪارو دڙو کي "چچ نامي" ۾ ڪارمتي يعني ڪاري مٽيءَ لکيو ويو آهي، لکيل آهي ته (جاهين بن برسايدراوت ديبل جي قلعي مان نڪري (1) اوپرندي مهراڻ جي ويجهو پهتوجنهن کي ڪارمتي چوندا هئا.) ڪارمتي جو علائقو موجوده ڏگهڙي شهر ۽ صوفي آباد جي ڏکڻ ۾ ٽي ميلن تي آهي .جتي ايجا تائين هن جا کنڊرات موجود آهن. ۽ هت هڪ ڳوٺ کي

ٻه ڪارو دوڙ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. اهو ڪارو دڙو اڳ ڪبڙ شاهه جي نالي سان سڏبو هو.

1. اوپرندو مهراڻ = هاڪڙو واهندو پراڻ .ساڳيون هڪ ٿي آهي، جيڪو ڏگهڙي لڳ ڳوٺ راڻو رمداڻ جي پر ڏيئي دونهاؤ شريف وچي رهيو آهي.

## ڪارياڻو

جون جي 5 تاريخ 2015ع هئي جڏهن اسان اقبال جت ۽ محمد جوڻيجو سان گڏجي ڏگهڙي جي ڏکڻ طرف ٽنڊوياگو روڊ تي .ڪارياڻو جي تاريخ جا ورق اٿلائڻ لاءِ اُسهون ٿا . اسانجي پهرين منزل اڪبر پرڳڙي جي اوطاق هئي.هي اوطاق خلوص جي رنگن ۾ ائين رچيل هئي جيئن ٽڪراڻي رلي. هن تر ۾ هن اوطاق کي سنڌ هائوس به چيو ويندو آهي. اڪبر پرڳڙي شهيد شاهه عنايت جي درگاهه جو پاندئيڙو ۽ سائين جي ايم سيد جو پيروڪار آهي. هن تي مساوات جي ميگهه ملهار جو رنگ چڙهيل آهي اتي ٿي اسانجو ماستر صوفي الهبچايو جروار سان پروگرام رٿيل هو.صوفي جي گلي ۾ هميشه گيڙو ويس لٽوائين پيو لٽڪندو آهي جيئن الفت پري مورت جا چڳ هجن ۽ هوا سان پيا ڪيڏارون ڪن.

مطلب هي فرد بي غرض پيار جي .گلشن جا اُهي ڦل آهن جن جي سرهاڻ پري کان محسوس ٿي سگهبي.اسانجي پهچڻ شرط ڪلي ڪيڪاريو ويو اڪبر جا بزرگ به اوطاق تي آيل مهمانن سان ڪمال جي قربت سان ملن ٿا. ايتري ۾ صوفي الهبچايو به سانوڻ مينهن جيان اچي وٺو ڏيٺ ويٺ ڪانپوءِ اسان اڳيان لاءِ صوفي جي اڳواڻي ۾ ڪاهيون ٿا .اسانجي منزل سرمست لغاري جا پڊ آهن.

سرمست لغاري جو ڳوٺ ڏگهڙي شهر کان 19 ڪلوميٽر ڏکڻ ۾آهي جيئن مراد فقير جي درگاهه اُڪري ٿورو اڳتي وڃبو ته پراڻو پڪو روڊ اولهه ۾ ڏيئي شهر طرف مڙي وڃي ٿو ۽ نئون پڪو روڊ سڌو ڏکڻ وڃي هلبو ته اتي ٿي

اوير ۾ قبرستان آهي ۽ ان روڊ جي اولهه ۾ پڙا اچن ٿا. جيڪي هاٽي پٽ پوندا وڃن ٿا جن لاءِ چيو ويو تہ اهو اڳوٺو ڳوٺ ڪارياٺو آهي. ان پڙن جي ڀڪ ۾ ڪنيارن جو ڳوٺ موجود آهي ،جنهن کي احمد ڪنيار ڳوٺ چون . اُن ڳوٺ جو شفيع محمد ڪنيار سلجهيل ۽ صوفي منش انسان آهي والد جو نالو دائود ڪنيار اٿس جنم جي تاريخ 10 اپريل 1968ع اٿس هو ٻڌائي ٿو تہ اسانجو اصل ڳوٺ ماتلي لڳ جهيجا رهيو هو وڏا اتان لڏي هت آيا هئا.

هو ٻڌائي ٿو تہ ڪارياٺو جيڪو قتل دڙي جي صورت ۾ موجود آهي ان جي نالي سان هن علائقي کي تپو ڪارياٺو ديهہ ڪارياٺو ۽ يونين ڪائونسل ڏاڏاهہ سڏيو وڃي ٿو شفيع محمد ڪنيار وڌيڪ چوي ٿو تہ هت سرمست لغاري جي وڏيءَ جاگير هئي. هو سيد راضي شاهہ لڪياري جو مريد هو ۽ ظالم قسم جو شخص هوندو هو.سندس جاگير جي سنڀال الهہ رکيو خاصخيلي ڪندو هو - هڪ واري سرمست لغاري پنهنجي مرشد راضي شاهہ جي دعوت ڪئي راضي شاهہ نئون ڪوٽ کان هن طرف اچي رهيو هو تہ رستي ۾ لنڊن جو ڳوٺ پيو ٿي اتي لنڊن راضي شاهہ کي ايلاز ڪري رات ترسائي ورتو.پويان سرمست لغاري مرشد جو انتظام ڪندو رهيو ،سرمست لغاري وڏو جاگيردار هئڻ سان گڏ مغرور قسم جو ماڻهو هو ،سائين جي نہ پهچڻ تي هن کي مٺان لڳي. صبح جو جڏهن راضي شاهہ پهتو تہ سرمست لغاري مرشد جو آدرياءَ ڪرڻ جي بجاءِ پري کان ڏسندي چيائين تہ "هلو لنڊڙين جا يار" ان روايت لاءِ شفيع ڪنيار معمور يوسفاڻي جو ڪتاب "مهراڻي جو مور" پڙ ڏيکاري ٿو جنهن ۾ اها روايت رقم ٿيل آهي ،ان جملي سان راضي شاهہ کي ڪاوڙ لڳي ۽ اوطاق جي در تان ئي واپس موٽيو.جنهن سبب اهو چيو وڃي ٿو تہ راضي شاهہ جي پاراتي سان ئي سرمست لغاري جو زوال شروع ٿيو ۽ پوءِ سرمست لغاري وفات ڪري ويو ،چون ٿا تہ هُن جي موت بہ ٻئي هنڌ تي هئي دفن بہ هت ڪونهي سرمست لغاري جي پٽ جي قبر هت موجود آهي.

شفيع محمد جو وڏيڪ چورڻ آهي ته هن تر ۾ جروارن کي سرمست لغاري جي جاگير واري زمين جي هارپي لاءِ الهه رکيو خاصخيلي جاتي شهر کان هت آندو هو.الهرکيو خاصخيلي سرمست لغاري جي جاگير سنڀاليندڙ هو.شفيع محمد دعويٰ ڪري ٿو ته سر مست لغاري جي وفات کانپوءِ جروار الهرکئي خاصخيلي کي ڪٽي ڪري زمين تي قابض ٿي ويهي رهيا.

شفيع محمد اهو به چوي ٿو ته جڏهن راضي شاهه سرمست لغاري کان ناراض ٿي واپس پئي ويو ته رستي ۾ان جي گهوڙي جي واڳ ڪرم خان جروار اچي جهلي هئي سائين کي پاڻ وٽ رهايائين ۽ پنهنجي گهوڙيءَ به ڏني هئائين، هو اهو به چوي ٿو ته ڪارياٽو ۾ اڳ لغاري دلواٽي، واٽيا ڪنيار ۽ سک رهندا هئا. (پوءِ ان ۾جروار ،پرڳڙي ٽالپر ۽ ڪولهي وغيره به اچي رهيا ) شفيع ڪنيار هت موجود خاڪي پير لاءِ ٻڌائي ٿو ته هت اڳ هڪ همراهه رهندو هو جنهن کان ڪير اچي پڇندو هو ته تون ڪير آهين ته موٽ ۾ هو صرف اهو چوندو هو ته آئون خاڪي آهيان يعني انسان يا بندو( واضح رهي ته خاڪي پير جي حوالي سان ٻي درگاهه جهڏو شهر جي لڳ به آهي).

ڪارياٽو ڳوٺ جي ايراضي لاءِ شفيع محمد جو چورڻ آهي ته هي ڳوٺ 64 کان 80 ايڪڙن تي مشتمل رهيو هو.

(پاڻ جڏهن سيد راضي شاهه پاران سرمست لغاري کي ڏنل پاراتي جو وقت ڪٿيندا سين ته هٿين نظر ايندو، راضي شاهه جي پيدائش 1754ع ۽ وفات 1844ع آهي پاڻ جملي 90 سال ڄمار ماڻين .ڪارياٽي جي پٽن تي اچڻ وقت سندن ڄمار 45 سالن کان 50 سالن تائين رهي هوندن،اهو دور 1799ع کان 1804ع جو ٿئي ٿو. يعني ٽالپرن جي صاحبي جو دور .راضي شاهه پنهنجي چوٿين شادي 60 سالن جي ڄمار ۾ڪئي آهي، مطلب نئون ڪوٽ ۾ ميرن جي قلعي جي تعمير وقت 1814ع ۾ سندن اُهي سهريجا ڪا مڙيا سيد هئا.)

شفيح محمد ڪنڀار کان موڪلائي اسان اڃان به ڏکڻ ۾ ڏاڏاهه ڳوٺ جي پڊن تي پهچون ٿا گرمي ۾ شدت ۽ زمين ڪلراٺيل آهي سڄ چڙهڻ نيزي پاند اچي ويو هجي، ڏاڏاهه جي پٽ ڪانپوءِ اسان ڳوٺ غلام نبي جروار ۾ اچون ٿا جتي ماستر غلام نبي جروار سان رهاڻ ڪرڻي هئي ، سائين غلام نبي جروار جي تاريخ پيدائش 04 جولائي 1939ع آهي هو چوي ٿو ته ڪارياڻو راضي شاهه جي پاراتي سان ڦتو هو ڪارياڻي ڳوٺ جي هنڌ اڳ وڏو دڙو هو هاڻ گهٽجي ننڍڙو ٿي پيو آهي . سرڪاري انگن اکرن ۾ اهو ڳوٺ 72 ايڪڙن ۾ درج ٿيل آهي هي ڳوٺ اصل ۾ ڪلهوڙا دور کان به اڳ جو چيو وڃي ٿو.

هتي جيڪا علي آباد شاخ آهي سو اڳوڻو سرفراز واهه هو،جنهن سان هن پٽ کي پاڻي ملندو هو(ڪتاب سنڌ جي جاگيرن ۾ اچي ٿو ته سرفراز واهه وڃي ٽنڊي باگي تعلقي جون زمينون آباد ڪندو هو ) "اهو رڪارڊ به انگريزن جو مرتب ٿيل آهي " موجوده وقت ۾علي آباد شاخ به لکي موري وٽان نڪري پئي، سرفراز واهه کان به اڳ هتان لڪاڏنو واهه گذرندو هو. جنهن جا پڊا اولهه ۾ دلواڻي ڳوٺ ۽ غلام شاهه ڳوٺ وٽ ڏسي سگهجن ٿا هن جي ٿيل ٽيڊي موري وٽان پراڻ ۾ هئي سرفراز ڪلهوڙي جي وقت ۾ جڏهن سرفراز واهه ٺهيو ته ان کي به لڪاڏنو واهه جي پٽن تان گذاريو ويو ظاهر آهي تنهن وقت ۾ اڳوڻو لڪاڏنو واهه ختم ٿي ويل هوندو.لڪاڏني واهه جي دڙ ۾ ان اندر ڀيڙيون هلنديون هيون پوءِ سرفراز واهه آيو ۽ سرفراز واهه ڪانپوءِ انگريزن انهيءَ هنڌان علي آباد شاخ گذاري.

( ان مان اها ڳالهه به ظاهر ٿي ته سرفراز واهه جو وجود ڏگهڙي شهر ۾ هو ئي ڪونه اهو اولهه ۾ به لکي موري کان ٿيندو ڪارياڻو، ڏاڏاهه جا پٽ ۽ ٽيڊي موري کان وڃي پراڻ ۾ چوڙ ڪندو هو ) جروارن جي حوالي سان ماستر غلام نبي جروار ٻڌائي ٿو ته الهرکيو خاصخيلي سرمست لغاري جي وفات ڪانپوءِ به سندس جاگير سنڀاليندو رهيو هن جي جروارن مان شادي ٿيل هئي، پوءِ الهه رکيو گذاري ويو ان ڪانپوءِ انجي گهر واري به گذاري ويئي

جنهنڪري سرمست لغاري جي جاگير سبب جروارن ۾ دلواٽين وچ ۾ ڦڏو ٿي پيو ڪيس ٽنڊو محمد خان جي ڪورٽ ۾ هليو ،جروارن جو وڪيل ڏيول رام هو ڪيس جروارن کٽيو اهو دور حمل خان جروار ۾ لشڪري خان جروار جو هو (ڪورٽن جي حوالي سان ڏسجي ٿو تہ اهو وقت انگريز دور جو آهي، هڪ اندازو آهي تہ جروار 1850ـ1855ع کانپوءِ هت زميندار ٿيا آهن . لشڪري خان جروار حاجي محمد يوسف جروار جو ڏاڏو هو ان حاجي محمد يوسف جروار جو نئيڊي هوندي نالو امن هو جنهن سبب سندس ڳوٺ امن آباد بڻيو ۽ انڪري موجوده سم سورهڏي واري اسٽاپ کي امن آباد چيو وڃي ٿو امن آباد ڳوٺ ۾ انٽر ميڊيٽ ڪاليج ۽ بہ مڊل اسڪول هڪ بوائز ۽ ٻيو گرلس آهي.

سائين غلام نبي جروار چوي ٿو تہ جروار ذات جا ماڻهو انڊيا جي احمد آباد علائقي کان هن طرف آيا آهن ۽ ٻيا بلوچستان کان بہ هن طرف آيل آهن ميرپورخاص جي جرواري شاخ جروار عورت جي نالي سان سڏجي ٿي ان عورت جو گهر وارو ذات جو لاشاري هو ،عورت پنهنجي مائٽن ۾ وڃڻ لاءِ اسرار ڪيو جنهن تي سندس مڙس منع ڪئي پر عورت وڏيڪ ضد ڪيو جنهنڪري سندس مڙس انکي قتل ڪيو ۽ دفن بہ جرواري شاخ واري هنڌ ڪيو ،بعد ۾ اتان شاخ نڪتي تہ ان عورت جي قبر جي ڪري ان شاخ کي نالو ئي جرواري ڏنو ويو سائين غلام نبي وڏيڪ چوي ٿو تہ ڊاڪٽر غلام الله جروار جو والد بلوچ خان جروار، جيڪو جروارن ۾ پهريون ماستر هو. .هن جروارن جي تعليم کي ڪافي اڳتي وڌايو محمد رمضان جروار بہ هن جو هٿ ونڊايو. دوست علي جروار بہ ماستر هو فوڊ انسپيڪٽر احسان جروار جو والد سوائي خان جروار ،جروارن جي ڪافي معاشي سهائتا ڪئي هئي گهڻن ئي نوجوانن کي روزگار ڏياريو هٿائين، سوائي خان جروار پهرين ڪلرڪ هو پوءِ سپروائيزر ٿيو ۽ آخر ۾ ڊاريڪٽر جي پوسٽ تي وڃي پهتو هو ،عبدالله خان بجر خان جروار جو پٽ هو (عبدالله کي گانڌي انڪري چيو ويو تہ انکي داناءُ سمجهيو ويندو هو. ان ڪري هن کي چيو ويو تہ هو اهڙو

هوشيار آهي جهڙو گانڌي/ ڊاڪٽر محمد ايوب جو والد هيبت خان جروار سوائي خان جروار جو ڀاءُ هو جيڪو ڊپٽي ڪمشنر ٿيو هو مامون محمد بخش جروار فلسفي سان دلچسپي رکي ٿو لال خان جروار کان صحافي احسان جروار تائين بلوچو ۽ عبدالحفيظ کان عبيدالله جروار تائين ۽ ماستر محمد علي جروار کان ماستر ممتاز جروار تائين هنن ۾ هڪ وڏو سڄاڻ طبقو آهي. نصرالله جروار جو والد ٽپيدار سليمان جروار سنڌس ڀاءُ شفيع محمد جروار جاني خان جروار کان وٺي عبدالقادر جروار تائين جي ماڻهن پنهنجي سٺي پوزيشن ٺاهي آهي. ڊاڪٽر غلام الله جروارن جو پهريون ڊاڪٽر بڻيو ۽ ان جي نياڻي ڊاڪٽر فرزانه جروار پهرين ليڊي ڊاڪٽرياڻي بڻي آهي.

ماستر غلام نبي وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته نارجو پوٺو ماڻڪ واهه جي ٽيل وٽ پٺاڻ واڙ کان ٽڙ تائين نارجو پوٺو هو اهو ڏاڏاهه جي پراڻن پڊن کان سڏائي ۾ 7-6 ميلن جي پند تي آهي، روڊ رستي وڃبو ته اهو پنڌ ڊبل ٿي ويندو هت بکو چانڊيو ديهه نه بلڪ ڳوٺ آهي ۽ ديهه ڊگ ۾ آهي ديهه ڪاري ڪپرلو به آهي .ديهه ڪيرول به آهي موجوده ادوڙي ٽيل ، آرائين ٽيل وارو علائقو اڳ سامين جو سرو سڏبو هو .غلام نبي جروار اهو به چوي ٿو ته ڳوٺ سورهڏي ميرحاجي متاري وارن جو آهي .حاجي متاري کي به پٽ هئا هڪ ميرمحمد ٽالپر ۽ ٻيو مير حاجي جان محمد ٽالپر. هن ٽر ۾ پهريون اسڪول به ڳوٺ سورهڏي ۾ کليو هو (سورهڏي هاڻ مير عبدالحسن ، مير غلام شاهه، مير يار محمد ، ڊاڪٽر عبدالله ۽ مير اشفاق ٽالپر وغيره جي نالن سان سڃاتپ رکي ٿي. هي مير علودي خانپور / کن واري جي اولاد ۽ خاناڻي ٽالپر آهن. انهن جا وڏا 1880ع کانپوءِ هن طرف آيا آهن.)

ماستر غلام نبي چوي ٿو ته ڏاڏاهه جو پڊ امير شاهه ڏاڏاهي جي نالي سان آهي ڪنهن وقت ۾ بڪيرا شريف ۾ قائم الدين شاهه(قلندر) رهندو هو هنجي پنهنجي پيڙ سان اڻبڻت هئي ۽ سنڌس پيڙ وٽ هڪ نوڪر هوندو هو امير شاهه. جنهن کي اميرو به چيو ويندو هو.

هڪ دفعي اميري کي سندس مالڪيائي چيو ڪو پاڻي جو بلوڪر هارڻ تہ اچ ٿا مرون، ڇاڪاڻ تہ ڳوٺ جي ڪوهہ تان قائم الدين شاهہ پنهنجي پيرڻ لاءِ پاڻي وجڻ نہ ڏيندو هو. اميرو جيجان جي حڪم تي تلوار کڻي تيار ٿي ڪوهہ تي پاڻي پرڻ ويو رات جو وقت هو هن جڏهن پاڻي لاءِ ڪوهہ تي پونئري هلائي تہ آواز ٿيو جيڪو وڃي قائم الدين جي ڪنن تي پهتو هن پنهنجي ماڻهن کي هڪل ڪئي تہ وڃي ڏسو تہ اميرو ڪوهہ تان پاڻي پريندو هوندو سرزمين تي واقعي اٿين هو پر اميرو تلوار ڏيکاري پاڻي پري هليو ويو. قائم الدين کي سندن همراهن اچي ٻڌايو تہ اميرو اسان ڪان زوري پاڻي پري ويو آهي جنهن تي هو ڪاوڙيو پوءِ ڪافي وقت اميرو قائم الدين جي منهن تي ڪونہ چڙهيو هڪ ڏينهن بڪيرا شريف جي گهٽين ۾ اتفاق سان هي ٻئي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون اچي ويا اميرو ٻيو ڪو گس نہ ڏسي وڃي قائم الدين جي پيرن تي ڪريو قائم الدين منهن تان جُهنڊ هٽائي ڏسي تہ اميرو پيرن تي پيل نظر آيس، هو اميري تي ڪاوڙو پر اميري چيس تہ مون ڏوهہ واقعي ڪيو آهي پر آئون تنهنجي ٻچن لاءِ پاڻي کڻي ويو هئس، ان ڳالهہ قائم الدين شاهہ جي اندر ۾ رحم آندو ۽ هن اميري جي پٽي ٺپري دعا ڏني .پوءِ اميرو نصير واهہ جي ڪوتائي وقت ڪاتي جو انچارج ٿيو جنهن سبب هن کي هر واٽر تي ٻني ملي سندس جاگير وڃي سلور موري لڳ دنگ ڪيو اهو ئي ڪارڻ هو جو اهو اميرو پوءِ سيد امير شاهہ جاگيردار جي نالي سان سڏجڻ لڳو ۽ اولاد جي ڪري ڏاڏو بہ سڏيو ويو ۽ پوءِ سندس ڳوٺ کي ڏاڏي جو ڳوٺ چيو ويو جنهن مان ڦري ٿيو ڏاڏاهہ .سندس جاگير سندس اولاد ڪپائي ڇڏي سندس ڳوٺ جو پڊ هاڻي ماضي جو نشان وڃي بچيو آهي. (شاعر مرتضيٰ شاهہ ڏاڏاهي ۽ پناهہ شاهہ ڏاڏاهي بہ هن ڳوٺ جا آهن موجوده ڳوٺ ڏاڏاهہ ان کان ڪجهہ فاصلي تي ميمڻ جو آهي جيڪو پوءِ جو آهي.)

صوفي ماستر الهبچايو جروار بجر خان جروار جو پٽ آهي، هنن جو وڏو هسو نقير هو انڪري هي هسواڻي فقير سڏجن ٿا هنن مان اڳ هن تر ۾

مراد فقير آيو هو مراد فقير جو انڊيا ۾ ڳوٺ گودا هو جيڪو پوسٽ ميناڌر تعلقو ڏيودر ۾ ضلعو بناس ڪانٺا ۾ آهي هو اتي جو هو مراد فقير اڳ اڪثر انڊيا ڪان هن تر ۾ ايندو رهندو هو سيد راضي شاهه سان ويجهڙائي هوندي هئس پوءِ مراد فقير جڏهن انڊيا ۾ وفات ڪري ويو تہ هنجي وصيت موجب هن جي ميت تابوت ۾ وجهي سندس ڏاچي (اُٺڻي) تي رکي ويئي ڪانڌي ساڻ ٿيا هاڻ جتي ڏاچي ويهي اتي مراد فقير کي دفن ڪيو ويندو جڏهن جنازو تر ۾ يالوا ڳوٺ واري هنڌ پهتو تہ ڪانڌي ٿڪجي پيا ۽ انهن تل ڪري ڏاچي کي اتي ويهاريو ۽ جيئن ميت وارو تابوت کولين تہ خالي نظر آيو پوءِ توبهہ تاب ڪري وري تابوت ڏاچي تي رکي اڳتي پند شروع ڪين تان جو ڏاچي ڪارياٽي جي پٽ ۾ سرفراز واهہ جي ڪنڌي لڳ اچي ويٺي اتي ڪيس دفن ڪيو ويو اڄ سندس قبو اتي موجود آهي جتي ساليانو ميلو لڳندو آهي.

مراد فقير جي ميت وقت راضي شاهہ آخري دفعا ڪارياٽي جي طرف آيو هو ان ڪان اڳ هو سرمست لغاري کي پاراتا ڏيئي چڪو هو. راضي شاهہ جي ڄمار ان وقت 50 سالن جي لڳ ڀڳ هئي. ان حساب سان مراد فقير جي وفات جو وقت تقريبن 1804ع ڌاري ٿيندو. ڄمڙاو واهہ اڃا نہ ٺهيو هو علي آباد شاخ بہ ڪونہ نڪتي هئي تنهن وقت سرفراز واهہ هتان جي ٻنين کي سرياب ڪري رهيو هو. صوفي ماستر الهبچايو جروار جا مائٽ پوءِ تقريبن 48_1947ع ڌاري انڊيا ڪان هن تر ۾ آيا ۽ ڳوٺ حاجي عبدالهادي پرڳڙي ۾ رهائش اختيار ڪين صوفي الهبچايو جروار مراد فقير کي پنجين پيڙهي ۾ آهي. صوفي الله الهبچائي جي نياٽي شاهہ عبداللطيف جي رسالي جي حافظ آهي.

هاٽي سوال اهو آهي تہ اهو علائقو ڪارياٽو ڪيئن ٿيو؟ هن جي ايراضي تعلقي ڏگهڙي تعلقي ماتلي ۽ تعلقي ٽنڊي باگي جي حدن ۾ اچي ٿي.

(712ع) ۾ محمد بن قاسم جو لشڪر نار جي پوٺي ۾ لٿو هو انجي مقابلي ۾ راجا ڏاهر جي فوج "ڪجي جت" وٽ ديهه بکر چانڊيو ۾ لٿي هئي جنهن ماڳ کي عرب عالمن ڪجو جت بدران قاجي جات لکيو آهي ٻنهي لشڪرن جي وچ ۾ ڇهه ست ميلن جو مفاصلو هو پوءِ راسل جي صلاح سان عرب لشڪر نارائي مان نڪري اتر طرف ڏاڏاهه واري پٽ ۾ وڃي لٿو ۽ سندن مرڪز ڪاري ڪبرلي وارو پٽ هو جنهن بابت ماموئي فقيرن جو هڪ آڳوٽو بيت ملي ٿو:

جهيڙو لڳندو ڇهه پهر ڪاٻرلي ڪاري
سک وسندي سنڌڙي مر مچي ماري

(ڪاٺوڪمايوم_ معمور يوسفاڻي ص 44 سال 2005ع)

هڪ تہ ماموئي فقيرن جو مٿيون بيت جيڪو پشينگوئي جيان لڳي ٿو سو اصل ۾ جنگ ڪاٻوءِ جي منظرڪشي جي صورت ۾ چيل آهي ڇو جو شهيد مهاراجا ڏاهر جي شهادت جو وقت 10 رمضان 93 هجري مطابق 21 جون 712ع آهي ۽ ماموئي فقير ڄام نظام "نندو" سمون جي دور 1490ع جا آهن ۽ ٻيو تہ راجا ڏاهر پوري سنڌ جو بادشاهہ هو گرمين جي مُند ۾ لاڙ پٽ جي هن علائقي ۾ اچي وقت گذاريندو هو ،ڇاڪاڻ جو هاڪڙو درياهہ جنهن ۾ 2000 ق.م کان پاڻي گهٽجڻ شروع ٿيو هو پر مڪمل سڪو 1226ع ۾ آهي 712ع ۾ سٺي انداز ۾ وهي پيو تنهنڪري هت نارن جي صورت ۾ هاڪڙي جي ڊيلٽا نظر اچي پئي هت پاڻي هو انڪري ساوڪ بہ جام هوندس.

هن علائقي لاءِ مهر ڪاڇيلوي پنهنجي ڪتاب "تاريخ ٿرپارڪر" جي صفحي 249 تي لکي ٿو تہ (ڇچ نامي ۾ لکيل آهي تہ جاهين بن برسايد راوت ديبل جي قلعي مان نڪري ايرندي مهراڻ جي ويجهو پهتو جنهنڪي ڪارمتي چوندا هئا، ڪارمتي جو مطلب "ڪاري متي" آهي اهو علائقو موجود ڏکڙي ۽ صوفي آباد جي ڏکڻ ۾ 3 ميلن جي پنڌ تي آهي ) مهراڻ

هاڪڙو درياءَ ئي آهي ان کي اُپرندو وهڪرو هو.پوءِ انهيءَ کي اپرندو مهراڻ به سڏيو ويو آهي.

هاڻ اهو جيولاجيڪل علم رکندڙ ماهر ئي ٻڌائي سگهندا ته عربن کي هت اچڻ وقت ڪاري متي چو نظر آئي ،سمنڊ جي گهميل هوائن جو اثر هو.هاڪڙي جي ڊيلٽا جي ڪري هو يا ٻيو ڪجهه.

بهرحال ان تان ئي هن علائقي تي ڪارياڻو جونالو پيو ڪارياڻو معنيٰ ڪارائنجي ويل ، دونهاتيل وغيره باقي اهو چوڻ ته ڪاريه ذات جا ماڻهو هت رهندا هئا انڪري ڪارياڻو تو سڏجي اهو صحيح ناهي ،ڪاريه انڊيا جي چترڳڙهه علائقي جا راجپوت آهن ۽ 712ع ۾ اجا چترڳڙهه ۾ ئي ويٺا آهن جتان پوءِ شڪست کائي نڪتا هئا ڪاريه سنڌ ۾ ڪٿي به ايتري تعداد ۾ راج ٻڌي ويٺا ئي ناهن جو انهن سان منسوب تي ڪوُ علائقو ئي ڪارياڻو سڏجي ٻيو هتي هاڻ جروار ذات جي ماڻهن جا تعداد ۾ 90 کان متي ننڍا وڏا ڳوٺ آهن . انڪري به هي هاڻ جروارن جو ڪارياڻو سڏجي تو.شهيد شهادت جروار جو تعلق به ڪارياڻي جي ڀٽن سان آهي.

سومارشيخ لکي ٿو ته " هتي ڄاڻڻ گهرجي ته درياءَ سانگرا نصرپور کان هيٺ هلي ٻن شاخن ۾ ورهائجي وهندو هو. هڪ شاخ بدين ضلعي جي پراڻي شهر "جوڻ" کان لنگهي روپا ماڙي وچان متي وڃي ڪوري نار ۾ ڇوڙ ڪندي هئي ،جنهن جو نالو آهي "درياءَ ريڻ " ٻي شاخ موجوده ميرپورخاص ضلعي مان تي تر جي ڀٽن ويجهو سومرن جي شهر ٻنگار وٽ دريا هاڪڙي سان گڏبي هئي".

(محمد سومار شيخ جو ڪتاب "بدين" ۾ محمد هاشم سومرو جو مضمون صفحي 51 سال 1982ع) ان مان خبر پوي ٿي ته نصرپور کان نڪري "جوڻ" لڳ ٻن حصن ۾ ٿي هڪ وهڪرو ،ميرپورخاص ضلعي جي ڀٽن مان لنگهي ٻنگار وٽ هاڪڙو ۾ ڇوڙ ڪندو هو اهو وهڪرو اڳ هاڪڙي درياءَ جو حصو هو جيڪو برهمڻ آباد واري ڀٽن مان تي سڏيرڻ ۽ راوڙ وٽان گذرندو هو سو وهڪرو هينئر به ڏگهڙي شهر جي اولهه ۾ پوندو.

(جمڙاو وارو هنڌ بہ ٿي سگهي ٿو). 1226ع ڪانپوءِ هاڪڙي جي سڪي وڃڻ ڪري اهو وهڪرو پوءِ سنڌو درياءِ ذريعي وهڻ لڳو هو ۽ جُوڻ ڪان بدين شهر ويندڙ وهڪري کي ريڻ چيو ويندو هو.

اهڙي طرح ڏکڙيءَ جي اوير مان گذرندڙ پراڻ کي ايرندو مهراڻ چيو ويندو هو عمرڪوٽ وارو حصو بہ نئون ڪوٽ ڪانپوءِ هن سان ملي ويندو هو . پهرين هي هاڪڙي درياءِ جا مختلف حصا هئا جيڪي ڪٿ الڳ تہ ڪٿ گڏجي وهندا هئا.

ان حوالي سان ٿي سمجهہ ۾ايندو تہ ڏکڙي وٽان گذرندڙ پراڻ بہ ڪارياڻي جي اوير ۾ آهي جنهن کي عربن ايرندو مهراڻ سڏيو هو. سڄي قصي کي سمجهڻ لاءِ سنڌ جا نقشا 100ع سال کان 750ع سالن تائين ۽ 1500ع کان 1700ع سالن وارا ڏسي سگهجن ٿا. جيڪي ايم.ايچ پنهور صاحب جي ڪتابن ۾ آيل آهن.

۽ پيو ڪي بہ وستيون ڪنهن جي پٽ پاراتن سان ختم ڪونہ ٿينديون آهن اڳواڻ فردن جا رويا . سماجي حالتون ۽ فطري بدلاٺو.بستين جي ويراني يا آبادي جا مُک سبب ٿيندا آهن.

بقول سائين جي ايم سيد جي تہ "جيڪڏهن ڪو ملڪ ڪنهن جي دعا سان نهندو تہ پي ڪنهن جي بدعا سان ڦٽي بہ ويندو .انڪري اهڙي دعويٰ جو ڪوبہ وجود ڪونہ هوندو آهي."

۽ ناهي جروار هن تر تي قابض ٿيا آهن. بلڪ حالتن جي حساب سان ايڊجسٽ ٿي ويا آهن.

## ڪارياڻي جا پيرڳڙي / لغاري

نصير واهہ تي ٿي لکي مور ٽيپي جيئن ذڪڻ ۾ هيٺ لهبو تہ ٽوري ٿي وکن تي ساڄي هٿ تي هڪ پيو پڪو رستو نڪري ٿو جيڪو سڌو ڳوٺ عبدالهادي پيرڳڙي ۾ دنگ ڪري ٿو. ان ڳوٺ جي اوطاق تي مولوي محمد رفيق پيرڳڙي ۽ پين دوستن سان رهاڻ ٿي.

مولوي محمد رفيق ولد عبدالحق پرڳڙي جي پيدائش پهرين جنوري 1967ع اٿس. هو ٻڌائي ٿو ته هي ڳوٺ عبدالهادي پرڳڙي اصل ڳوٺ عبدالحق پرڳڙي آهي، جيڪو هتان ٿورو پرتي هو، هي پڊ اسان جي وڏي مبارڪ پرڳڙي جا آهن. باقي ڳوٺ عبدالهادي پرڳڙي 1977ع ۾ قائم ٿيو آهي. ۽ منهنجي وڏي ياءُ جي نالي سان آهي، جيڪو موجوده عبدالحق عرف حاجن پرڳڙي جو والد آهي. عبدالحق اصل ۾ اسان جي والد جو نالو آهي جنهن کي ٽي پٽ هئا ، هڪ عبدالهادي ، ٻيوعبدالباقي، ۽ ٽيو مولوي محمد رفيق ۽ اسان جي چاچي عبدالقادر پرڳڙي کي محمد رمضان ، ڪامريڊ محمد دين ، محمد نواز سيمت ستن پٽن جو اولاد هو.

مولوي رفيق چوي ٿو ته ڪلهوڙن جي دؤر ۾ اسان پرڳڙين کي ديهه ڪوڙي ۾ ڇهه هزار ايڪڙ زمين ملي هئي پوءِ ديهه ڪوڙي ۾ صاحب خان لغاري جي نالي سان ڳوٺ ٻڌو ويو ،جيڪو نقشن ۾ 64 ايڪڙن جي صورت ۾ موجود آهي، مولوي چوي ٿو ته لغاري خاندان پرڳڙي خاندان جي پاڻ ۾ رشتيداري هئي ۽ اهي لغاري صوفي صادق فقير جا پولڳ هئا ، ۽ ميرن جي دؤر ۾ صادق فقير ڪنهن لغاري همراهه جي دانهن ڪٽي ميرن وٽ حيدرآباد ويا هئا، ميرن سياسي ڊپلوميسي جي ڪري صوفي صادق جي فرياد جو ڪو تدارڪ نه ڪيو. ان ڪري صوفي صاحب ڪاوڙ ۾ اچي ميرن ۽ لغارين کي پٽيو. ان ڪانپوءِ ٽنڊوغلام حيدر کان لڏي ديهه ڪوڙي ۾ ويٺل ڳوٺ صاحب خان لغاري جي رهواسين ،لغاري بجاءِ پرڳڙي سڏايو (مطلب اهي پرڳڙي ميرن جي دؤر جي آخر ۾ لغارين مان پرڳڙي ٿيا آهن)

ڪامريڊ محمد دين ولد عبدالقادر پرڳڙي جنهن جي تاريخ پيدائش جو سال 1953ع آهي. ڪامريڊ جو چوڻ آهي ته ماتلي کان تلهار ويندڙ رستي لڳ قائم ڳوٺ غلام حيدر جيڪو هاڻ هڪ تعلقو به آهي ،تنهن جو پورو نالو غلام حيدر لغاري آهي، اهو غلام حيدر لغاري اسان جو وڏو هو. جنهن جي نالي اهو ڳوٺ ٻڌو هو. بلوچستان کان لڏي اچي اسان جي وڏن اهو

ڳوٺ ٻڌو هو پوءِ اتان لڏي ديهه ڪوڙي ۾ ڳوٺ صاحب خان ٻڌي ويٺا، آخر ۾ هي ڳوٺ عبدالحق پرڳڙي اچي ٻڌائون.

ڪامريڊ وڏيڪ چوي ٿو تہ ضلعي بدين جي هن تر ۾ موجوده ڳوٺ حاجي ڏتل پرڳڙي کان وٺي ، پيا ننڍا وڏا پرڳڙين جا ڳوٺ ديهه ڪوڙي واري ڳوٺ صاحب خان لغاري جو تسلسل آهن. ۽ رئيس محمد هاشم ۽ سندس پٽ مشهور سياستدان رئيس خيرمحمد پرڳڙي وارا اصل هتان جا هئا 1912ع ڌاري لڏي جميس آباد ويا آهن. هو اهو بہ چوي ٿو تہ اسان جي وڏي مبارڪ پرڳڙي جي خانپور / ڪن واري ميرمبارڪ ٽالپر سان دوستي هئي ، اڳ هت ڪو پرڳڙي وفات ڪري ويندو هو تہ ان جي ميت کي خانپور جي طرف نيو ويندو هو. 1912ع کانپوءِ پرڳڙي ذات جي ماڻهن جا جنازا هِت مائي پاڳل درس فقير جي قبرستان ۾ دفنائجڻ شروع ٿيا آهن. اهو قبرستان سرفراز واهہ جي لڳ آهي.

ڪامريڊ محمددين جو وڏيڪ چوڻ آهي تہ سندن لغارين مان پرڳڙي ٻڌجڻ واري ڪٿا، ساڳين صوفي صادق فقير واري روايت سان منسلق آهي. ڪامريڊ چوي ٿو تہ تنهن وقت ۾ لغارين جو تعداد ميرن جي فوج ۾ جهجهو هوندو هو. انگريزن جي سنڌ تي ڪاهہ لاءِ آمد هئي . ميرن تنهن مجبوري سبب صادق فقير جي دانهن جو تدارڪ نہ ڪيو. جنهن تي صادق فقير ميرن کي پاراتو ڏنو ۽ انگريزن کي سنڌ پيلڻ جي دعوت ڏنائين .ڪامريڊ اهو بہ چوي ٿو تہ اسان جي وڏن خوف مان ذات بدلائي ،۽ پرڳڙي ٿيا آهن. انهن کي اهو مشورو بہ صادق فقير ڏنو هو تہ "توهان جا ناناڻان پرڳڙي آهن ,توهان ذات بدلائي پرڳڙي بنجي وڃو".

(ڳالهہ سمجهہ کان چڙهيو پئي وڃي ڏسجي تہ "صوفي صادق فقير ميرن وٽ لغارين جي خلاف دانهن ڪٺي ويو هو تہ لغاري هڪ عورت (ڍولي فقير جي گهر واري) زبردستي ويهاريو ويٺا آهن سا واپس ڪرايو" اهو ڍلو فقير هِن لغارين جو ماڻهو هو تہ پوءِ لغارين مان پرڳڙي ٿيڻ لاءِ ڪهڙي

مجبوري هئي؟ ميرن وٽ فوج ۾ اڪثريت بہ لغارين جي هئي ، پوءِ ڊپلوميسي ڇا جي؟ )

هڪ ٻيو واقعو ڪتابن ۾ مليو تہ "پيارو مگنهار سائين صادق فقير جن وٽ آهر ، هاٿوڪي صوفي فقير ۾ حيدرآباد وارن ميرن تي دانهن ڪٽي حاضر ٿيو......(پياري مگنهار جي زال کي ميرن زبردستي ڪوٽ ۾ ويهاريو هو) فقير صاحب پياري مگنهار جي داد رسائي لاءِ حيدرآباد جي ميرن ڏانهن پنڌ پيا پر ميرن فقير صاحب کي ٻانهن ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

ميرن جي ڏاڍ، جبر ۽ سلطني خمار جي زوال لاءِ پاڻ انگريز سر چارلس نيئپرکي ميرن جي حڪومت جي خاتمي لاءِ دعوت ڏيندي هي بيت ڏئي ميرن جي ظلم،جبر جو خاتمو آندو.

حيدرآباد ۾ هُل ٿيو رت وهي تي ريل،
پورا اچي پيل ساري سنڌ صديق چئي.

ميرن جي معافي وٺڻ تي پوءِ فقير هيٺيون بيت ڏنو.

تيلهو تالپرن جو هميشہ هوندو
اولون تي انگريز وچان ويندو
هرڪو ائين چوندو تہ پورن پڄڻ لائيو

(آهيان اڳ آزل جي_ مرتب صوفي بيدل ستاري_ صفحو59)

ڇا اهو پيارو مگنهار ڪوڙي جي پرڳڙي / لغارين جو ماڻهو هو؟! اهڙا بہ واقعا صوفي صادق فقير ۽ ميرن جي حوالي سان بيان ڪيا پيا وڃن.

هت ہي ڳالهہ اها تہ بيشڪ انگريز وچان اولون تي ويو پر ان کي پورا هڪ سئو سال لڳا، ۽ تيلهو تالپرن جو وري سنڌ جي اقتدار جي مسند تي ڪڏهن بہ ڪو نہ ويٺو.

اقبال جت جي لفظن ۾ هڪ ہي راءِ بہ آهي تہ "تن همرائن تي تاريخي طور سنڌ ڌرتي جو ڌوهاري هجڻ ڪري ايف. آئي.آر اچڻ گهرجي ,هڪ چنيسر ,جنهن سنڌ لٽڻ لاءِ خلجين کي آندو ٻيو عبدالنبي ڪلهوڙو جنهن اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ مدد خان پٺاڻ کي آندو. ٽيو چاڪر خان رند جنهن

پنهنجي لالچ خاطر ارغونن کي سنڌ تي چاڙهي آندو“. پوءِ جن انگريزن کي سنڌ ڀيلڻ جي دعوت ڏني سي بري ڪيئن ٿيا؟

ديهه ڪُوڙي جو لفظ ”ڪوڙي“ ٻڌائي ٿو تہ اهو علائقو اڳ جت ذات جي ماڻهن جو هو چاڪاڻ جو جتين گهوڙن لاءِ اسطبل، مينهن لاءِ واڙا هوندا آهن تيئن اُٺن لاءِ ڪوڙي هوندي آهي.

ڳوٺ عبدالهادي پرڳڙي لڳ اڪبر پرڳڙي بہ رهي ٿو جيڪو همايون جو پُٽ ۽ عبدالقادر جو پوٽو آهي. هي هُونهار ۽ حَس مُک نوجوان آهي.

## وڏيرو محمد هاشم ولد جمعو خان رمداڻ

هِن انٽرويو وٺڻ وقت وڏيري محمد هاشم جي عُمر تقريبن 83 سال جي لڳ هئي، پوءِ پاڻ گُردن جي تڪليف سبب سگهو ئي وفات ڪري ويا.

وڏيري محمد هاشم جو چوڻ هو تہ سندن ڳوٺ 1890ع ڌاري آباد ٿيو هو ۽ صوفن شاهہ يونين ڪائونسل ۾ منهنجو والد وڏيرو جمعو بہ چيئرمين ٿيو هو. وڏيري جي چوڻ موجب مير حاجي جان محمد ٽالپر ۽ سندس سئوٽ مير حاجي محمد حيات ٽالپر جن هڪ دفعو لوڪل اليڪشن ۾ هڪٻئي جي آمهون سامهون بيٺا هئا. تنهن اليڪشن ۾ منهنجو والد جمعو خان رمداڻ مير حاجي حيات ٽالپر جي مدد ڪئي هئي. جنهن تي مير حاجي جان محمد منهنجي والد کي چيو ٽالپر جي هو ”وڏيرا، اِن عمل تي هڪ ڏينهن توکي پڇتاءُ ٿيندو.“

هو چوي ٿو تہ خاڪو مهر جي ڪنهن وقت ۾ هاڪ هئي، ابڙينگ بہ زميندا هئا، پر سندن ڪو گهڻو آثررُسوخ ڪونہ هُئن. موجوده محمد علي قائمخاني وارو ڳوٺ، اصل ۾ بلگير سنگ جو ڳوٺ هو. محمد علي قائمخاني، يوسف قائمخاني جو والد هو ۽ ذوالفقار جو ڏاڏو هو. سنجر سينهڙي پرڳڙين کي پنهنجي زمين وڪي هئي. وڏيرو چوي ٿو 1901ع ۾ بيماري جي صورت ۾ هڪ ويا پئي هئي، جنهن ۾ اسان جي ڳوٺ ۾ بہ ڪافي.

ماڻهو مُٺا هئا. وڏيري جمعي جو باغ جيڪو 200 ايڪڙن تي هو وڏو مشهور هو. اهو باغ 1957ع لڳرايو ويو هو ۽ 2000ع ڌاري ختم ٿي ويو هو. اسان جيءَ ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول تقريبن 1952ع ۾ ٺهيو هو اُن وقت هِتي ماستر الياس مقرر ٿيو هو. وڏيري جمعو خان جي وفات 1989ع ۾ ٿي آهي. وڏيري جُمعي رمداڻ جي والد جو نالو آجو خان رمداڻ هو.

وڏيرو هاشم رمداڻ رنگين مزاج شخص رهيو هو. ۽ هو چئي ٿو تہ ڊگهڙيءَ شهر ۾ شراب جي گُتي تي ڏهہ روپين ۾ وڏي بوتل شراب جي اڳ ملندي هئي، ۽ اُن شراب جو رنگ ڳاڙهو هوندو هو. اهو گُتو (وائن شاپ) مندر واري گهٽيءَ ۾ اڳوڻي پنساري جي دُڪان وٽ هو. هو چوي ٿو تہ اڳي وقت ۾ اسان جي هڪ هزار روپيہ کڻي حيدرآباد گُهمڻ لاءِ ويندا هئاسين تہ سڀ مزا ماڻي پوءِ ڳوٺ ايندا هئاسين تہ بہ پئسا بچندا هئا.

وڏيري محمد هاشم رمداڻ جي پٽن ۾ راجا رمداڻ مرحوم، مختيار ڪار دلبر رمداڻ، سڪندر رمداڻ، منظور رمداڻ، ايوب رمداڻ ۽ ديدار رمداڻ اچي وڃن ٿا.

سندس فرزندن جي نالن مان ئي وڏيري هاشم جي شوق جي پرک پئجي وڃي ٿي.

## ابڙينگ

عبدالرزاق ابڙينگ جوچوڻ آهي تہ ابڙينگ اصل لاڙڪاڻي جي شاهہ پنجو درگاهہ واري علائقي کان ڊگهڙي جي طرف لڏي آيا آهن. ۽ اندازن ڪلهوڙن جي دؤر ۾ هت آيا آهن.

ابڙينگن جو وڏو ڏاڏو بجر ڊگهڙي لڳ موجود ابڙينگن جي ڳوٺن جي پلرن واري هنڌ لڏي آيو هو. ان بجر ابڙينگ کي گل محمد ابڙينگ نالي پٽ هو. ان ئي گل محمد ابڙينگ کي سرائي سلطان ابڙينگ نالي پٽ ٿيو هو جيڪو سرائي سلطان پوءِ راڄن جا فيصلا ڪندو هو.

عبدالجبار ابڙينگ جو چوڻ آهي تہ ابڙينگ ڏيري غازي خان کان سڌو ڏگهڙي لڳ موجوده سندن ڳوٺن واري هنڌ آيا هئا. (ممڪن آهي تہ ابڙينگ ڏيري غازي خان کان لاڙڪاڻي جي طرف آيا هجن، پوءِ ڏگهڙي لڳ اچي آباد ٿيا هجن) بحرحال ابڙينگ زميندار رهيا آهن، سندن نالي سان پورو تپو "ابڙينگ" سڏجي ٿو. ۽ تعليم ۾ وڏي تعداد رکن ٿا. شهزاديءَ رپ جو علائقو بہ ابڙينگ تپي ۾ اچي ٿو. رزاق ابڙينگ اهو بہ چئي ٿو تہ ايم.آر.ڊي تحريڪ دوران 1983ع ۾ ڳوٺ شاهہ محمد ابڙينگ ۾ وڏيري شاهہ محمد وٽ فاضل راهو آيو هو. جنهن تي ڳوٺ وارن شاهہ محمد جي مخالفت ڪئي هئي.

عبدالجبار ابڙينگ وڌيڪ چوي ٿو تہ جلال ۽ الهيار پاڻ ۾ بہ ڀاءُ هئا. جلال وڏو ۽ الهيار ابڙينگ ننڍو هو. جلال ابڙينگ کي حاجي عبدالرشيد ۽ گل شير ابڙينگ نالي پٽ ٿيا هئا. حاجي عبدالرشيد کي وري پنج پٽ ٿيا هئا .جن مان چئن کي والاد ٿيو هو ۽ هڪ پٽ بي اولاد رهيو هو.انهن چئن پٽن جو نسل اڄ بہ توهان کي ڳوٺ جلال ابڙينگ ۾ نظر ايندو. شهيد عبدالقدوس ابڙينگ جو تعلق ان ڳوٺ سان هو جنهن جي شهادت 18 نومبر 1989ع بروز ڇنڇر تي ٿي هئي.

موجوده وقت ۾ عبدالشڪور، عبدالباري عبدالرؤف ۽ عبدالسلام ابڙرينگ جا نالا اچي وڃن ٿا.

ڳوٺ جلال ابڙينگ ڏگهڙي کان ٽنڊو جان محمد روڊ تي ڪجهہ پنڌ تي واقع آهي ان ئي علائقي ۾ ابڙينگن جا ٻيا بہ ننڍا ڳوٺ آهن.

ابڙينگ، ابڙو ذات جي نک آهي، ابڙا سما آهن.

## ڳوٺ خاڪو مهر

ماستر محمد شريف مهر جيڪو دلاور مهر جو پٽ ۽ گلاب مهر جو پوٽو آهي. هاڻ نوڪري مان رٽائير آهي سندس تاريخ پيدائش 1944ع آهي.

محمد شريف مهر چوي ٿو تہ هن ڳوٺ جو اصل نالو الهڏنو مهر هو جيڪو بعد ۾ خاڪو مهر سڏجڻ لڳو. هتي اڳ صرف مهرن جا ٽي گهر رهندڙ هئا. هو وڌيڪ چوي ٿو تہ ميرن جي دؤر ۾ هت مهر ذات جا ڪجھ وڌيڪ ماڻهو آيا جن هن ڳوٺ کي اچي آباد ڪيو.

محمد شريف جو چوڻ هو تہ خاڪو مهر سنڌ جي عام وڏيرن وانگر هو خاڪو مهر جي والد جو نالو ٺارو خان ۽ چاچي جو نالو الھ رکيو مهر هو جيڪو سکيو هو. زمين بہ الھ رکيو وٽ هئي خاڪو مهر ٻاهر ويندو هو تہ اڪثر خرچ چاچي کان وٺندو هو. لوس جي بيماري هن ڳوٺ ۾محمد شريف جي چاچڻ سان گڏ ٻين ماڻهن کي بہ موت جو شڪار بڻايو هو.

مهرن جي هن ڳوٺ ۾ چيني نسل جا گهوڙا هوندا هئا جيڪي وڏي هاڪ رکندا هئا خاص طور تي علي محمد شاھ جو گهوڙو جيڪو سڄي سنڌ ۾ مشهور هو.

انهن گهوڙن کي چيني انگريز چيو ويندو هو جو گهوڙن جي پُڇ وٽ ٽن پٽن جا نشان هوندا هئا. محمد شريف ٻڌائي ٿو تہ مولوي حاجي مراد علي مهر جيڪو مدرسو هلائيندو هو وڏو سخي انسان هوندو هو ۽ حاجي خادم مهر جو پڙ ڏاڏو هو. حاجي مراد علي زميندار هو ۽ خاڪو مهر بہ زميندار هو. وڏيرو خاڪو مهر 4 جون 1957ع تي وفات ڪري ويو.

وڏيرو عظيم مهر وڏن ماڻهن سان دوستي رکڻ جو شوقين هو پ-پ جو تعلقي ڊگھڙي جو صدر پڻ رهيو هو. ذوالفقار علي ڀٽي سان ويجهڙائپ هُيس عظيم مهر جي حوالي سان اهو مشهور هو تہ جڏهن خادم علي شاھ کي ضلعي ٿرپارڪر جو صدر چونڊيو پئي ويو تہ هن ذوالفقار علي ڀٽي کي چيو هو تہ " اسان توهان کان ضلعي جو صدر گهريو هو اداڪار وحيد مراد ڪونہ گهريو هو " عظيم مهر ڪنهن جي بہ اڳيان پنهنجي ڳالھ رکڻ جو هنر سٺي ريت ڄاڻندو هو.

الطاف ولد دريا خان مهر جو چوڻ هو تہ جڏهن جنرل ايوب جي مارشلا جو دؤر هو ۽ پي پي پي تازو جنم ورتو هو تہ هن ترم پي پي پي جو جهنڊو

پهرين اسان جي ڳوٺ ۾ لڳايو ويو هو. هو اهو به چئي ٿو ته ذوالفقار علي ڀٽي ڊگهڙي ۾ موجوده هائير سڪنڊري گرلس اسڪول جي جاءِ وٽ جلسو ڪيو هو. تڏهن جام صادق علي به هن سان گڏ هو. تقرير هلندي مائڪ بند ٿي ويو هو ته ڀٽي مخصوص لاڙڪاڻي واري انداز ۾ چيو هو ته ” ڏسو تاران تي لتان“ ته ڪونه اچي ويا آهن.

ڊگهڙي ۾ مشهور آهي ته ان جلسي ۾ پنهنجي ليڊر جي مداح هڪ بنجارا ذات جي عورت پنهنجي ليڊر سان ملڻ چاهيو ته ان کي روڪيو ويو هو. جنهن تي ذوالفقار علي ڀٽي چيو ته ڇڏيو ته ڀلي اچي. محمد شريف مهر هڪ قابل استاد ٿي رهيو سندس نوڪري جي هون ته شروعات 1962ع ۾ ڇُوهڙجمالي لڳ ڳوٺ لاڏيون ۾ اسڪول جي پهرين استاد تحت ٿي هئي. اها نوڪري هن کي ايجوڪشن ڊپارٽمنٽ ضلعي حيدرآباد ۾ ڪلارڪ سوائي جروار وٺرائي ڏني هئي. نوڪري صرف ڇهه مهينا هلي پوءِ محمد شريف کي فارغ ڪيو ويو. پوءِ سائين شريف مهر مليريا پروگرام ۾ نوڪري ڪئي جيڪا 1969ع ۾ ڇڏي ڏنس ۽ وري 1970ع ۾ ماستر بڻيو ۽ آل رائونڊر هو. سائين جو اهو به چوڻ آهي ته اسان جي ڳوٺ ۾ غلام محمد مهر نالي حڪيم هو جيڪو لالچي نه هو. ڪچ پچ ۾ جڏهن ڏڪار پوندو هو اتان جا ماڻهو سنڌ ايندا هئا ۽ هن اسان جي ڳوٺ ۾ به اچي رهندا هئا.

ماستر محمد شريف مهر ڊگهڙي هاءِ اسڪول ۾ نوڪري دوران فارغ وقت ۾ سٺي موڊ ۾ هئڻ دوران هڪ عورت جي خوبصورت تصوير ٺاهيندو هو. جيڪا دلو ڪٽي بيٺل هوندي هئي سندس شاگرد ۽ همعصر استاد ان ڳالهه جي گواهي ڏين ٿا.

# ماستر محمد عيسيٰ ولد
# عطاالله ڪوري

**هن جي تاريخ پيدائش 1972-01-02 آهي.**

هُن جو چوڻ هو تہ ڊگهڙي لڳ ٽنڊو جان محمد روڊ تي سندن هي ڳوٺ 150 سئو سال پراڻون آهي يعني اهو انگريز دؤر ۾ 1863ع ڌاري آباد ٿيو هوندو.

سندن وڏو ڏاڏو جيندو خان هو ۽ ان کان بہ وڏو مصري هو. (هي ڪوري اصل ذات جا دائود پوٽا آهن.)

## جسڪاڻي

ماستر قربان جسڪاڻي جيڪو هاڻ رٽائير ٿي چڪو آهي. هن جو چوڻ آهي تہ اسان اصل ڪوٽ ڏيجي ۾ ويٺل هئاسين اتان لڏ پلاڻ ڪري ڊگهڙي لڳ مير واهہ روڊ جي اوير ۾ ۽ ڳوٺ سونهري جي لڳ اچي ويٺاسين.

ڪوٽ ڏيجي مان اسان جي لڏڻ جو وقت 1880ع ڌاري آهي. اسان پهرين ميرواهہ لڳ ڪوٽ غلام محمد روڊ تي واقع ڪوٽ ميرڻ (مير جي لانڍي) ۾ اچي آباد ٿياسين ۽ 12 سال اُتي رهياسين ۽ 1892ع ڌاري موجوده ڳوٺ ۾ لڳ سونهري اچي رهياسين.

ڏاڏو صوبدار خان، ٺارو خان ۽ هن جا پٽ محمود خان، دين محمد خان ۽ نورنگ فقير جي صورت ۾ هٿ آيا هئاسين. خيرپور جي تڙ مان لڏڻ جو اصل مقصد ميرن (ٽالپرن) جون بيگرون رهيو هو.

سائين قربان چوي ٿو ته سنڌن وڏن جي اچڻ کان اڳ ۾ ٺي ڳوٺ سونهري ۾ ولي محمد شاهه ۽ طاهر شاهه وارا رهندا هئا. ماستر قربان جسڪاڻي ڪامريڊ مصطفيٰ رضا مرحوم جي ويجهن رفيقن مان رهيو آهي.

قربان جسڪاڻي عام ڪچهرين ۾ اڪثر اهي ٻول ٻوليندو رهيو آهي ته "مولا ماڏروي جو مُلڪ گهماءِ" يعني هندستان جو سير ڪراءِ . هو هڪ خوش طبيعت ۽ سنجيده شخصيت رهيو آهي . سندس دوستن ۾ نانو حاجي خاصخيلي ۽ مرحوم ڪالي خان ٽالپر جوڙ رهيا آهن. مامي شفيع سومرو جي هوٽل تي سنڌن ڪچهريون ڪنهن کان ٽيون وسرن.

## ماپاره

جنهنکي مهاپارو يا مهپارو به چيو ويندو آهي.اُتان جو امام بخش ڪلوئي ولد شيرمحمد ڪلوئي جنهن جي تاريخ پيدائش 06 آڪٽوبر 1938 آهي. پاڻ رٽائرڊ روينيو ملازم آهي.هو چوي ٿو ته مهاپارو هن علائقي جو نالو آهي عمرڪوٽ طرف به هن نالي جو هڪ هنڌ موجود آهي. هو چوي ٿو ته يونين ڪائونسل خدابخش ۾ ڪلوئي خاندان جي ماڻهن جا ننڍيا وڏا 80 کن ڳوٺ آباد هوندا. امام بخش ڪلوئي اتي ڳوٺن ۾ ڪلوئين جي آبادي 10000 کن ٻڌائي ٿو (پر اسان کي ڪلوئين جي آبادي 10000 هزارن کان گهٽ لڳي ٿي) امام بخش ڪلوئي اهو به چوي ٿو ته جڏهن ڏگهڙي ۾ مير / ٽالپر اچي آباد ٿيا هئا تنهن وقت هي ڪلوئي مهاپاري جي پٽن تي آيا آهن. هن جو چوڻ هو ته سنڌ اندر ڪلوئين جو تعداد ڪو وڏو ڪونه هو ميرن جي صاحبي جي وقت ۾ اڪثريت رکندڙ برادرين کي وزارتون ڏنيون پئي ويون پر ڪلوئين جو تعداد گهٽ هجڻ ڪري انهن کي وزارت نه ملي جنهن تي هڪ ڪلوئي همراهَ ميرن وٽ ويو ۽ وزارت جي گهر ڪيائين."ميرن وراڻيس توهانجي ذات جي ماڻهن جو تعداد گهٽ ٻڌايو ويو آهي " ڪلوئي همراهه موٽ ۾ چيو مونکي هڪ گهوڙو ڏنو وڃي ته آئون پوري سنڌ مان منهنجي ذات جا ماڻهو گڏ ڪري توهانکي ڏيکاريان. پوءِ

ڪلوئي همراھ مختلف ذات جي ماڻهن کي پيسا ڏئي هڪ ڏينهن لاءِ ڪلوئي بڻايو هو تن ۾ چانڊيا ، خاصخيلي، جسڪاڻي وغيره سميت ٻين ذاتن جا ماڻهو اچي ويا هئا. امام بخش چوي ٿو تہ تن مان پوءِ گهڻن ڪلوئي بڻجي رهڻ بهتر سمجهيو ۽ پوءِ هو هميشہ لاءِ ڪلوئي سڏائيندا رهن ٿا.

مهاپارو اڳ رئيس شيرخان ڪلوئي جي حوالي سان سڃاتو ويندو هو پوءِ رئيس دريا خان ڪلوئي جو دور آيو دريا خان جي وقت ۾ پوليس مهاپاري ڳوٺ ۾ ان جي اجازت کانپوءِ ايندي هئي ۽ دريا خان جي دور ۾ ڪلوئي ذات جا مرد ٽولن جي صورت ۾ ڊگهڙي شهر ويندا هئا. رئيس درياخان ڪلوئي جووقت خاڪو مهر ۽ بالوخان ڪلوئي وارو ساڳيو آهي. مهاپارو ڳوٺ ۾ ڪلوئي ذات جا ماڻهو ٻن حصن ۾ رهن ٿا ڏکڻ واري طرف رئيس محمد خان ڪلوئي جا وڏا رهندا هئا ۽ اتر واري پاسي حاجي اميربخش ڪلوئي وارا جيڪي امام بخش ڪلوئي جا وڏا هئا رهندا هئا . ان پاڙي ۾ عبدالخالق ڪلوئي بہ هو جيڪو پڙهيل لکيل شخص هو.رئيس دريا خان ڪلوئي لاءِ روايت هئي تہ هو سخي قسم جو شخص هو اوطاق سڻي هلائائين باقي تعليم وغيره لاءِ ڪابہ خدمت ڪونہ هيس .امام بخش ڪلوئي خودڪاري دڙي ۾ هڪ مولوي وٽ شروعاتي تعليم ورتي هئي. امام بخش چوي ٿو تہ شاھ محمد ڪلوئي انب موري وارو وڏو باجي نواز هو. هو پيرن سان باجو وڄائڻ جي مهارت رکندو هو.بانسري بہ سٺي وڄائيندو هو هن وٽ سندس ڳوٺ ۾ سنڌ سطح جا فنڪار ايندا رهندا هئا.

موجوده وقت ۾ رئيس محمد خان ڪلوئي جيڪو رئيس جعفر خان جو پٽ آهي محمد خان جو ڏاڏو رئيس آدم خان جو پاءُ هو.محمد خان چوي ٿو تہ اسان جي ڳوٺ ۾ حاجي ملان خاصخيلي قرآن شريف پڙهائيندو هو. هو اهو بہ چوي ٿو تہ سندن وڏو رئيس دريا خان ڪلوئي الله توڪل شخص هو رب انجي غيبي مدد ڪندو هو. انب موري جا ڪلوئي، ڳوٺ جيو خان جا ڪلوئي ڳوٺ ابراهيم خان جا ڪلوئي سڀ مهاپارو سان سلهاڙيل آهن فردن ۾ ماستر ابوبڪر ڪلوئي ،ڊاڪٽر محمد ايوب ڪلوئي ، ماستر سليم

ڪلوئي PST، اڳوڻو ڪائونسلر غلام رسول ڪلوئي ڏگهڙي ۾ سيلون جا دڪان هلائيندڙ محمد شريف ڪلوئي، رازق ڏنو ڪلوئي ماستر محمد يوسف ڪلوئي، سميع ڪلوئي، دوست علي ڪلوئي ۽ امير علي ڪلوئي وغيره پنهنجي هڪ سچائپ رکن ٿا. ڪلوئين جي سيد راضي شاهه لڪياري سان ٿَپ ڪانه پئي، توڙي جو ڪلوئين جي اڪثريت اُن جي مُريد رهي آهي.

سرڪاري رڪارڊ ۾ اهو لفظ ماپارو (MAPARO) آهي. اصل ۾ هي فارسي لفظ "ماه پاره" آهي ماه معنيٰ چنڊ، پاره معنيٰ ٽڪرو. " چنڊ جو ٽڪرو"

مهاپاره عمرڪوٽ ضلعي جي هڪ ڏيهه جو نالو آهي، اتي خاصخيلين جو هڪ ڳوٺ ان نالي سان آهي.

## ٽنڊوجان محمد

ٽنڊوجان محمد جو باني مير جان محمد بهاراڻي ٽالپر هو جنهن کي سخي مير جان محمد به چون. مير جان محمد بن سعيد خان بن جيئند خان بن بهار خان ٽالپر. مير بهار ٽالپر ميان وال فقير ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو مريد هو. مير بهار خان ٽالپر جو اولاد بهاراڻي سڏجي ٿو.(بهاراڻي کي بهراڻي به چون) .

سخي مير جان محمد ٽالپر جو والد سعيد خان بهاراڻي ٽالپر ڪلهوڙن جي دور ۾ جاگيردار هو. ميجر گولڊ سمڊ لکي ٿو ته " ميرحسن علي خان بهراڻي ٽالپر مونکي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي هڪ سند سال 1191هه بمطابق 1777ع جي لکيل ڏيکاري آهي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هن جو ڏاڏو مير سعيد خان ٽالپرن جي فوج ڪشي کان اڳ (ڪلهوڙن جي دور ۾) ديري دار هوندو هو.

جڏهن ميرن جو دور آيو تڏهن سنڌ جي والي مير فتح علي خان ٽالپر (1198 هه 1217هه _ 1783ع_1802ع) هن خاندان جي مرتبي موجب سخي مير جان محمد خان کي مڪان ڳرهڙ تعلقي ڏکڙي جي ٽي هزار ميربيگهه (نپيئرن 2196 بيگها) جاگير جي سند عطا ڪئي هئي. انهي جاگير ۾ پوءِ مير جان محمد خان بهاراڻي ٽالپر پنهنجي نالي سان "ٽنڊوجان محمد" تعمير ڪرايو.

سخي مير جان محمد ٽالپر جي والد ميرسعيد خان ۽ ٻين بهاراڻي ٽالپرن جا عبدالرحيم گرهوڙي سان ويجها تعلقات هئا ۽ گرهوڙي خواجه محمد زمان لنواري واري جومريد ۽ خليفو هو.تنهن ڪري انهي (گرهوڙي) جي چوڻ تي بهاراڻي ٽالپر ۽ ٻيا ماڻهو انهي علائقي (ٽنڊوجان محمد) جا درگاهه لنواري جا مريد ٿيا. سخي ميرجان محمد ٽالپر مٿيءَ جي ڪچي "ٽلهي" تي ويهندو هو جيڪو اڄ به موجود آهي. انهيءَ ٽلهي کي عام طور "سخي جو ٽلهو" چيو ويندو آهي .سخي مير جان محمد ٽالپر سن 1248هجري بمطابق 1832ع تي وڏي ڄمار ۾ وفات ڪئي.سندس آخري آرمگاهه خدا داد ڳوٺ خواجه سڏا توره قبرستان ۾ آهي.سندس پٽ ميرحسن علي خان کي ميجر گولڊ سمڊ جي تجويز موجب برطانوي سرڪار 28 مارچ 1861ع ۾ ديهه ڳرهڙ ۾ 2196 بيگهه ۽ پراڻ جي ڪناري 146 بيگهه ايراضي واري جاگير بحال ڪري سند ڏني هئي. ميرحسن علي خان بهاراڻي ٽالپر 1295 هجري بمطابق 1878ع ۾ وفات ڪري ويو هو.

ميرحسن علي کي ٽي پٽ هئا.هڪ ميراحمد خان، ٻيو مير خدابخش خان ۽ ٽيو ميرمحمد خان .سندس پٽ ميراحمد خان کي ميرحاجي جان محمد خان ثاني نالي پٽ هو جيڪو 1338 هجري بمطابق 1919ع ۾ وفات ڪري ويو هو.ان مير حاجي جان محمد ثاني کي ٻه پٽ هئا.هڪ مير حاجي قادربخش وفات 1356هجري ۽ ٻيو ميرحاجي احمد خان وفات 1370هجري مطابق 1951ع.

ميرحسن جي ہي پُٽ مير خدابخش خان کي بہ پٽ هئا.هڪ مير حاجي عبدالله خان وفات 1370هجري، پيو مير حمزه خان، وفات 1352هجري مطابق 1933ع ميرحسن علي جي پوٽي ان مير حاجي عبدالله خان کي مير حاجي خدابخش خان بهاراڻي ٽالپر نالي پُٽ هو جنهن جي وفات 1395هجري مطابق 1975ع ۾ ٿي هئي. تنهن جو ميرحسن علي ٽالپر پڙڏاڏو هو. (ان مير حاجي خدابخش ٽالپر نالي سان ٽنڊوجان محمد شهر ۾ ڪاليج اسڪول ۽ راند جا ميدان آهن)

(سچڻ ڏٺو جن_ جوڻيچو سائين بخش قبولائي جلد پيو ص 122 کان 128، آگسٽ 2010ع)

مير حاجي خدابخش ٽالپر جي سخاوت جو اُهڃاڻ اهي عمارتون اڄ بہ ٽنڊوجان محمد شهر ۾ نظر اچن پيون ان کان علاوه ٽنڊوجان محمد ۾ سٽيزن ڪلب آهي ،جنهن اندر "پراڻ لائبريري" آهي جتي هڪ پريس ڪلب بہ آهي .اهو شهر ٽنڊوجان محمد تعليمي شعور جي لحاظ کان ڏگھڙي کان اڳتي محسوس ٿئي.ٿو. اُتي راڳ رنگ جون محفلون بہ سجنديون آهن، راند روند کي وَست مليل آهي ان شهر سان ئي زاهد ڪنير ۽ سيد منظو حسين شاهہ لکياري واسطو رکن ٿا. جيڪي جاکوڙي ليکڪ آهن. جن ڪئين هن تر جا لکل پاسا توڙي فرد عيان ڪيا آهن. ٻئي ملنسار ۽ پلوڙ شخصيتون آهن .ساڻن گڏ نم ناز بہ هوندو آهي جيڪو پڙ سنو شاعر آهي. ٽنڊوجان محمد لڳ آمري جو قداور قبرستان پراڻ ڪنڊيءَ تي واقع آهي جيڪو 1026ع کان بہ اڳ جو آهي ، ماموئي فقيرن جون قبرون بہ ان قبرستان ۾ ملن ٿيون. ٽنڊوجان محمد ڏگھڙي جي ذڪڻ ۾ پندرانهن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي جهڏو ويندڙ روڊ لڳ واقع آهي ۽ حالتن جي اپياس مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ اهو شهر ڏگھڙي توڙي جهڏي کان پهرين قائم ٿيو آهي.

اڄ اتي قاضي فيض الله ساند، مير جاني، صحافي لالچند مالهي، حاجي محمد مڱڻهار مير ظفرالله، مير اعجاز ماستر غلام قادر قمبراڻي، الهڏنو

خاصخيلي، استاد ايوب قائمخاني، سيٺ رياست قائمخاني، بابو افتخار آرائين، افتخار گانڌي، سيد منظور شاهه زاهد ڪنڀار نمر ناز ۽ ٻيا ماڻهو رهن ٿا.

## گرهڙ

ڪرهل کي مقامي زبان ۾ گرهڙ چيو ويجي ٿو. گرهڙ ٽنڊوجان محمد جي ميرن جي جاگير ۾ اچي ٿي. ڪرهل جو ذڪر چچ نامي ۾ به آهي.
(تاريخ ٿرپارڪر_ مهر ڪاچيلوي_ اردو)

## ڳوٺ بکر چانڊيو

اهو ذڪر اڳ به ڪري آيا آهيون ته ڪرهل (گرهڙ) واري پٽ ۾ محمد بن قاسم جو لشڪر نارائي نالي ماڳ ۾ لٿو جيڪو ماڳ نارنديءَ (هاڪڙو _ پراڻ ) جي ڊيلٽا وارو هنڌ آهي، جتي نار نديءَ ڪيترن ئي شاخن ۾ ورهائجي سمنڊ ڏانهن وهي ٿي، جئين ڳاهي جي نار ڪنڊي جي نار آمر جي نار ۽ ڪولاچي جي نار وغيره. ان سڀني جو مرڪز"نار جو پونو" مشهور آهي.جتي لشڪر لٿو هو محمد بن قاسم جي مقابلي ۾ راجا ڏاهر جي فوج "ڪجي جت" وٽ ديهه بکر چانڊيو ۾ لٿي هئي. جنهن ماڳ کي عرب عالمن ڪجو جت بدران "قاجي جات" لکيو آهي. ٻنهين لشڪرن جي وچ ۾ 6_7 ميل مفاصلو هو. پوءِ راسل جي صلاح سان عرب لشڪر نارائي مان نڪري اتر طرف ڏاڏاهه واري پٽ ۾ وڃي لٿو ۽ سندن مرڪز ڪاهڙلي وارو پٽ هو. جنهن بابت ماموئي فقيرن جو هڪ آڳاٽو بيت ملي ٿو ته :

جهڙو لڳندو ڇڄهه پهر ڪاهڙلي ڪاري،
سڪ وسندي سنڌڙي، مرمچي ماري.

(ڪاٺوڪمايوم_ معمور يوسفاڻي_ ص_ 44سال 2005ع)

ان ۾ جيڪو ديهه بکر چانڊيو جو ذڪر آهي، ان نالي سان هڪ ڳوٺ بکر چانڊيو (بکو چانڊيو) جيڪو ٽنڊوباگو جهڏو روڊ تي موجود آرائين ٽيل

موري جي ڏکڻ ۾ 8_7 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي، جتان پنگريئو طرف به وڃي سگهجي ٿو.

اهو ڳوٺ بکر چانڊيو جتان 49_1948ع ۾ منهنجو ڏاڏو هوشو شيدي ولد ڏاهڻو شيدي لڏي ڏگهڙي جي طرف آيو هو. انگريزي هو بکي چانڊيو جا شيدي سڏيا ويا ۽ اڳيان هلي بکائي ٻڌجي ويا. هن وقت ڏگهڙي شهر جي وارڊ نمبر هڪ ۾ بکائي پاڙو به موجود آهي. هوشو شيدي ڏگهڙي لڏي آيو هو. هوشو شيدي جو نالو مون تي رکيل آهي. پر مونکي عام طور تي هوشو شيدي جي بجاءِ اڪرم قمبراڻي سڏيو وڃي ٿو. هوشو شيديءَ کي رمضان شيدي نالي پاءُ هو جنهن جو نالو هوشو جي وڏي پٽ محمد يوسف عرف شير جي پٽ تي رکيل آهي محمد يوسف جي ٻين پٽن ۾ محمد قاسم، محمد رفيق ۽ شفيع محمد اچن ٿا ۽ نالي مستري (رازو) محمد مريد شيدي اٿس..

اُهو هوشو شيدي ڏگهڙي اچڻ کانپوءِ ڪجهه وقت لاءِ دونهاو شريف به لڏي ويو هو پر وري موٽي واپس ڏگهڙي آيو هو.اُن هوشو شيدي جا چار پٽ ۽ هڪ نياڻي ڏگهڙي ۾ وفات ڪري ويا آهن. ان هوشو شيدي جون به شاديون هنيون، پهرين گهر واريءَ مان به هڪ پٽ الهداد ۽ هڪ نياڻي هئس. پاڻ به اُنهن کان اڳ ڏگهڙي ۾ گذاري ويو هو. سندس پوٽاڻ ۽ ڏوهٽاڻ ڏگهڙي ۾ رهي ٿو.

## سيد منظور حسين لڪياري ۽ زاهد ڪنيار

تاريخ 27 جولاءِ 2013ع تي آئون ۽ اقبال جت ڏگهڙي کان ٽنڊو جان محمد روانا ٿياسين. اسان جي منزل سيٽزن ڪلب ٽنڊو جان محمد هئي. جيئن ئي اسان سيٽزن ڪلب وٽ پهتاسين ته سيد منظور حسين شاهه لڪياري اُتي موجود پريس ڪلب جي ورانڊي ۾ اخبار پڙهندي نظر آيو. اسان ساڻس ملياسين ۽ اچڻ جو سبب ٻڌائي ساڻس گڏ ئي ويهي رهياسين. منظور شاهه فون ڪري زاهد ڪنيار کي پڻ اُتي اچڻ لاءِ چيو. ايتري ۾ اسان جي سيد منظور حسين شاهه سان ڪچهري شروع ٿي وئي. ڪچهري جو موضوع سيد راضي شاهه لڪياري، معمور يوسفاڻي ۽ خاناڻي ٽالپرن جو

ڳوٺ خانپور / کن رهيا. ڪچهري هلندي زاهد ڪنيار به اچي ويو. ان دوران مظهر مهر جن به اچي اسان سان ويٺا. ڪچهري ۾ ذاتن تي به بحث ٿي رهيو هو. سيم نالن جو به ذڪر هلي رهيو هو. درياءَ پراڻ جي قدامت به ذڪر هيٺ آئي پئي. ۽ خاص طور سيد راضي شاهه لڪياري تي آيل به ڪتاب "مهراڻي جو مير" ۽ ان جي جواب ۾ آيل "راضي شاهه جو رسالو" بحث هيٺ رهيا پئي.

ڪتاب "مهراڻي جو مير" سيد منظور شاهه ۽ زاهد ڪنيار وارن گڏجي مرتب ڪيو آهي. جنهن ۾ ولي سروري جو مضمون "رڙهه تون راضي شاهه ڇٺي" آيل آهي.

اسان جو چوڻ هو ته پي ڪتاب جي آٽينڊڙ راضي شاهه ثاني لڪياري وارن کي ان مضمون تي اعتراض آهي ته اهو مضمون ولي سروري جو لکيل ئي نه آهي. جنهن تي زاهد ڪنيار ۽ منظور شاهه جو چوڻ هو ته ان مضمون جي هڪ ڪاپي اسان وٽ آهي ته پي ڪاپي راضي شاهه ثاني لڪياري وارن وٽ هئي . اهو مضمون ولي سروري جو ئي لکيل آهي همراهه اجايو اعتراض ڪن پيا.

راضي شاهه ثاني لڪياري جي ڪتاب جي آخر ۾ لڪياري سيدن جو شجروع پڻ ڏنل آهي. جيڪو سيد موليڏنو شاهه لڪياري کان شروع ٿئي ٿو. جنهن تي سيد منظور حسين شاهه لڪياري جو چوڻ هو ته سيد موليڏنو شاهه لڪياري اهو پهريون ماڻهو هو جيڪو خانپور ۾ ميرن (ٽالپرن) وٽ آيو هو. ان وقت پاڻ جوان هئا. ۽ خانائي ميرن کان روزگار لاءِ ڪم گهريو هُن پيو ڪو ڪم نه هئڻ ڪري، ميرن کين وراڻيو ته پيو ڪو به ڪم نه آهي البته اسان جو مال (مينهيون/ ڍور وغيره) آهن، اُهي پلي وڃي چار. اهڙي طرح لڪياري سيدن جو سلسلو اُن تر ۾ اڳتي وڌيو. پوءِ منظور شاهه سيدن جي ڪجهه ڪرامتن جو ذڪر ڪري ٿو. ۽ اڳتي هلي اهو به چئي ٿو ته عام ماڻهن جو لاڙو سيد موليڏنو شاهه ۽ سندس سوٽ ڏانهن وڌڻ ڪري، مير (ٽالپر) سيدن کان مال چارڻ ڇڏائي ڪجهه ٻنيءَ پوکڻ لاءِ ڏين ٿا. سيد منظور شاهه وڏيڪ ڪرامتي روايتون ٻڌائيندي چئي ٿو ته هڪ وقت اهڙو به

اچي ٿو جو سيدن جو سنو فصل ٿئي ٿو ۽ ٽالپرن جو فصل اُن سال بنھي ڪونہ ٿو ٿئي. ڪجھہ مُاڻھو ٽالپرن جا ڪن پرين ٿا تہ سيدن کان فصل مان آڌ وٺو. سيدن کي سڏايو وڃي ٿو ۽ کين چيو وڃي ٿو تہ ھن سال اسان جو فصل ماڳھين ڪسو ٿيو آھي. توھان جي فصل مان آڌ اسان کي ڏيو جنھن تي سيد چون ٿا تہ پھرين تہ اھا واعدي خلاف ڳالھہ آھي تہ اسان کان فصل جو اڌ گھريو پيو وڃي. پيو تہ اسان جو فصل ٿيو ئي ناھي!! جنھن تي ٻيا ھمراھہ ٽالپرن جا ڪن پرندي چون ٿا تہ سيد غلط چئي رھيا آھن. ھنن جو فصل صفاءَ پلو ٿيو آھي. ٽالپر فيصلو ڪن ٿا تہ ڪجھہ ماڻھو مقرر ڪري فصل اکين سان ڏٺو وڃي چاٽايل ماڻھو جڏھن سيدن جي فصل واري ھنڌ پھچن ٿا تہ پورو فصل غائب ھجي ٿو صرف ڪانا ۽ ڏڀ ان جاءِ تي موجود ھجن ٿا (ان سڄي عمل کي سيدن جي ڪرامت سان ڀيٽيو وڃي ٿو)

سيد منظور حسين شاھہ ۽ زاھد ڪنيار جن علم دوست ماڻھو آھن ھنن ٻنھين جون فقير بشير لغاري صاحب سان ڪافي ڪچھريون ٿيون آھن. ھي ٻئي معمور يوسفاڻي صاحب کي پنھنجو استاد چون ٿا معمور يوسفاڻي صاحب جو فرزند ڊاڪٽر اسد جمال پليءِ سندن نہ رڳو دوست آھي پر علمي جاکوڙ ۾ بہ ھڪٻئي جو پڻ ساٿ ڏيندا رھيا آھن ٽي ، وي چينل ڪي، ٽي ، اين جو جاکوڙي صحافي فيض کوسو پڻ ھنن سان ڪافي ٽي وي پروگرام ڪري چڪو آھي.

زاھد ڪنيار درياءَ پراڻ تي پنڌ ھلي "پراڻ جا پير" ڪتاب لکيو آھي.

زاھد ڪنيار جو اھو بہ چوڻ ھو تہ ھاڻ معلوم ٿيو آھي تہ ٽنڊو جان محمد لڳ موجوده ڳوٺ خدا آباد جا مير بہ اصل خانپور/ کن جا آھن.

سيد منظور حسين شاھہ جو اھو بہ چوڻ ھو تہ اسان لڪيارين جا سنڌ ۾ تي نڪاڻا رھيا آھن. ھڪ دادو پرسان لڪي جبل جي پر، جنھن ڪري لڪياري ٿياسين ٻي ٽالپرن جي خانپور ۾ ٿيو دونھائو شريف آھي.

(پر ڏٺو وڃي تہ لڪياري سيدن جا سنڌ ۾ ٽي نہ بلڪ وڌيڪ نڪاڻا آھن.)

# جهڏو شهر يا جهڏي گودام تي ويچار!

رسالي ڪارونجهر ۾ ماڳن مڪانن جو شاندار تاريخي جاڻ ڏيڻ وارو سلسلو انتهائي ساراهه جوڳو عمل آهي ۽ ڪارونجهر جي پهرئين پرچي ۾ نور حسن هوت صاحب جو مضمون "جهڏو گودام" سندس زبردست محنت ۽ معلوماتي ڪوشش آهي پر تاريخن جو ڪجهه تضاد مونکي نظر اچي ٿو. سو آئون پنهنجي سمجهه آهر توهان سان اوريان ٿو.

نور حسن هوت شهر جهڏي لاءِ لکي ٿو ته "هي قديم ۽ تاريخي شهر 17 صدي عيسوي ۾ ڪلهوڙن جي دؤر حڪومت ۾ قائم ٿيو. 1901ع واري نقشي موجب جهڏو پهريائين ڳوٺ محمد خان ٽالپر جي نالي سان هڪ ڳوٺ هو. سندس نالي سان محمد خان ٽالپر پرائمري اسڪول اڄ پڻ موجود آهي چون ٿا ته مير نصير خان ٽالپر خيرپور رياست کان آيو هو. ۽ انهي اچي جهڏي شهر جو بنياد رکيو هو. "هاڻ جي پاڻ خيرپور رياست جو جُڙڻ ۽ اتان لڏي اچي جهڏي شهر پڌڻ وارو وقت مير نصير ٽالپر جوڙسنداسين ته خبر پوندي. سپ کان پهرين اهو ته سنه 1601ع صدي کان سنه 1700ع صدي تائين واري وقت کي 17 صدي چئبو آهي ۽ 1701ع کي 18 صدي چئبو آهي. جنت السنڌ جي صفحي 383 تي ڄاڻايل آهي ته " ميان يار محمد ڪلهوڙي کي سنه 1701ع ۾ مغيله دربار کان سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لاءِ پروانو مليو. هي ڪلهوڙن جي ڪاميابي جو پهريون دؤر هو" يعني 18 صدي جي اول ۾ ڪلهوڙا دؤر شروع ٿيو. ڪتاب "ڪليات ناز" جي صفحي نمبر 03 تي پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد "حامي" ڄاڻائي ٿو ته مير سهراب خان مير شهداد خان جي ٻئي نمبر فرزند مير چاڪر خان جو وڏو پٽ هو" ۽

صفحي 02 تي اهو بہ لکي آيو آهي تہ "مير شهداد خان 2 رجب 1147 هجري مطابق 1734ع تي وفات ڪئي ۽ سندس وڏو پٽ مير چاڪر نندو ڪلهوڙن جو سپهہ سالار ٿيو" اهو وقت 18 صدي جي اڌ جي ويجھو اچي ٿئي ٿو ٽالپرن هالاڻي جي جنگ 1782ع ۾ ڪلهوڙن کان کٽي، سنڌ تہ فتح ڪري ورتي هئي، پو حيدرآباد جو قلعو ڪلهوڙن جي جرنل (قلعيدار) شالمين شيدي کان احمد دايو هٿان ٻہ سال پوءِ خالي ڪرائي سگهيا هئا.

خيرپور رياست جي حاڪم مير سهراب خان لاءِ ڪتاب "ڪليات تاز" ٻڌائي ٿو تہ" ستاويهہ سال شان ۽ شوڪت سان حڪومت هلائي 1811ع ۾ گوشہ نشين ٿي وينو ۽ پنهنجي پڳ وڏي پٽ مير رستم خان جي حوالي ڪيائين"۽ خيرپور رياست ۾ مير ڀائرن اندر مير علي مراد جي سبب آٿبت وڏي ويل هئي جنهن جي انگريزن سان قربت هئي تنهن وقت فرنگين جي سنڌ تي قبضي لاءِ آمد آمد هئي. مير علي مراد مير سهراب جو ننڍو پٽ ۽ مير رستم جو ننڍو ڀاءُ هو مُولائي شيدائي "سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلا" جي صفحي 281 تي لکي ٿو تہ مير سهراب خان کي آخر عمر ۾ سنہ 1815ع ۾ هڪڙو پٽ مير علي مراد خان ڄائو.

جولاءِ سنہ 1830ع ۾ خيرپور واري محلات جي دري مان ڪرندي مير سهراب وفات ڪئي. مرڻ مهل پنهنجي ننڍي پٽ جي ٻانهن پنهنجي پٽ مير مبارڪ جي حوالي ڪري ويو "۽ صفحي 309 تي لکي ٿو تہ" 19 جولاءِ 1838ع ۾ مير مبارڪ وفات ڪري ويو هو. مير علي مراد خان جيڪو ڀائرن جا سور دل ۾ سانڍي وينو هو تنهن موقعو ڏسي انگريز ريزيڊنٽ ڪپتان راس بيل کي پنهنجي قبايل زمين لاءِ درخواست ڪئي. راس بيل معاملي کي گورنر جنرل جي ڪائونسل کي پيش ڪيو.

جنهن صورت ۾ انگريز ڪابل جي مُهم ۾ رڌل هئا. ان حالت ۾ ريزيڊنٽ کي حڪم مليو تہ معاملي کي دوستانہ نموني ۾ ٽاريندو اچي مگر خانداني اندروني بغض ڪري مير علي مراد، مير رستم ۽ مير مبارڪ جو پٽ مير نصير خان تفنگ ۽ ترارين سان پاڻ ۾ گنڍجي پيا" پوءِ معاملو

نونهاري معاهدي ذريعي قرآن شريف تي حل ٿيو هو. هاڻ جڏهن جهڏي وارو مير نصير خان  مير مبارڪ خيرپور واري جو پٽ آهي ته 1838ع ۾ پنهنجي والد جي موت وقت خيرپور رياست ۾ نظر اچي پيو يقين پوءِ پاڻ ۾ ٿيندڙ جهيڙن کان بيزار ٿي جهڏي واري موجوده سر زمين جي طرف آيو هوندو.

نور حسن هوت جو جهڏي شهر لاءِ وڌيڪ اهو لکڻ ته "ڪنهن زماني ۾ هي شهر وڏو ڪاروباري مرڪز هو جيئن ته پراڻ درياءَ جي ڪپرن تي ٻيڙين جون قطارون لڳل رهنديون هيون، مختلف هنڌن تي بندرگاهه به هئا جيئن ته پراڻ ندي ونگي پٽڻ واري علائقي کان هيٺ شڪور ڊنڊ هندستان ويندو هو پراڻ ندي جڏهن زور شور سان وهندي هئي ته ان تي شهر آباد ٿيڻ لڳا. جن مان جُهڏو به هڪ آهي.... پراڻ درياءَ تي ڪاروبار ٻيڙين ذريعي ٿيندو هو. ايندڙ ويندڙ واپاري سامان گڏ ڪرڻ لاءِ هڪ وڏو گدام هو. جنهن جا نشان اڄ به کنڊرات جي صورت ۾ موجود آهن. تنهنڪري جُهڏي کي اڳي ماڻهو گدام چوندا هئا"

ڳالهه صفا چٽيءَ پئي آهي ته انگريزي لفظ Go Dawn (گو ڊان ) مان اهو لفظ ڦري ٿيو آهي گدام. نور احمد ميمڻ جي ڪتاب "قديم سنڌ جي تاريخ" جي صفحي 620 تي ايم ايڇ پنهور صاحب پنهنجي مقالي ۾ سنڌ ۾ ريل راهن جا سرڪاري انگ اکر ڏيندي ڏسي ٿو ته " جمڙاؤ کان جهڏو ريل پٽڙي 18 اپريل 1909ع ۾ 49.96 ميل وڇائي وئي هئي. اهڙو ذڪر نور حسن هوت خود به تاريخن جي حوالي سان پنهنجي ڪالم ۾ ڪري ٿو. آئون اهو چوڻ چاهيان ٿو ته تڏهن ريل رستي سامان آڻڻ ۽ نيڻ لاءِ جهڏي ۾ گدام جڙيو هوندو. جنهن گدام جو جهڏي شهر تي نالو پئجي ويو هوندو. ڪتاب وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته "1 جون 1935ع ۾ جهڏي کان پٿورو 30.60 ميل وڌيڪ پٽڙي وڇائي ويئي هئي" جنهن مان نظر اچي ٿو ته پوءِ نئوڪوٽ وغيره جون ريل اسٽيشنون آباد ٿيڻ سبب جهڏي وارو گدام پنهنجي اهميت وڃائي ويٺو هوندو ڇاڪاڻ  جو ٿر سيمت هن سموري علائقي جو مرڪز سامان جي

حوالي سان جهڏو گدام رهيو هوندو. ريل اچڻ کانپوءِ ته جهڏو گدام غير اهم ٿي ويو هوندو.

پيو ته پراڻ درياهه هاڪڙي جو حصو آهي ڪتاب "سنڌ جي پيرائتي ڪٿا" جو چوٿون نمبر نقشو هُن جي مڪمل شڪل واضح ڪري ٿو ۽ ماموئي فقيرن جا بيت اروڙ شهر جوذڪر ڪن ٿا. اروڙ هاڪڙي درياهه جي ڪنڌي تي واقع هو ته سنڌ جا تاريخدان هاڪڙي درياهه جو سُڪڻ 1226ع ڌسين ٿا. يعني 13 صدي، پوءِ جيڪو پراڻ درياهه ۾ پاڻي ايندو رهيو آهي. سو سنڌو درياءَ ۾ آبڪلاڻي جي صورت ۾ روهڙي وٽان وهي ايندو هو. 1819ع جي زلزلي ۽ پوءِ انگريز دؤر ۾ سنڌو درياهه تي بئراج تعمير ٿيڻ سان هاڪڙي / پراڻ درياهه کي پاڻي کان محروم ڪري ڇڏيو هاڻ صرف طوفاني برساتون پراڻ درياهه کي واهن ٿيون.

واضح هجي ته 1819ع جي زلزلي وارو دؤر ڪلهوڙن جو نه بلڪ ٽالپرن جو آهي ۽ ريل پٽڙي جهڏي لاءِ 1909ع ۾ انگريزن جي دؤر ۾ آئي آهي جنهن لاءِ گودام تعمير ٿيو هوندو پيو ته ڪتاب جنت السنڌ جي صفحي 484،483 تي آهي ته "مير فتح علي ٿي هو جنهن سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو هو. پهريون حصو پنهنجي عزيزن لاءِ رکيائين جنهن جون حدون ڪراچي کان سيوهڻ تائين ڊيگهه ۾ هيون ۽ ويڪر ۾ اهو ٽنڊوالهيار کان کير ٿر جبل تائين هو ٿر جو سرحدي علائقو به هن سان شامل هو هي سرڪار شهداداڻي سڏبي هئي، حيدرآباد سندس تخت گاهه هو. ٻيو حصو شاهه بندر کان وٺي چوڙ تائين هو ذڪڻ ۾ ڪڇ جي رڻ کان وٺي اتر ۾ موري تعلقي تائين هو. سو مير ٺاري خان جي حوالي هو. هي سرڪار مانڪاڻي سڏبي هئي. سندس تختگاهه ونگي ۾ ڪيتي هو. ٽيون حصو ٿر ۽ موري کان اُباوڙي، روجهاڻ ۽ سيوهڻ تائين مير سهراب خان جي حوالي ڪيو ويو. هي سرڪار سهراباڻي سڏبي هئي. سندس تخت گاهه احمد آباد (ڏيجي) هو. پوءِ خيرپور تخت گاهه مقرر ٿيو "مولائي شيدائي صاحب وڏيڪ ٻڌائي ٿو ته" مير سهراب خان هاڻوڪي ڏيجي جو ڪوٽ ٽڪري مٿان اڏائي مٿس تويون

رکايون ۽ مٿس احمد آباد نالو رکيو هو. پوءِ نونارين کان هاٿوڪي خيرپور شهر واري زمين خريد ڪري خيرپور شهر تعمير ڪرايو“.

هاڻ جڏهن پاڻ نورحسن هوت صاحب جو اهو موقف تسليم ڪنداسين ته جهڏو شهر مير نصير خان خيرپور رياست کان لڏي موجوده پٽن تي شهر اچي ٻڌرايو آهي ته پاڻ پهرين خيرپور رياست جو جُڙڻ يا ميرن (تالپرن) جو سنڌ اچڻ جو درست وقت ذهن ۾ رکون پوءِ ئي جهڏي شهر جي قدامت جو صحيح اندازو ئي سگهندوءِ پيو ته تالپر 18 صدي يا اُن کان پوءِ هِنن پٽن تي آيا آهن. تنهن وقت پراڻ ڪنڌي تي ڪو پيو ڳوٺ ته اُن وقت هوندو پر ميرمحمد خان تالپر ڳوٺ بعد ۾ قائم ٿيو هوندو. چاڪاڻ جو 17 صدي ۾ مير هَت نه آهن.

(هي خط اقبال جت جولکيل آهي جيڪو سلسلي وار ڪارونجهر ۾ شايع ٿيو هو جنهن کي جهڏي شهر جي قدامت جي حوالي سان هت پيش ڪيو ويو آهي، جئين اينڌڙ مورخ کي جهڏي شهر جي تاريخ لکڻ لاءِ آساني ٿئي.)

## ڪامريڊ غلام محمد لغاري

ڪامريڊ غلام محمد لغاري جي ”آپ بيتي“ اردو ٻولي ۾ لاهور مان ڇپيل آهي جنهن جو چوند احوال هت پيش ڪجي ٿو.

ڏگهڙي تعلقي ۾ مراد علي مهر جو مدرسو هو مراد علي مهر زميندار ديندار ۽ نيڪ دل انسان هو.

نارل شاهه نالي همراه پنهنجي مريدياٽي کي پڇائي ويو هو. اهو اُچ واري پيرن جي نالي سان مشهور هو ۽ ڪاچيلي اسٽيشن جي اوله ۾ ڳوٺ هئس، اُتي نارل شاهه جو هر سال ميلو به لڳي ٿو. مولانا محمد الياس پرڳڙي، مراد علي مهر جي مدرسي ۾ پڙهائيندو هو تقريبن هڪ سئو پنجاهه طالب پڙهندا هئا.

ڪامريڊ غلام محمد موجب فارسي جي تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ مون مراد علي جي ان مدرسي ۾ عربي جي تعليم به حاصل ڪرڻ شروع ڪئي ان زماني ۾ اسڪول کولڻ جي مخالفت ته عام طور تي سنڌ جا سڀ وڏيرا ڪندا هئا، مگر ان وڏيرن ۾ خاڪو مهر پنهنجي مثال پاڻ هو عوام تي ظلم ڪرڻ ۽ بي دردي سان پيش اچڻ جو ڪوبه موقعو هٿان نه ڇڏيندو هو.

ڪامريڊ چواڻي ته منهنجي ڳوٺ فقير غلام علي لغاري ۾ مولوي حاجي محمد لغاري عرف مولوي عبدالڪريم صاحب هڪ مدرسو کوليو انڪري پنهنجي ڳوٺ ۾ رهڻ جي وجه سان آئون به ان مدرسي ۾ داخل ٿيس، ان زماني ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ڊگهڙي ۾ مختيارڪار هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اسان جي مدرسي ۾ ايندو هو.

ڊگهڙي جا اسلم چوڌري ۽ شير محمد لغاري هٿ خاڪسار تحريڪ جاسالار هئا. هي 1940ع جو ذڪر آهي. ڪميونسٽ انقلابي ڪامريڊ هيرا لال جيڪو بي، اي پاس هو ۽ ڪامريڊ غلام محمد کي ملتان جيل ۾ آءِ، بي، سي(ABC) سيکاري هئس. ڪامريڊ ملتان جيل مان 1943ع ۾ آزاد ٿيو هو.

ڪامريڊ "مدائي غريب" اخبار ڪيڏڻ چاهي پر نه ڪيڏي سگهيو ان زماني ۾ ڪانگريس جي طرفان ڊگهڙي شهر ۾ هڪ وڏو جلسو ٿيو جنهن ۾ "جئي بهارت" رسالي جي ايڊيٽر مهاشي هوت چند آسنائي سان ڪامريڊ جي ملاقات ٿي هئي. ڪامريڊ غلام محمد لغاري مسڪين ماڻهو هو انڪري پنهنجي هٿن سان هارين جي حقن جا پمفليٽ لکي ڳوٺن ۾ پاڻ وڃي ورهائيندو هو ديوارن تي لڳائيندو هو ۽ ڳاڙهو جهنڊو به پنهنجي هٿ ۾ رکندو هو.

1945ع جي آخر ۾ ٿيڻ واري لوڪل بورڊ اليڪشن ۾ به حصو ورتس، غربت سبب اليڪشن ۾ ضمانت لاءِ پيسا جمع ڪرائڻ جي توفيق نه هئس، انڪري پنهنجي گهرواريءَ جي نٿ هڪ سئو روپين ۾ وڪڻي ضمانت جا پيسه جمع ڪرايس.

بلگير سنگهه وارن ڪامريڊ جا نامزدگي فارم پري جمع ڪرايا جنهن سبب سائين جڙيل شاهه به ڪامريڊ وٽ آيو ۽ پيا مير، پير ۽ سيد ٿنڊوجان محمد جي اُميدوار مير فتح خان سان گڏجي مون کي هٽ ڪٽائڻ لاءِ آيا هئا. اهو مير فتح خان اسان سان گڏ لاهور هلڻ کان لنوائي ويو هو جتي مون کي 2 سال جيل آئي هئي. هو به اسان جو خاڪسار هو پر منهنجي سامهون بيٺل هو ۽ منهنجي والد کي ڌمڪيون پڻ ڏنيون هئن.

آخر اليڪشن ختم ٿي، ۽ جڏهن نتيجو سامهون آيو ته مير فتح خان جنهن کي پنهنجي ڪاميابي تي ناز هو هن اليڪشن ۾ هارائي ويو ان جي مقابلي ۾ چوڌري غلام حسين ڪامياب ٿيو ڪامريڊ پاڻ به هارائي ويو ڪامريڊ غلام محمد لغاري، تعلقه ڊگهڙي تعلقه جيمس آباد، تعلقه ميرپورخاص ۽ تعلقه سامارو تي مشتمل صوبائي اسيمبلي جي ٽڪ واري اليڪشن ۾ به اُميدوار طور بيٺو جتي سندس سامهون، امام بخش خان ٽالپر ۽ رئيس غلام مصطفيٰ پرڳڙي جن مان غلام مصطفيٰ پرڳڙي ڪامياب ٿيو.

1946ع ۾ روينيو ڪمشنر چوڌري نظير احمد مستحق هارين کي پوکڻ لاءِ زمين ڏني پئي ۽ عمرڪوٽ تعلقي ۾ ڪامريڊ غلام محمد لغاري کي به تعلقي عمرڪوٽ جي ديهه باراني ۾ 24 ايڪڙ زمين ملي، جيڪا نبي سر ريلوي اسٽيشن ويجهي هئي. 47، 1946ع جي اسيمبلي جي چونڊن کانپوءِ ڪامريڊ مستقل نبي سر روڊ ۾ رهڻ لڳو.

(ڪامريڊ غلام محمد لغاري جي "آپ بيتي" صفحي 16 کان 60 تائين "اردو")

## ڳوٺ علي محمد پيٽي

ماستر قربان علي پيٽي جي جمڻ جي تاريخ 5 اپريل 1966ع آهي. سندس والد محمد موسيٰ پيٽي ٻُڍي فقير جو پوٽو ۽ محمد حسن پيٽي جو پٽ هو.

قربان چوي ٿو ته اسان جا وڏا بهالپور کان سنڌ هت آيا ۽ هي ڳوٺ "علي محمد پيٽي" ٻڌي ويٺا. سندس چواڻي ته هي ڳوٺ انگريزن جي سنڌ

اچڻ کان اڳ قائم ٿيو آهي. انگريز دؤر ۾ جڏهن سرڪار ڏگهڙي جي مختيار ڪار آفيس (1908ع) ۾ ٺهرائي پئي ته ان جي ڪم جي نگراني تي علي محمد پٽي کي مقرر ڪيو ويو هو.

هو وڏيڪ چوي ٿو ته اسان جي ڳوٺ ۾ اڳ ٽر جا ماڻهو لاٻارن مزدوري سانگي ايندا هئا. جڏهن لوس جي بيماري پئي (1918ع) ۾ ته ان ۾ قربان جو ڏاڏو ۽ ڏاڏي گذاري ويا هئا.

قربان اهو به چوي ٿو ته حيدر بخش جتوئي جڏهن هاري اڳواڻ هو تڏهن اسان جي ڳوٺ ۾ به آيو هو. هو اهو به چوي ٿو ته اسان جي ڳوٺ لڳ موجوده ڳوٺ غازي خان چانگ اڳ بلگير سنگ جو ڳوٺ هو.

هون ته قربان پٽي ڏگهڙي هاءِ اسڪول ۾ هيڊ ماستر آهي پر اتي فسٽيئر، انٽر جا ڪلاس هلن ٿا ان تحت سندس پرنسيپل واري دعوي ڪي به مان ڏجي ٿو. هو خد کي پروفيسر چورائڻ ۽ لکڻ پسند ڪن ٿا. جڏهن ته سندن اصل پوسٽ ايس، ايس جي آهي جنهن کي ايڊمنسٽر جون ذميواريون نڀيون ڏيئي سگهجن.

بهرحال هو طبيعت ۾ مانيٽو ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪيس وٺ آيل مهمان کي جيءَ ۾ جايون ڏيندو آهي. هاءِ اسڪول جي سار سنڀال تي متس ڪوڙ آڱريون به ڪجنديون رهيون آهن. پر سندس پروگريس ڪافي بهتر آهي پاڻ تضاد جي زمري ۾ انڪري اچن ٿا جو پنهنجي نوڪري ۾ سياسي اثر جو رنگ ڪجهه گهڻو شامل ڪري ويا آهن. پر ڪن به ڇا؟ هِن زماني جو هاڻ دستور به اهو ٿي ويو آهي.

## چاند ماڙي _ لياقت آباد

ڏگهڙي شهر کان تقريبن سوا ٽي ڪلوميٽر اُبرندي طرف ويندي ڪوٽ غلام محمد روڊ جي اُتر ۾ ريل جي پٽڙي لڳ ٽيهه پنجٽيهه گهرن تي مشتمل آرائين برادري جو هڪ ڳوٺ واقع آهي، جنهن کي چاند ماڙي (لياقت آباد) چون.ان ڳوٺ جو حاجي محمد علي ولد دين محمد آرائين،

جنهن جي تاريخ پيدائش 1930ع آهي ۽ پاڻ ڊگهڙي شهر ۾ موجود عزير پيٽرول پئمپ واري سيٺ محمد اڪرام آرائين جو مامون آهي.

حاجي محمد علي جو چوڻ آهي ته ڳوٺ چاند ماڙي اصل ۾ ارباب تاج محمد نهڙيو جيڪو ارباب امير حسن جو والد هو انهي جي اوطاق هئي. ۽ ان جي زمين جيڪا 14 بلاڪن جي صورت ۾ هت هئي، ۽ پوري جي پوري آباد هئي.

محمد علي چوائڻي ته اسان جا وڏا هت آيا هئا ۽ ارباب وٽ اچي هاريو ڪيو هئن. پوءِ انگريز سرڪار هڪ اعلان ڪيو هو ته بئراجي زمين ڏيڍ جي صورت ۾ سرڪار ٿر ۾ انهن کي زمين بيٽي (ڊبل) ڪري ڏيندي، جنهن سبب ارباب هتي جي 14 بلاڪ زمين سرڪار کي ڏيئي ٿر ۾ ڊوڏاري جي طرف 28 بلاڪ زمين ورتي. تڏهن ارباب اسان جي ماڻهن کي به چيو هو ته توهان اسان سان گڏ ٿر هلو ته اسين توهان کي به زمين ڏياريون تا پر اسان جا وڏا ٿر جي طرف نه ويا. ۽ ارباب اصل هئا به ٿر جا. جيڪي 1928ع ۾ ڊگهڙي کان واپس ٿر موٽي ويا ۽ سندن ڇڏيل هت 14 بلاڪ زمين سرڪاري ٿي پئي جيڪا پوءِ انگريز سرڪار اُها زمين اسان جي وڏن کي ڏني جن پنهنجي برادري ۾ ورهائي.

هن ڳوٺ چاند ماڙي ۾ انگريز دؤر ۾ هڪ مٿيءَ جي دڙيءَ هوندي هئي. جتي ڊگهڙي ٿاڻي جي پوليس ہي، چوٿين ڏينهن اچي نشاني بازي (فائرنگ پريڪٽس) ڪندي هئي.انگريزن جي ڏينهن ۾ فائر پريڪٽس واري جاءِ کي چاند ماڙي يا گوليمار چيو ويندو هو. هاڻ هن کي لياقت آباد سڏيو وڃي ٿو.

حاجي محمد علي آرائين جي وڏي پٽ لياقت آرائين جي نالي پويان هن ڳوٺ چاند ماڙي کي هاڻ لياقت آباد سڏيو وڃي ٿو. لياقت آرائين جيڪو 03 مارچ 1992ع تي آمريڪا ۾ انگريز شيڊين هٿان هڪ قادياني شخص جي سازش تحت مارجي ويو هو. لياقت آرائين آمريڪا ۾ پهرين چار ڊالر في ڪلاڪ پوءِ آٺ ڊالر في ڪلاڪ ۽ آخر ۾ 16 ڊالر في ڪلاڪ

جي حساب سان ڪم ڪندو هو. هُن جو موت سندس والد لاءِ وڏي ڏک جو سبب بڻيو هو.

چاند ماڙي (لياقت آباد) ۾ تمام گهر آرائين برداري جا آهن. باقي هڪ گهر ڪمبوءَ برادري جو آهي جنهن جو تسلسل هلندو اچي. حاجي محمد علي جو اهو بہ چوڻ آهي تہ هو 1937ع ڌاري ڏگهڙي شهر جي ميرن واري مدرسي ۾ پڙهيو بہ آهي ، تڏهن اُتي درس قرآن ڏيندڙ مولوي عبدالحئي نوحاڻي، مولوي محمد الدين ديهہ 170 وارو مولوي عبدالقيوم خير ۽ مولوي اسماعيل ڪوري هوندا هئا.

آرائين برادري جا ماڻهو جڏهن هن ڳوٺ چاند ماڙي ۾ آباد ٿيڻ آيا هئا تڏهن سندن تعداد ستن اٺن گهرن تي مشتمل هو. حاجي محمد علي سان هي ڪچهري اقبال سان گڏجي 21 آگسٽ 2013ع تي ڏينهن جو هڪ وڳي سندس ڳوٺ لڳ روڊ تي موجود ٽائر پنچر جي دڪان تي ڪئي وئي.

## ڳوٺ خير محمد پرڳڙي

محمد حيات ولد دولت خان پرڳڙي ، سندس تاريخ پيدائش 1945ع آهي هن جو چوڻ آهي تہ اسان جو هي ڳوٺ خير محمد پرڳڙي جي نالي سان آهي خير محمد پرڳڙي منهنجو نانو هو. ۽ هن ڳوٺ جي عمر تقريبن هڪ سئو سال ٿيندي. اسان جا وڏا آپر سنڌ کان هت لڏي اچي آباد ٿيا هئا.

خير محمد پرڳڙي کي سومر خان پرڳڙي نالي پٽ هو جنهن جي اولاد رئيس محمد رمضان پرڳڙي آهي . اسان جي ڳوٺ جي حوالي سان خان محمد پرڳڙي، هيڊ ماستر ٿي رهيو هو. ۽ مختيار پرڳڙي ،ٽيليفون آپريٽر ٿي رهيو. هن ڳوٺ ۾ اٽڪل ٽيهہ کن گهر آهن. هي ڳوٺ ڏگهڙي جي اوڀر ۾ راڻي رمداڻ جي ڳوٺ جي رستي پرسان پٺاڻ ڪالوني لڳ آهي.

# پُراڻ درياءَ

جهلوريءَ کان هيٺ هلندي ڪاڇيلو اسٽيشن کان گذري ڳوٺ راڻو رمداڻ جي ڀر ڏئي دونهائو ۽ ٽنبوجان محمد کان ٿي جهڏي شهر مٺان گذري راهمڪي بازار اُڪري رڻ ڪڇ ۾ چوڙ ڪري ٿي ان کي پراڻ چيو ويندو آهي.

پراڻ آخر آهي ڇا؟ دريائن جي فطري بدلائن ۽ ليڪڪن جي آجائي مُنجهه قصي کي اهڙو وچڙايو آهي جو ويچارو عام ماڻهو دنگ رهجيو وڃي.

هماليه جي جابلو سلسلي مان وهي نڪرندڙ گنگا، جَمنا، چِتانگ، سر سوتي، گهگهر درياءَ آهن. ايم ايڇ پنهور صاحب پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي پيرائتي ڪٿا" جي چوٿون نمبر نقشي ۾ 1226ع ۾ هاڪڙو درياءَ جو سُڪڻ ڏسندي ڏيکاري ٿو ته هاڪڙو سر سوتي ۽ گهگهر دريائن جَي مَلڻ (ميلاپ) کانپوءِ وهي هلندو هو .جيڪو پٽنيں، صورت ڳڙهه ولهار سردار ڳڙهه کان ٿيندو رحيم يار خان کان مٿي ميرپور ماٿيلو جي هيٺين ڀر وٽي اروڙ کان گذرندو هو. پوءِ جيڪو سنڌ ۾ اُپر نارو وارو پٽ آهي اُتان اڳ هاڪڙي درياءَ جو گُذر هو.

ميجر هينري جارج راورٽي جي ڪتاب جو ترجمو ڪندي عطا محمد ڀنڀرو صاحب "سنڌ جو مهراڻ" جي صفحي 225 تي ڄاڻائي ٿو ته عرب حملي جي لڳ ڀڳ هاڪڙويا واهندا. پنهنجون چِتانگ، سرستي، گهگهر، ستلج ۽ سندن ٻيون نيون نارِيون پرتي ڪندڙ شاخون هيون.اهو ماروٽ پرسان ٻن وهڪرن ۾ وهندو هو " اڳيان لکي ٿو" ماروٽ کان اوپر طرف کان

ايندڙ جيسلمير واريون (هاڪڙو جون ) پرتي ڪندڙ شاخون پنهنجو وهڪرو مٽائي ويون. اهو پاڻي جيسلمير جي اوپر طرف کان ايندو هو. انهي طرف کان دائمي وهندڙ نديون سڪي ويون ۽ سندن پيٽ ڊنڊيون بڻجي ويا ۽ ڪاٽي واري جُون ڍبون پيدا ٿي ويون. اها تبديلي پنهنجن شاهدين ۽ ثابتين سميت اڄ به بيٺي آهي ۽ چاهتر ميل اولهه کان اوپر ڏکهو پيٽ صدين کان وٺي اڄ تائين سلامت آهي اهو به راورتي ٻڌائي ٿو ته "سنڌ جو مهراڻ، هاڪڙو واهندو ابهندا، وهندا ساگر سانڪر درياهه اهو آهي"

زلزلن جي سبب اڪثر درياءَ پنهنجا پيٽ تبديل ڪندا رهندا آهن. پر جيڪو وهڪرو گهڻو وقت هليو هجي تنهن کي پراڻو قديم يا آڳاٽو وهڪرو چيو ويندو آهي. ان آڳاٽي وهڪري يا گهڻو عرصو هلندڙ حصي کي ئي پراڻ چيو ويو.

مهر ڪاڇيلوي تاريخ ريگستان ۾ چوي ٿو ته نارا سنڌو درياءَ جي سڀ کان وڏي شاخ آهي جيڪا بقار جي ويجهو اچي پاڻي جمع ڪري ٿي. جتان اڳيان ڍوري ناري کي پاڻي ملي ٿو.....بقار کان اڳيان تنڊي مٺا خان ڪپري هٿونگي پٽ پائيٽي کان ٿي فرش موري تائين وچي بين شاخن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. جتان اڳيان ڍوري جي شڪل ڏاري سمنڊ ۾ با ذريعا پراڻ ڪري ٿو.

1700ع _ 1500ع وارو سنڌ جو نقشو ٻڌائي ٿو ته هاڪڙي درياءَ جي اوپر پاسي کان سوڍا ذات جا ماڻهو اڪثريت ۾ آباد هئا. ۽ اولهه ڪنڌي واري پاسي اُتر جي وچٽوٽ کان ونگي پتڻ تائين سميجا ذات وارا جنهن کي ڏل ذات به چيو ويو آهي. تن جي گهڻائي هئي. تنهن وقت ۾ سومرا ۽ سما اڪثريت ۾ نئي رياست ۾ رهندي نظر اچن ٿا.

ڏيپر گهانگهرو يعني موجوده سانگهڙ شهر کان ٿورو مٿي هاڪڙو درياءَ ٽن چاڙن ۾ ورهائجي ويندو هو. اوپاري چاڙهه جيڪا نارو آهي سا اُمرڪوٽ کان اولهه پاسو ڏئي. نئون ڪوٽ ويندي آهي. وچون وهڪرو ميرپورخاص (ڪاهو دڙي) روانو ٿئي ٿو. ٽي چاڙ يعني اولهه طرف وارو وهڪرو ٻهمڻ آباد/ منصوره کان ٿي موجوده ميرپورخاص جي شهر کان اڳ وچين وهڪري سان

ملي ويندو هو. سو ميرپورخاص اُڪري جهلوري پهچي ٿو اتان اڳتي ڪاچيلو اسٽيشن جو اولهندو طرف ڏيئي ڍگهڙي شهر کان اٺ ڪلوميٽر اوپر طرف واري ڳوٺ راڻو رمداڻ کان گذري دونهائو پتڻ لنگهي ٽنڊو جان محمد شهر جي اوپاري ڪنڌي ڏيئي جهڏي شهر جي لڳ اُتر پاسي کان جهڏي ٽنڊو جان محمد شهر وارو روڊ (رستو) ڪراس ڪري اولهه ڏکڻ ڏيئي رهمڪي بازار جي طرف هلي ٿو. هاڪڙي جو نئون ڪوٽ وارو حصو به هيٺ هن سان ميلاپ ڪري ٿو هي گڏجي ان وقت جا آباد شهر اُڪري رڻ ڪڇ ۾ چوڙ ڪن ٿا. راوتي لکي ٿو ته "پراڻي ڍوري يا مهراڻ يا هاڪڙي جيڪو ڪڏهن شهدادپور جي اُتر ۽ پوءِ اولهه ۾ وهندو هويا ان ڍوري سميت جنهن ڪي سنڌي لوهاڻو ڍورو سڏيندا آهن. جنهن جا سنڌو يا آب_ سنڌ ۽ مهراڻ يا هاڪڙو درياءَ جي وچ ۾ پراڻا وهڪرا ڏسبا آهن"اِي ايچ اِئٽيڪن پنهنجي ڪتاب سنڌ گزيٽيئر ۾ ٻڌائي ٿو ته منڙائون واهه جي منظوري (انگريز دؤر) ۾ 58_1857ع ۾ ڏني ويئي هئي. پرمالياتي ڪوٽ ۽ واهه ڪاتي جي گهٽتائي سبب ڪم 1879ع ۾ مڪمل ٿو. اهو بند قدرتي پاڻي جي ذخيري مُڪي ڍنڍ مان نارا کان 136 ميل تي نڪري ٿو نارا جي چنڊڻ ڪارو ڪن ۾ وڃي چوڙ ڪري ٿو." سنڌ گزيٽيئر منڙاؤ واهه کان به اڳ ٻڌائي ٿو ته" اوپر نارو هاڻي دائمي واهه آهي ۽ سندس مڪمل ڊيگهه تائين ٻيڙيون هاڪاري سگهجن ٿيون.

ٻارهن ميل ڍگهي سپلاءِ چئنل سميت سندس روهڙي کان ڍوري پراڻ ۾ چوڙ واري جاءِ تائين ڪُل ڊيگهه 276 ميل آهي. پر آبپاشي جي مقصد لاءِ وهڪري جو انتظام رڳو جوڌپور_ حيدرآباد ريلوي تي216 ميلن ڍوري ناري ويجهو تر واهه جي مُنهن هيٺان چاپ تائين رکيو ويو ٿو.

پراڻ ڪنڌيءَ لڳ ماستر محمد اڪرم جٽ جو ڳوٺ ننڍي ڏوبرچي واقع آهي. جنهن ويجهو ميندڙ پٽون وارو پراڻو ٿٽل شهر دڙي جي صورت ۾ موجود آهي. چيو وڃي ٿو ته سنڌ جو مشهور ڪردار راڻو ميندرو انهي ڳوٺ جو هو. فقير بشير لغاري صاحب ٻڌائي ٿو ته بدين جي طرف وينل ميندرا

ذات وارا ماڻهو اصل هن ڳوٺ (مينڌر پٽ) جا هئا، پوءِ لڏي بدين جي طرف ويا فقير صاحب جي چواڻي ته ان ڳوٺ ۾ توريي مان تيل ڪڍڻ جا تي سئو جي لڳ گهاڻا هئا، هتان جا ماڻهو تيل ٻين ملڪن جي طرف ڪاروبار سانگي موڪليندا هئا. مهر ڪاچيلوي جو خيال آهي ته"مينڌرن پٽن وارو شهر هڪ اندازي موجب عرب دور جو آهي"سنڌ ۾عربن جو دور 712ع کان شروع ٿيو جڏهن مهاراجه ڏاهر ۽ محمد بن قاسم جي وچ ۾ جنگ لڳي هئي. ايم ايڇ پنهور نقشي ۾ هاڪڙي درياءَ جو سڪڻ 1226ع ڏيکاري ٿو ۽ مهر ڪاچيلوي اهو چئي ٿو ته "مينڌرن جو شهر مڪاني راويتن مطابق ٽالپرن جي حڪومت جي آخري دور تائين ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ قائم رهيو آهي" ڪاڪو ڀيرو مل پنهنجي ڪتاب قديم سنڌ ۾ لکي ٿو ته " 1819ع واري زلزلي ڌرتيءَ کي گهڻو لوڏي ڇڏيو. جنهن سبب پاڻي پراڻ درياءَ کان ڪڇ رڻ وچڻ مڪمل ڇڏي ڏنو. ان ڪري راهمڪي بازار به اُجڙي ويئي".

انهي درياءَ جي ڪنڌي تي وسندڙ شهرن جي اُجڙڻ جا اهي سبب ڏسيا وڃن ٿا. درياءِ پراڻ جي تاريخ اسان کي اهو به ٻڌائي ٿي ته موجوده نئون ڪوٽ کان وَنگي پتڻ ڏانهن ويندڙ رستي لڳ سما نگر هو گنجٽي ملاح مائي جيڪا اصل جنهاڻ جي هئي تنهن محمود غزنوي کي وچي دانهيو هو ته سامبر پٽي منهنجي پٽ کي قتل ڪري ڇڏيو آهي، شانور پٽي ان وقت جهڏي تعلقي ۽ ٽنڊو جان محمد واري ايراضي واري راجڌاني تي حاڪم هو. گنجٽي جي چوڻ تي محمود غزنوي شانور پٽي سان جنگ ڪئي. جنهن ۾ شانور قتل ٿيو هو. ڳالهه تحقيق طلب آهي.......بهر حال اها مائي گنجٽي ساڳي ئي آهي جنهن لاءِ چيو ويندو آهي ته الاٽا ٿلاٽا تون ڪو گنجٽي (يعني ضفا پڙاڻي) دور جو آهي ڇا؟ مُطلب اها مائي گنجٽي 1026ع واري وقت ۾ هئي.

اهڙي طرح سوڏا ٻوڙ ڍنڍ جو ذڪر ڪندي مهر ڪاچيلوي لکي ٿو ته "هي ڍنڍ ريلوي اسٽيشن ڪاڇيلو کان ڏيڊ ميل پري اوير ڪنڌيءَ تي واقع آهي، جنهن ۾ هڪ جنگ جي موقعي تي مير ابوالقاسم سلطان حاڪم

نصرپور جي سيد جي فوجن سوڍن راجپوتن کي زنده جهلي هن ڍنڍ ۾ اُڇلي وڙيو هو. جنهن ۾ سميجن جو ڏل قبيلو پيش پيش ٻڌايو وڃي ٿو. "ٻوڙ" هڪ سنڌي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي. " ٻوڙڻ" يعني اها ڍنڍ جنهن ۾ سوڍا راجپوت ٻوڙيا ويا." اهڙي ريت سڪرياري ڍنڍ جنهن تي سڪريبي فقير ملاڪاتياري جي نالي پٺيان نالو پيو. چاڪاڻ ته اهو ان جو آستان هو. سرڪرياري ڍنڍ ۾ پاڻي پراڻ مان ايندو هو ۽ اها ئي ڍنڍ "سوڍا ٻوڙ" ڍنڍ ڏانهن پاڻي موڪلندي هئي. ٽنڊوجان محمد لڳ پراڻ ڪنڌيءَ تي آمري جو قبرستان آهي جتي ملاح ذات جي ماموئي فقيرن جون قبرون ڏسيون وڃن ٿيون.

اتي ڪنهن دؤر ۾ شهر وردي ماڻهن جو وڏو ٺڪاڻو هو. محمود غزنوي جا سپاهي جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته بيماري سبب مُئا هئا. تن کي اِن آمري قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو ماموئي فقيرن جو بيت آهي ته:

هاڪ وهندو هاڪڙو پڇندي ٻنڌ آروڙ
ٻه مڇي ۽ لوڙهه سمي ويندا سوڪڙي

عطا محمد ڀنيري صاحب جو چوڻ آهي ته " اها هڪ امڪاني صورت حال آهي، جيڪا شاعرانه شڪل يا طبيب ۾ لاڳو حالتن کان گهڻو وقت پوءِ چئي وئي آهي." هَنِ ماجره جي اصل حقيقت بيان ڪرڻ جو مقصد آئم ته درياءَ پراڻ ۽ هاڪڙي جو حصو آهي. ۽ هاڪڙو اڄ به پاڻ وٽ مختلف شڪلن ۾موجود اهي سندس گس حالتن جيَ آهر ڪٽ بدليا آهن ۽ مختلف حصن تي مختلف نالا پيل نظر اچن ٿا پر آهي ساڳيو هڪ يعني واهندو يا هاڪڙا. ٻين واهن جو ذڪر ته اچي ٿو پر اُهي آيا ڪٿان؟ اهو نٿو ڏسيو وڃي. هاڪڙو اَڄ به پنهنجو وجود رکي پيو مختلف شڪلن ۾ ٺنهنڪري آئون هتان ٻين قدرتي واهن واري ذڪر کي محض مفروضو سمجهان ٿو.

## ڳوٺ راڻو رمداڻ

راڻي رمداڻ جو ڳوٺ ڏگهڙي شهر جي اوبر ۾ درياءَ پراڻ جي ڪنڌي تي واقع آهي. ميان راڻو رمداڻ، عبدالمطلب جو پٽ ۽ ميهار رمداڻ جو پوٽو هو.

هي ڳوٺ ان جي نالي سان سڃاڻپ رکي ٿو. راڻي رمداڻ جي وفات پهرين فيبروري 1953ع تي ٿي.

رمداڻ دل ذات جو پاڙو آهي. دل ذات وارا ماڻهو سنڌ جي 1500ع کان 1700ع واري نقشي ۾ پراڻ / هاڪڙو درياءَ جي اولهندي ڪنڌي تي موجوده ڳوٺ راڻو رمداڻ کان وٺي اُتر ۾ الور تائين ويٺل نظر اچن ٿا. مطلب اُن دور کان به اڳ هو پراڻ ڪنڌي تي رهندا اچن پيا. نقشي ۾ هنڌي ماڳين سميجا لفظ نظر ايندو، سميجا دل ذات جو پاڙو آهي.

اڳ به ذڪر اچي چڪو آهي ته پراڻ در حقيقت هاڪڙي درياءَ جو حصو آهي هاڪڙو درياءَ 1226ع ۾ سُڪي ويو هو ڪارڻ زلزلن جو تيڻ هو جنهن سبب هاڪڙي جا پرتي ڪندڙ درياءَ رُخ ڦيرائي ويا. 1226ع کانپوءِ پراڻ، آبڪلاڻي جي صورت ۾ روهڙي وٽان سنڌو درياءَ جي ڪري وهندي هئي. جنهن کي ڇهه ماهو پاڻي به چئي سگهجي ٿو. پر 1819ع واري زلزلي هن جو اهو وهڻ به ختم ڪري ڇڏيو. پوءِ صرف طوفاني برساتون پراڻ کي واهنديون آهن ۽ زميندارن جي ٻنين جي ڇڊڻ جو ڪم به هن کان ورتو ويجي ٿو.

### دل رمداڻ ڪيئن بڻيا؟

ڪلهوڙن جي صاحبي جي ڏينهن ۾ دل ذات جي ماڻهن جي ڪلهوڙن سان بنهي ڪونه پوندي هئي. دل ذات وارا زوراور ۽ هنيلا هوندا هئا، ڌاڙا هڻندا ۽ ڦرون ڪندا هئا. اهڙي ڄاڻ پاڻ کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي ۾ سندس سوانح عمري ۽ شادي بابت ڄاڻ مان پڻ ملي ٿي. قصو هيئن آهي ته "هڪ ڏينهن اتفاق سان ائين ٿيو جو ڪي دل ذات جا رهزن،

مردن جي غير حاضري جو فائدو وٺي، مرزا مغل بيگ جي گهر تي ڪاهي آيا، سارو قيمتي مال ٻهاري رمندا رهيا. پوءِ مغل هٿيار بند ماڻهو ساڻ ڪري، ڏاڙيلن جي ڪڍ لڳا، ۽ اچي شاهه جي پاڙي ما لانگهائو ٿيا. اها روئداد ڏسي، شاهه سچي نيت سان پنهنجون ۽ پنهنجن ماڻهن جون خدمتون آڇين، پر مرزا انکي حقارت سان ٺُڪرائي ڇڏيو شاهه کي انهي تان ڏاڍو رنج رسيو. چون ٿا ته سندس زبان مان بي اختيار بد دعا نڪري وئي، مرزا پنهنجن ماڻهن سيمت شاهينگن هٿان مارجي ويو. اهو حادثو 1124 هجري مطابق 1712ع ۾ ٿيو مغلن جي زالن سيدن جي رنج مٽائڻ لاءِ اچي ڪانئن معافي ورتي. پوءِ مرزا مغل بيگ جي نياڻيءَ جي شادي شاهه سان ڪرايائون."

(شاهه جو رسالو ـ ڪلياڻ آڏواڻي ص ـ 5)

لطيف سرڪار مسلسل ٽي ورهين جوڳين سان گڏ پنڌ هلي مشاهدو ڪيو جنهن ۾ گنجو ٽڪر ،هنگلاج ، ٺٽو،لنواري ،ويهڙي چپ، جيسلمير ،پراڻ وغيره جو پنڌ اچي وڃي ٿو.

فيض محمد ولد محمد سومار رمداڻ جيڪو چمار جي لحاظ کان گهڻو وڏو ڪونهي. سندس تاريخ پيدائش 1972ـ9ـ20 آهي ، پر پاڻ پنهنجي وڏڙن کان ٻڌل ڳالهين تحت ٻڌائي ٿو ته دل ذات جي ماڻهن جي ڏاڙن ۽ هَٺ خلاف ڪلهوڙا حڪمرانن هنن جو گهيرو تنگ ڪرڻ شروع ڪيو. ڪلهوڙن جي ماڻهن سان روز روز جي جهيڙن سبب دل ذات وارا ماڻهو به تنگ اچي انڊيا جي طرف لڏڻ لڳا، اهڙو مثال ڏيندي هو ٻڌائي ٿو ته ٻيدا ڳوٺ جي طرف 24 ميل واري پاسي ڪانيو خان دل جو ٽِڪ آهي، جنهن کي اڄ به پٽين جا ڏڙا چيو وڃي ٿو. ڪانيو خان ڪلهوڙن جي جهيڙن سبب تنگ ٿي انڊيا جي طرف لڏي ويو.

فيض محمد وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته فقير رمضان دل جي اولاد رمداڻ سڏائي ٿي فقير رمضان دل جي مزار ڊينگاڻ شهر کان ٻن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي واقع آهي. فقير رمضان دل کي پنج پُٽ هئا، جن ۾ پهريون بائيب عرف بابو

پيو مکڻ، ٽيو موسو چوٿون طالب ۽ پنجون ڪنڊو. سنڌس پنج ئي پُٽ فقير سڏبا هئا، هي ملتان وارن پيرن جا مريد هئا.

ڳوٺ راڻو رمداڻ جي چڱ مڙسي، فقير بابو جي اولاد وٽ رهي، بابو فقير اڪثر پنهنجي ڳوٺ کان ٻاهر رهندو هو. ان ڳالهه جو فائدو وٺندي پويان ڳوٺ ۾ بيٺل سنڌس ڪُڪڙ کي مهمانن جي رات جي ماني لاءِ مجبوري جي صورت ۾ ڪُنو ويو. ۽ ان ئي رات فقير جو ڳوٺ اچڻ ٿيو ۽ ڪُڪڙ جي روئداد تان فقير ناراض ٿيو ۽ ڳوٺ ڇڏئين.

ويندي ويندي پنهنجي ڳوٺ وارن کي چئي ويو ته ڪڏهن به منهنجي پُٺيان نه اچجو نه ته نقصان ٿيندو. پوءِ بابو فقير ڪپري موري لڳ وڃي رهيو اُتي ئي وفات ڪيائين اُتي سنڌس مزار به آهي، جتي ترڪ ۽ خارڪ ذات جا ماڻهون سنڌس مريد آهن. اهو ڏينهن اڄوڪو ڏينهن ,رمداڻ يعني سنڌس پوٽئين هن جي مزار تي ڪونه وڃن. چون ٿا ڪنهن هڪ آڌ اهو روزو ٽوڙڻ جي ڪوشش به ڪئي ته ان کي نقصان پلي پيو. فقير رمضان جي ٻي پٽ مکڻ جي اولاد ۾ وڏيرو جمعون ۽ وڏيرو هاشم وارا اچن ٿا، ڪنڊو جي اولاد وري ڪنڊاڻي سڏائي ٿي.

فقير رمضان دل جي اولاد رمداڻ انڪري سڏايو جئين دل ذات تي آيل ڪلهوڙن جي رياستي عذاب کان بچي سگهجي چاڪاڻ جو سيرا دل ذات وارا ماڻهو انڌيا لڏي ويا ۽ باقي جيڪي ايرا هئا سي پنهنجي وڏڙن جي نالن پٺيان ذاتن جون نکون جوڙي، سچاٽپ بدلائي رهڻ لڳا.

فيض محمد اهو به چئي ٿو ته هن ڳوٺ راڻو رمداڻ ۾ پراڻي مسجد لڳ وڻن وٽ اڳ هڪ کاڻ هئي، جنهن کي سون ڳڙهه کاڻ چيو ويندو هو چون ٿا هڪ واري هتان گذرندڙ هڪ بادشاهه ان کاڻ جي تري ۾ سون لڪرايو هو جنهن تان هن تي نالو پيو سون ڳڙهه برحال اڄ تائين اهڙي ڪا شيءِ اُتان ملي ناهي.

ڪڇهري ڪانپوءِ اسان فيض محمد سان گڏجي مينڌر پٽون ڏسڻ وياسين اهو هنڌ ڳوٺ راڻو رمداڻ جي اتر ۾ ٻن بلاڪن جي پنڌ تي آهي

جڏهن ته ڪچهري دوران فيض محمد برساتن ۾ مينڊر پٽن ۾ آس پاس مان مليل پراڻا سڪا به اسان کي ڏيکاري چڪو هو.

فيض محمد کان اڳ اسان جي اهڙي ڪچهري وڏيري دين سان به ان ڳوٺ ۾ ٿي هئي، هن به ان قسم جي معلومات ڏني هئي، پر هُن جو وڏيڪ اهو چوڻ هو ته ڳوٺ راڻو رمداڻ جا ماڻهو اڳ ڳوٺ چاند ماڙي واري پٽن تي رهندا هئا. پوءِ اُتان لڏي هي ڳوٺ اچي ٻڌو هئن.

هي ڳوٺ راڻو رمداڻ اڄ وڏيري شمش رمداڻ، نصير رمداڻ، متارو رمداڻ، پير بخش رمداڻ، قائم رمداڻ، اشرف رمداڻ، شيرو رمداڻ، شبير رمداڻ ۽ ٻين جي حوالن سان سڃاڻپ رکي ٿو پر هن ذات جي ماڻهن جي پراڻ ڪنڌي تي رهائش قديم آهي.

جڏهن ڀٽائي رحه پراڻ جي پٽن تي آيو هوندو تڏهن به دل ذات جا ماڻهو هِت ويٺل ڏٺا هوندس. ڀٽائي جي پيدائش 1689ع ۾ وصال 1752ع آهي. لاکي ڦلاڻي جا ڏس ڪٽي ڀٽائي پراڻ ڪنڌي جي وٽن کان پڇيا هئا. پر دل ذات جا ماڻهو ڪيس مليا هوندا.

چون ٿا ته مومل جو راڻو راڻو مينڌرو ان ڳوٺ مينڌر پٽن جو هو. اهي مينڌرا پٽون، جيڪي اڳ وڏو ڳوٺ هو هاڻ پٽن جي صورت ۾ موجوده ڳوٺ راڻو رمداڻ جي لڳ موجود آهن. راڻي مينڌري جو دور همير سومري جي بادشاهي وارو دور آهي. همير سومري 1400ع کان 1421ع تائين ڀٽ (ٿر) تي حڪومت ڪئي گادي امر ڪوٽ هئس، ڪيس ٿي مشهور وزير هئا. ڏونر پٽي سينهڙو ڏما چاٽي ۽ راڻو مينڌرو. مينڌرا پوءِ لڏي بدين جي طرف ويا.جتي تاجن مينڌرو جي پنهنجي نئي راڄڌاني هئي جنهن غلام شاهه ڪلهوڙو سان بغاوت ڪري ساڻس جنگ به ڪئي هئي. هاڻ جا رمداڻ انتهائي ملڻساز ،مهمان نواز ۽ سادگي سان رچيل نظر اچن ٿا نه ڏنگائي نه هوڏ. شايد باربار ڪلهوڙن سان جهيڙن سندن فطري حس کي تبديل ڪري ڇڏيو هجي.

## ڏگهڙيءَ جي نوٽيفائيڊ ايريا ڪميٽي / ٽائون ڪميٽي
## ۾ رهندڙ چيئرمينن، ايڊمنسٽرن ۽ ناظمي دؤر

| نمبر | نالو | عهدو | ڪهڙي وقت کان | ڪيستائين |
|---|---|---|---|---|
| 1 | مير حاجي غلام حيدر ٽالپر | (چيئرمين) | ڊسمبر 1947ع | 1953_4_5 |
| 2 | مير حاجي مير محمد ٽالپر | (چيئرمين) | 1953_4_20 | 1953_11_6 |
| 3 | مير حاجي فتح خان ٽالپر | (چيئرمين) | 1953_11_7 | 1958_10_31 |
| 4 | حاجي عبدالعزيز آرائين | (چيئرمين) | 1960_4_1 | 1962_5_31 |
| 5 | شفيح محمد جي آرائين | (چيئرمين) | 1962_6_1 | 1962_8_31 |
| 6 | حاجي عبدالعزيز آرائين | (چيئرمين) | 1962_9_1 | 1963_1_20 |
| 7 | شفيح محمد جي آرائين | (چيئرمين) | 1963_1_21 | 1966_1_16 |
| 8 | مير حاجي محمد حيات ٽالپر | (چيئرمين) | 1966_1_17 | 1971_6_16 |
| 9 | مير علي محمد ٽالپر | (چيئرمين) | 1979_11_11 | 1983_11_4 |
| 10 | مير علي محمد ٽالپر | (چيئرمين) | 1983_11_5 | 1986_1_12 |
| 11 | حاجي عالم علي خان ٿائمخاني | ايڪٽنگ (چيئرمين) | 1986_1_13 | 1986_2_17 |
| 12 | مير علي محمد ٽالپر | (چيئرمين) | 1986_2_18 | 1987_11_29 |
| 13 | عبدالرشيد هاشمي | ايڊمنسٽريٽر | 1987_11_29 | 1987_12_30 |
| 14 | مير علي محمد ٽالپر | (چيئرمين) | 1987_12_30 | 1992_10_5 |
| 15 | مسٽر اقبال پناهڻ | ايڊمنسٽريٽر | 1997_8_23 | 1998_8_10 |
| 16 | عالم رانا | ايڊمنسٽريٽر | 1998_9_2 | 1998_9_29 |
| 17 | اقبال پناهڻ | ايڊمنسٽريٽر | 1998_9_30 | 1998_10_9 |
| 18 | شبير خان ٿائمخاني | ايڊمنسٽريٽر | 1998_10_10 | 1998_10_19 |
| 19 | حسن علي هڪڙو | ايڊمنسٽريٽر | 1998_10_20 | 1998_11_23 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 20 | محمد عالم رانا | ايڊمنسٽريٽر | 1998_11_19 | 1999_5_12 |
| 21 | راشد محمود | SDM | 1999_5_12 | 1999_9_4 |
| 22 | شڪيل هاشمي | ايڊمنسٽريٽر | 1999_11_4 | 2000_6_16 |
| 23 | شفيق احمد ميهسر | SDM | 2000_6_17 | 2000_11_3 |
| 24 | مسٽر نصير ناريجو | SDM | 2000_12_1 | 2001_1_11 |
| 25 | مسٽر فضل عمر ڪريم سومرو | ايڊمنسٽريٽر | _ | _ |
| 26 | مير علي محمد ٽالپر | ناظم | 2001_8_27 | 2005_6_30 |
| 27 | شفيع کوکر | ڪيرٽيڪر | 2005_7_1 | 2005_10_16 |
| 28 | مير علي محمد ٽالپر | ناظم | 2005_10_17 | 2010_2_24 |

**اولڊ ٿرپارڪر، ضلعو ميرپور خاص ۽ ڍگهڙي جي انتظامي تاريخ جا حوالا.**

مهر ڪاڇيلوي لکي ٿو تہ 1846ع کان 1871ع تائين عمرڪوٽ جو پوليٽيڪل سپرنٽينڊنٽ تروٽ مقرر ٿيو. هن جي دؤر ۾ پارڪر واري علائقي ڪڇ ۽ جي حصن کي ٽوڙي حيدرآباد ضلعي سان ملايا ويا. تروٽ پنهنجو هيڊ ڪوارٽر عمرڪوٽ کي ٺاهيو هو.

تعلقو ڍگهڙيءَ جيڪو "محال" ڍگهڙي جي نالي سان منسوب هو پهرين هي حيدرآباد ضلعي سان شامل هو. سامارو ۽ جيمس آباد (ڪوٽ غلام محمد ڀرڳڙي) تعلقن جو اڃا تائين وجود بہ نہ هو. 1858ع ۾ نئين ضلعي ٿرپارڪر جيڪو ٿر ايراضي تي مشتمل هو تنهن کي ڪڇ جي انتظام کان الڳ ڪري حيدرآباد ۾ شامل ڪيو ويو. ۽ 1860ع ۾ مٺي ڏيپلو ڇاڇرو، نارو عمرڪوٽ ۽ سانگهڙ کي ضلعي حيدرآباد کان الڳ ڪري "ايسٽرن سنڌ فرنٽيئر"جو نالو ڏنو ويو 1882ع ۾ هن کي ضلعي جي صورت ڏيئي لفٽننٽ آر آئي ڪرافورڊ کي هن جو پهريون ڊپٽي ڪمشنر مقرر ڪيو ويو بعد ۾ ٻن تعلقي ٽنڊو ۽ سنجهورو کي بہ هن ضلعي ۾ شامل ڪيو ويو. ٻي طرف نارو تعلقي کي بہ اڌ ڪري سامارو ۽ کپرو کي وجود ۾

آندو ويو 1896ع ۾ حيدرآباد ضلعي مان شهدادپور ۽ محبت ديرو تعلقن جي ڪجھ علائقن کي ٿرپارڪر ۾ شامل ڪيو ويو.

1806ع ۾ ميرپورخاص جيءَ وجود وٺڻ کانپوءِ پورا هڪ سئو سال يعني 1906ع ۾ اوج وٺڻ لڳو هن جو سبب جمڙاؤ جو نهڻ ۽ ريل جو اچڻ هو. پوءِ ميرپورخاص جي مقابلي ۾ عمرڪوٽ جي آمدني گهٽجڻ لڳي هئي. ماٺهو اُتان لڏپلاڻ ڪري ميداني بيراجي علائقن جي طرف اچڻ لڳا هئا. انگريزن اهو ڏٺو انڪري عمرڪوٽ جي بجاءِ ميرپورخاص کي ضلعي جو صدر مقام ٺاهن حالانڪ ان کان اڳ ميرپورخاص تعلقي جو درجو رکندو هو سندس صدر مقام ميرواھ گورچاڻي هو جتي ڪجھ وقت لاءِ مختيار ڪار بہ وهندو هو جنهن جو تعلق حيدرآباد ضلعي سان هو 1901ع جي آدمشماري ۾ ميرپورخاص تعلقي کي ٿرپارڪر ۾ شامل ڪيو ويو. 1904ع ۾ جيمس آباد کي تعلقو بڻايو ويو 1843ع کان 1906ع تائين ضلعي ٿرپارڪر جا مختلف صدر مقام ٺهندا ۽ ڊهندا رهيا ڪڏهن ڇڇ ڪڏهن حيدرآباد ۽ ڪڏهن عمرڪوٽ وغيره پر آخرڪار ميرپورخاص کي مستقل ضلعي جو صدر مقام بڻايو ويو. جيستائين سرڪاري آفيسون تعمير ٿين تيستائين ڪجھ وقت پٿوري ۾ عارضي طور تي هيڊڪوارٽر قائم ڪيو ويو.

1907ع ۾ ميرپورخاص ۾ نئون حضور خانو (ٽريزري) کوليو ويو. انکان پهرين حيدرآباد ضلعي جو ڊپٽي ڪليڪٽر اهو ڪم ڪندو هو 1912ع تي جمڙائو ڪئنال جي ڪالونائزيشن آفيسر جو عهدو ختم ڪري ٿرپارڪر ۽ حيدرآباد جي ضلعن مان هڪ نئي ضلعي نواب شاھ کي جنم ڏنو ويو. انهي سال ڊپٽي ڪمشنر جو عهدو ڪليڪٽر ۾ تبديل ٿيو. ضلعي ٿرپارڪر جون ٽي سب ڊويزنون، جمڙاؤ نارو ۽ ٿر کي قرار ڏنو ويو. جنهن ۾ ڪل يارانهن تعلقا هئا. مير پورخاص صدر مقام ٺهڻ بعد 1912ع ۾ محال ڏکڙي کي حيدرآباد ضلعي کان الڳ ڪري ٿرپارڪر ۾ شامل ڪيو ويو ۽ سنجهورو تعلقو ضلعي نواب شاھ کي ڏنو ويو. آگسٽ 1947ع کانپوءِ بہ ٿرپارڪر ضلعي ۾ 9 تعلقا هئا. ميرپورخاص، جيمس آباد، ڏکڙي سامارو،

عمرڪوٽ، ڏيپلو ڇاڇرو، مٺي ۽ ننگر پارڪر تعلقا رهجي ويا هئا. 1990ع ۾ ضلعي ٿرپارڪر کي ٽوڙي ٻه ضلعا ميرپورخاص ۽ ٿر ٺاهيا ويا. جنهن تي عمل جنوري 1991ع تي ٿيو ڊپٽي ڪمشنر الله رکئي آسي جي وقت ۾ ٿرپارڪر مان ٻه ضلعا ٿر ۽ ميرپورخاص جوڙيا ويا هئا.

27 مارچ 1993ع تي وزيراعليٰ سنڌ سيد مظفر حسين شاهه عمرڪوٽ ۾ علان ڪيو ته ميرپورخاص کي ڊويزن ۽ عمر ڪوٽ کي هلندڙ مالي سال ۾ ضلعي جو درجو ڏنو پيو وڃي.

1843ع کان 1847ع تائين سنڌ ۾ سر چارلس نيپئرجو وقت رهيو آهي پوءِ 1847ع کان 1850ع تائين. پرنگل بمبيءَ کان سنڌ جو پهريون ڪمشنر مقرر ٿي آيو هو 1851ع ـ1856ع تائين سنڌ جو ڪمشنر سر بارٽل فريئر مقرر ٿيو سَندس دؤر ۾ سنڌي زبان جي لکت لاءِ ڀرپور ڪم ٿيو عربي رسم الخط ۾ رائج ڪري سنڌي کي دفتري ٻولي ٺاهيو ويو انکان اڳ آفيسن ۾ فارسي ٻولي لکي ويندي هئي، بارٽل فريئر جي دؤر ۾ ئي سنڌ اندر تپيدارن، ڪاردارن ۽ مختيارڪارن کي مقرر ڪيو ويو.

جيئن روينيو جون وصوليون ٿي سگهن ۽ سندس دور ۾ رستا ٺاهي ان تي پٿر هنيا ويا فريئر جي وقت ۾ ٿرپارڪر اندر ٽي اسڪول نگرپارڪر، اسلام ڪوٽ ۽ مٺي ۾ قائم ٿيا. اسڪولن جا ماستر احمد آباد مان گهرائي 35 روپيه في ماستر ماهوار تي مقرر ڪيا ويا. جيڪي گجراتي ٻولي ۾ تعليم ڏيندا هئا. انهي کان اڳ گهرن ۾ آڏ اکري پڑهائي ويندي هئي ننگر پارڪر ۾ 101 ڇوڪرا، اسلام ڪوٽ ۾ 34 ڇوڪرا ۽ مٺي ۾ 35 ڇوڪرا داخل ٿيا هئا.

1854ع ۾ مسٽر فريئر پاڻ ٿر ۽ پارڪر جي علائقن جو دور ڪري ٻٽائي واري نظام کي ختم ڪري ان جي جاءِ تي ڍل وارو اصول لاڳو ڪيو. ان ڏس ۾ قائم مقام ڊپٽي ڪمشنر مسٽر شارٽ (Short) پاڻ علائقن جو دوز ڪري ڍل جي حد مقرر ڪئي. ڊسمبر 1855ع ۾ زمينن جي ماپ ڪئي ويئي، ڪراچي وارو فريئر حال ان ڪمشنر فريئر جي نالي سان منسوب

آهي. جي. ڊي انوايتي ڪمشنر سنڌ جو دور 1854 کان 1862ع رهيو سندس دور ۾ درياءَ ناراتي بند ٻڌا ويا جن کي بچا بند پڻ چيو ويو. 1867 ۾ ڪمشنر سنڌ ڊبليو. ايچ هيولاڪ پوليس کاتي مان مقامي عهدا ڪڍي انگريزي نالا جاري ڪيا.

1896_97ع ۾ ايچ. اي. ايم. جيمس ٻي دفعي ڪمشنر سنڌ مقرر ٿي آيو. سندس وقت ۾ حُر تحريڪ زور ورتو حُرن جو اڳواڻ بچو بادشاهه سانگهڙ مان گرفتار ٿيو. ان خوشي ۾ ڪمشنر جيمس شادي پلي ۾ دربار منعقد ڪري پوليس عملدارن ۽ زميندارن کي انعام سان نوازيو. خان بهادر محمد يعقوب خان کي به”سرداري“جو لقب اُتي مليو هو. پوءِ ڪمشنر جيمس جي مختلف وقتن تي سنڌ ۾ مقرري ٿيندي رهي هئي جيمس آباد (ڪوٽ غلام محمد ڀرڳڙي) جو شهر سندس نالي سان آهي.

1846ع کان 1871ع تائين مشهور آفيسر ليفٽيننٽ ڪرنل ٽائي رائيٽ عرف تروٽ ضلعي جو پوليٽڪل سپرنٽنڊنٽ مقرر ٿيو. جڏهن1859ع ۾ ننگرپارڪر جي سوڍن انگريزن خلاف آواز اٿاريو ته سڀ انگريز بمبيءَ کان ڪراچي تائين سوڍن جي خلاف ٿي ويا. ننگر پارڪر ۾ جنگ لڳي جنهن ۾ سوڍن کي شڪست آئي. هو گرفتار ٿيا.انهن ۾ لاڏو سنگهه به گرفتار ٿيو هو جنهن جي نوجوان پٽ اوڍي سنگهه تروٽ تي هڪ ڳوٺ ۾ حملو ڪري ڏنو تروٽ شامياني مان ڀڄي لاڏو نالي ميگهواڙ جي گهر ۾ گهڙي ڪلن جي هيٺ لڪي ويو هو. اهڙي طرح پنهنجي جان بچائڻ ۾ ڪامياب ٿيو هو.

اهو تروٽ ئي هو جنهن پوليس لاءِ ڳاڙهي پٽڪي (پڳڙي) جو رواج وڌو هو. اَج ڇوٽ تا ننگر پارڪر ۾ موجود ڪارونجهر جبل تي تروٽ جو ٽلهو آهي.

تروٽ بعد ليفٽيننٽ ڪرنل آر آئي. ڪرافورڊ ضلعي جو پوليٽڪل سپريٽينڊنٽ مقرر ٿيو. سندس دؤر 1882ع کان 1885ع رهيو ان دؤر ۾ ئي پوليٽڪل سپريٽنڊنٽ کي ڪمشنر جو درجو ڏنو ويو ان بعد ايچ. اي.

واتس 1885ع کان 1886ع تائين ڊپٽي ڪمشنر مقرر ٿي ويو. سندس دؤر ۾ ٿي ٿرپارڪر ڪي ضلعي جو درجو ڏيئي عمر ڪوٽ کي هيڊ ڪواٽر مقرر ڪيو ويو. اهڙي ريت. آر_ گائيلس وري 1890ع کان 1892ع تائين ڊي، سي ٿي رهيو سندس دؤر ۾ حيدرآباد کان شادي پلي تائين وڏي ريلوي لائن وڇائي ويئي. 1899ع کان 1902ع تائين ٻي دفع ڊبليو ايڇ ليوڪس مقرر ٿيو سندس ان دؤر ۾ ميرپورخاص ريلوي جنڪشن ٺهيو 1902ع کان 1906ع تائين ايم .ڊي، مينگري 13 ڊپٽي ڪمشنر ٿي آيو. سندس وقت ۾ عمرڪوٽ جي بجاءِ ميرپورخاص کي ضلعي جو هيڊ ڪواٽر مقرر ڪيو ويو.

جمڙاؤ ڪئنال بہ سندس وقت ۾ کوٽيو ويو ۽ پٿورو ۽ جيمس آباد پڻ تعلقا اُن وقت ۾ ٿيا. ايم. ڊي مينگري جي ٻي دؤر 1907ع کان 1909ع تائين مقرر ٿي اچڻ تي جهڏو ريلوي لائن تيار ٿي ۽ پٿورو ۾ مدرسي جو وجود پيو. ڊبليو ايف هيڊسن 1911ع کان 1913ع تائين ضلعي ٿرپارڪر ۾ پهرين ڪليڪٽر جي حيثيت سان مقرر ٿي آيو. سندس ڏينهن ۾ کڏڙو ريلوي لائن تيار ٿي ۽ حيدرآباد کان تعلقي ڊگهڙي کي الگ ڪري ٿرپارڪر سان ملايو ويو. پاڻ ميرپورخاص ۾ هڪ لائبريري ۽ هڪ اسڪول بہ ٺهرايو جيڪي هيڊسن لائبريري ۽ هيڊسن اسڪول جي نالي سان اڄ بہ موجود آهن.

اي ايل ميسي 1917ع کان 1919ع تائين ڪليڪٽر ٿي رهيو سندس وقت ۾ ٿر ۾ ”لوس“ جي بيماري هلي هئي، جنهن ڪافي نقصان ڪيو.

1925ع کان 1928ع تائين ڪليڪٽر سي، سي هنبرسن جو زمانو آهي، سندس وقت ۾ ميرپورخاص ۾ زرعي فارم قائم ٿيو ۽ ميرپورخاص ريلوي اسٽيشن جو پليٽ فارم ۽ موجوده اسٽيشن جي عمارت تيار ٿي اڳ اسٽيشن جي عمارت ننڍي هئي.

جڏهن جهڏي کان پٿورو تائين ريلوي لائن وڇائي وئي تڏهن ٿر پارڪر جو ڪليڪٽر اي ايس، وي ايڪاٽ هو. سندس دؤر 1931ع کان 1934ع تائين آهي. غلام حسين آغا ايڪيتاليون ضلع ڪليڪٽر 1946ع کان

1948ع تائين ٿيو هو. سندس وقت ۾ انڊيا پاڪستان ٻه الڳ ملڪ ٿيا. مانجهي عورت بختاور لاشاري به سندس وقت ۾ شهيد ٿي. مهاجرن جون لوڏون به سندس وقت ۾ ٿرپارڪر ۾ داخل ٿيون ۽ هتان جا اصلوڪا سنڌي به ان وقت ۾ وڏي تعداد ۾ هتان کان لڏي انڊيا ويا. 27 آگسٽ 1990ع ۾ الله رکيو آسي ڊپٽي ڪمشنر ٿي آيو، سندس تعلق پنجاب جي ضلعي لوڌران جي ڳوٺ پيپلي سان هو.

والد جو نالو ميان الله وسايو آرائين هئس. سندس گهراڻو هاريي سان تعلق رکندڙ هو سندس ئي دؤر ۾ سنڌ حڪومت آڪٽوبر 1990ع ۾ ٿرپارڪر ضلعي کي ٻه اڌ ڪري ٻه ضلعا جوڙيا، هڪ ميرپورخاص ضلعو ۽ ٻيو ٿرپارڪر ضلعو.

الله رکيو آسي ٿرپارڪر جو 79 ۾ آخري ڊپٽي ڪمشنر هو ۽ پاڻ ئي نئي ٺهيل ميرپورخاص ضلعي جو پهريون ڊپٽي ڪمشنر به ٿيو اتفاق سان جڏهن ميرپورخاص کي ٽوڙي اچا ٻه هڪ ٻيو ضلعو عمرڪوٽ پي جوڙيو ويو تڏهن به پاڻ ئي ڊپٽي ڪمشنر هو. پاڻ 23 مئي 1993ع کان 3 آگسٽ 1993ع تائين ميرپورخاص ڊويزن جو انچارج ڪمشنر به ٿي رهيو.

(تاريخ ٿرپارڪر_ مهر ڪاڇيلوي_ "اردو")

## ڏگهڙيءَ ۾ سال 2015 دوران ماڻهن جو تعداد، رهائشي سرڪاري عمارتون ۽ ڪاروبار

| شمار | سرڪاري عمارتون ۽ ڪاروباري مرڪز | تعداد | شمار | سرڪاري عمارتون ۽ ڪاروباري مرڪز | تعداد |
|---|---|---|---|---|---|
| 1 | آبادي غير سرڪاري طور اندازً | 41000 | 2 | ڪچيون ۽ پڪيون جايون (گهر) | 5895 |
| 3 - | ٽائون ڪميٽي وارڊ | 14 عدد | 4 | سرڪاري هائير سيڪنڊري اسڪول گرلس، بوائز | 02 |
| 5 | هاءِ اسڪول سرڪاري گرلس 2 بوائز 1 | 03 | 6 | گورنمنٽ پرائمري اسڪول گرلز 4 بوائز 9 | 13 |
| 7 | ميڊيڪل سينٽر (نجي) | 03 | 8 | ميٽرنٽي هوم (نجي) | 05 |
| 9 | ڪلينڪ (نجي) | 26 | 10 | ميڊيڪل اسٽور | 47 |
| 11 | هوميو پيٿڪ ڊاڪٽر | 03 | 12 | هوميو پيٿڪ اسٽور | 02 |
| 13 | پنسار دڪان | 03 | 14 | حڪيم . | 05 |
| 15 | ريزڪي دڪان (پرچون) | 156 | 16 | ورٽنري ڊاڪٽر | 02 |
| 17 | ورٽنري ڊاڪٽر | 02 | 18 | منياري دڪان | 65 |
| 19 | بوٽ هائوس | 72 | 20 | فرنيچر دڪان | 08 |
| 21 | سونارن جا دڪان | 30 | 22 | ڪپڙي جا دڪان | 54 |
| 23 | ڊاڪاليس | 12 | 24 | مٺائي جا دڪان | 21 |
| 25 | کير ۽ ڊولٽري جا دڪان | 09 | 26 | هوٽلون | 63 |
| 27 | گوشت مارڪيٽ | 02 | 28 | مڇي دڪان | 02 |
| 29 | ڪڪڙ جا دڪان | 23 | 30 | گوشت جا دڪان (وڏو) | 05 |
| 31 | گوشت جا دڪان (ننڍو) | 12 | 32 | ڪنفيڪشنري دڪان | 15 |
| 33 | ڪنفيڪشنري ايجنسي | 05 | 34 | دال پڪران دڪان | 01 |
| 35 | ميڊيڪل ليبارٽري | 08 | 36 | ايڪسري ليب | 04 |
| 37 | سگريٽ ايجنسي | 03 | 38 | پان سگريٽ ڪيبن | 89 |
| 39 | نسوار دڪان | 02 | 40 | فوٽوگرافر اسٽوڊيو | 05 |
| 41 | بئنڪون | 11 | 42 | آرمني شاپ | 01 |
| 43 | پريس ڪلب | 02 | 44 | ڏري | 13 |
| 45 | پراپرٽي ايجنسي | 01 | 46 | اسٽامپ وينڊر | 05 |
| 47 | ڪمپيوٽر ڪيفي | 01 | 48 | ڪمپيوٽر سکيا سينٽر | 02 |
| 49 | پرنٽنگ پريس | 01 | 50 | پان ڏرمي دڪان | 28 |
| 51 | شادي هال | 04 | 52 | موبائل دڪان | 43 |
| 53 | ڪيبل نيٽ ورڪ (راجا جي) | 01 | 54 | واٽر سپلاءِ | 01- |
| 55 | فلٽر پلانٽ | 02 | 56 | پاڻي جا ٽانڪا | 22 |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 57 | ميون جا ٿلها | 24 | 58 | پاڇي مارڪيٽ | 01 |
| 59 | خشڪ ميوات جا دڪان | 01 | 60 | لوهه جا دڪان | 04 |
| 61 | ميڪنواڙ موچي ڦيا | 07 | 62 | گدام | 04 |
| 63 | هيئر ڊريسر (مين) | 65 | 64 | بيوٽي پارلر (وومين) | 32 |
| 65 | سليزن ڪلب | 01 | 66 | آرا مشين | 12 |
| 67 | راپا دڪان | 35 | 68 | پاڻ جي رانديڪن جا دڪان | 02 |
| 69 | برياني ٿلها | 39 | 70 | ٽائرن جا دڪان | 18 |
| 71 | ريڙها (هٿ وارا) | 22 | 72 | پکال (پاڻي پرڻ وارو) | 01 |
| 73 | پلاسٽڪ چوڙي دڪان | 01 | 74 | تيل مشين (آئل مل) | 05 |
| 75 | تيل گهاڻو | 01 | 76 | بيٽري دڪان | 02 |
| 77 | مينهن جا واڙا | 13 | 78 | هٿيارن جا دڪان (اسلحو) | 03 |
| 79 | سرمون مسواک ريڙهو | 01 | 80 | اليڪٽرسٽي سامان دڪان | 02 |
| 81 | سلائي مشين دڪان | 02 | 82 | سلائي مشين مستري | 03 |
| 83 | نيو سينڊل موچي دڪان | 02 | 84 | ماربل دڪان | 02 |
| 85 | سيمنٽ ڊيپو | 03 | 86 | الي جون چڪيون (فلور مل) | 39 |
| 87 | ڪباڙي دڪان | 19 | 88 | گئس سلينڊر دڪان | 9 |
| 89 | ٽرنسفارمر مرمت مستري دڪان | 01 | 90 | پارڪ | 01 |
| 91 | ڪميونٽي هال (آرائين هال) | 01 | 92 | برف ڪارخانا | 02 |
| 93 | ڊيڪوريشن | 03 | 94 | گراريا عورتون سامان وڪڻندڙ | 25 |
| 95 | چشمي جا دڪان | 03 | 96 | مڙهي (ڪندڻ لاها) | 01 |
| 97 | بيڪريون | 12 | 98 | شيشي جا دڪان | 03 |
| 99 | مٽي جا ٿانو وڪڻندڙ | 03 | 100 | جنس جا واپاري | 65 |
| 101 | ڪانٽا | 03 | – | ——— | – |
| 103 | بائوپاس روڊ | 01 | 104 | پيٽرول پمپ | 04 |
| 105 | پيٽرول ايجنسيون | 04 | 106 | درزي جا دڪان (مين) | 70 |
| 107 | درزي جا دڪان (وومين) | 25 | 108 | درزي پرت پرڻ وارا | 10 |
| 109 | عورت درزي دڪان | 02 | 110 | گارمينٽس دڪان | 25 |
| 111 | ريڊيو ٽي وي دڪان | 04 | 112 | ريڊيو ٽي وي مستري دڪان | 08 |
| 113 | پن بيڙي جا پاٿا | 02 | 114 | پن بيڙي پاٿارا | 07 |
| 115 | چابي ٺاهيندڙ دڪان | 01 | 116 | پنسار دڪان | 02 |
| 117 | فرج A/C دڪان | 02 | 118 | فرج A/C مستري | 13 |
| 119 | لولو اسٽيٽ ڪاپي دڪان | 08 | 120 | لوهار 03، ڪاريگر 05 | 08 |
| 121 | شاپنگ سينٽر | 14 | 122 | ڪولڊ ڊرنڪس ايجنسي | 02 |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 123 | ڪولڊ ڊرنڪس شاپ | 08 | 124 | حمال مزدور | 185 |
| 125 | رازا مستري، مزدور | 450 | 126 | ڪيلي جا مزدور | 180 |
| 127 | مسجد (ديوبند) | 22 | 128 | مسجد (بريلوي) | 12 |
| 129 | مسجد (اهلحديث) | 01 | 130 | مسجد اهل تشيع | 01 |
| 131 | مدرسا | 07 | 132 | مدرسا (ڇوڪرين لاءِ) | 05 |
| 133 | مندر | 03 | 134 | قبرستان (مسلم) | 04 |
| 135 | قبرستان (غير مسلم) | 05 | 136 | تندور (نان) | 01 |
| 137 | لوهه پٽي لاميٽنڊ دڪان | 03 | 138 | هول سيل ايجنسيون | 11 |
| 139 | ٽرڪ اڏا | 09 | 140 | ڪار ٽيڪسي | 148 |
| 141 | مزدا | 71 | 142 | ڊاٽسن | 08 |
| 143 | سوزوڪي | 03 | 149 | وين | 05 |
| 150 | ڪيبري | 11 | 151 | ٽرڪ | 59 |
| 152 | ڏگهڙي راڻا ماتلي حيدرآباد ڪوسٽر | 50 | 153 | ڏگهڙي راڻا ماتلي حيدرآباد وين | 08 |
| 154 | ٽنڊو ڪوٽ راڻا ڏگهڙي ميرپورخاص ڪوسٽر | 70 | 155 | ٽنڊو ڪوٽ راڻا ڏگهڙي ميرپورخاص وين | 12 |
| 156 | ملي ميرپورخاص ٽو ڪراچي A/c ڪوچ | 18 | 157 | ٽنڊو ڪوٽ ڏگهڙي راڻا ميرپورخاص بس | 02 |
| 158 | ڏگهڙي ٽو ڪوٽ غلام محمد بس | 08 | 159 | ڏگهڙي ٽو ڏيپلي بس | 02 |
| 160 | پيٽرول گاڏي مستري | 12 | 161 | ڊيزل گاڏي مستري | 10 |
| 162 | ٽريڪٽر مستري | 07 | 163 | ريڊيٽر مستري | 04 |
| 164 | ڪار پينٽر مستري | 03 | 165 | ڪار گاڏي پينٽر | 03 |
| 166 | سائيلنسر مستري | 06 | 167 | اليڪٽريشن مستري گاڏين جا | 10 |
| 168 | ڪرات مشين | 12 | 169 | گئس ريفلنگ دڪان | 19 |
| 170 | سروس اسٽيشن | 07 | 171 | ڪوچ اڏا | 05 |
| 172 | موٽر سائيڪل مستري | 36 | 173 | ٽائر پنڪچر دڪان | 14 |
| 174 | ڊيزل ليبارٽري | 03 | 175 | ڪماڻي ميڪر | 05 |
| 176 | موٽر سائيڪل اسپيئر پارٽس دڪان | 15 | 177 | ڪار شوروم | 02 |
| 178 | موٽر وائنڊنگ دڪان | 14 | 179 | موٽر سائيڪل شوروم | 07 |
| 180 | اسپيئر پارٽس دڪان | 16 | 181 | ڏڪڙي انجڻ پارٽس | 02 |
| 182 | چنگچي | 475 | 183 | چنگچي شوروم | 02 |
| 184 | سائيڪلن جا دڪان | 18 | 185 | موبائيل فرينچائز | 02 |
| 186 | پلمبر مستري | 18 | 187 | چن ٽائر سيلنگ | 02 |
| 188 | ڪشن ميڪر | 02 | 189 | گڏهه گاڏي | 115 |
| 190 | ڪيلي پچائڻ جا اسٽور | 03 | 191 | گاڏا | 266 |
| 192 | رنگ مستري | 25 | 193 | ٽيڪسي شوروم | 05 |
| 194 | ڪاٺي جا ٽال | - | 195 | رنگ ساز ڪپڙن جا | 02 |
| 195 | راندين جا ميدان | Nil | 196 | سوئي گئس | Nil |
| 197 | آريون (مٽي جا ٿانوَ پچائڻ لاءِ) | Nil | 198 | ٽانگا | Nil |
| 199 | ڪتو | Nil | 200 | گلن جا ليا | 03 |
| 201 | عطر (خوشبو) شاپ | 01 | 202 | پيزا شاپ | 01 |
| 203 | لائبريريون | 02 | 204 | چانهه پتي ڪيبن جا دڪان | 02 |
| 205 | تعلقه اسپتال | 01 | | | |



اڪرم قمبراڻي جي هن خوبصورت پورهئي جي تفصيلي جائزي مان ڪيئي بيحد اهم ۽ خوبصورت راز ۽ حقيقتون نروار ٿين ٿيون. انيڪ ڏوڙ ۾ لڪل، مٽيءَ ۾ پُوريل سچائيون چٽيون ٿي سامهون اچن ٿيون. ڄاڻ جو نئون خزانو ذهنن جي ملڪيت بڻجي ٿو.ا ڳ نامعلوم ڳالهيون معلوم ٿي وڃن ٿيون. رازن جي جسم تان لباس لهي ٿو تہ حقيقتن جون جواڙيون اپري نروار ٿين ٿيون. بناشڪ جي هن ڪتاب ۾ پيش ڪيل معلومات ۽ ڳالهيون اڳ ۾ ڪٿي بہ پيش ناهن ٿيون. پهريون ڀيرو اُنهن کي قلم جي زبان ملي آهي. اهي واقعا تاريخ ۾ ضرور اهميت جوڳا آهن. ڏگهڙيءَ جي قائم ٿيڻ ۽ آباد ٿيڻ کان وٺي ان سان لاڳاپيل اهم مستند واقعن، ڳالهين ۽ ڪردارن کي، قبيلن کي جنهن ريت روشنيءَ ۾ آندو ويو آهي. اهو بيمثال تحقيقي ڪم آهي. اُن جي اهميت کان انڪار ممڪن ئي ناهي. اڪرم لڪل حقيقتن جي روح تائين رسڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهو ذميواراڻو تحقيقي رويو آهي.

هڪ باشعور فرد ۽ محقق جي حيثيت ۾ اڪرم جو اهو ترقي پسند نظريو بيحد شانائتو آهي تہ: علائقا بد دعائن جي ذريعي سان ڪڏهن بہ ڪونہ اجڙندا آهن. علائقا مختلف جاگرافيائي حالتن، آفتن، جنگين، تباهين ۽ معيشيت جي مسئلن جي ڪارڻ ئي برباد ٿيندا آهن. پراڻي شهر سُنهريءَ تي ڪيل تحقيق شاندار آهي.

**ايوب ڪوسو**
جهڏو

Sahil Printers Hyd: 0333-2634650

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چانڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)